# پيغامِ لطيف

جي۔ ايم۔ سيد



جي۔ ايم۔ سيد اڪيڊمي سن، ضلع دادو
2005ع

ڪتاب جو نالو: پيغام لطيف
ليکڪ: جي-ايم-سيد
ڇاپو: چوٿون

قيمت: =/100
هڪ سئو روپيه

ڪتاب ملڻ جا هنڌ

آئيڊيل ڪتاب گهر
رابعه اسڪوائر، حيدر چوڪ، گاڏي کاتو، حيدرآباد، سنڌ.



سنڌي ساهت گهر
پوسٽ باڪس نمبر 58، جنرل پوسٽ آفيس، حيدرآباد - سنڌ.
۽ سڄي سنڌ جا ڪتاب گهر

PAIGHAM--E-LATIF
By: G.M Syed
Published by: Naz Sanai
Chairman_ G.M Syed Academy
Sann.
March 2005
Price Rs. 100/_

# ٻه اکر

لطيف سائين پنهنجي زماني ۾، سنڌ ۽ سنڌي ٻوليءَ جي جيڪا خدمت ڪئي ۽ پنهنجي ڪلام ذريعي وطن دوستي ۽ قوم پرستيءَ جو جيڪو درس ڏنو اهو نظريو جيڪو هن پيش ڪيو اهو لازوال ۽ لاثاني هو ۽ آهي. ان جي ڪيتري تشريح ڪئي وئي آهي ۽ ڪيترن تشريح ڪندڙن ان جي لازوال پيغام کي مسخ ڪري، ڀٽائيءَ کي ملو صوفي ۽ اهڙي رنگ ۾ پيش ڪيو جو ان جي ڪلام جو اصل مقصد فوت ٿيڻ لڳو. ڇاڪاڻ ته اهو نظريو انهن ماڻهن جي راهن ۾ وڏي رڪاوٽ هو جيڪي هن وطن جي ماڻهن کي سدائين پنهنجي غلاميءَ هيٺ رکڻ جا خواهشمند هئا. ڀٽائيءَ جو اصل فڪر ۽ پيغام، جي ماڻهن تائين ٿو پهچي ته پوءِ انهن ڌرين جو ته موت آهي. جيڪي واڳونءَ جيان وات ڦاڙيو ويٺيون آهن ۽ انهن ڌرين ئي ڀٽائيءَ جي ڪلام کي اهڙو رنگ ڏيڻ شروع ڪيو ۽ اهڙي تشريح ڪئي جو ڀٽائيءَ رڳو شاعر ئي رهجي ويو ان آڏو ٻيو ڪو مقصد ڪونه هو.

سائين جي ايم سيد، سنڌ جو اهو پهريون دانشور هو جنهن ڀٽائيءَ جي پهريون دفعو جداگانه قسم جي تشريح ڪئي ۽ پيغام لطيف جهڙو شاهڪار ڪتاب لکي، ڀٽائي جي اصل صورت ڏيکاري.

سائين جي ايم سيد پنهنجي سڄي ڪتاب جو محور ان ڳالهه تي رکيو ۽ ان لاءِ ئي دليل ڏنا ته ڀٽائي سنڌ جو قومي شاعر هو سندس اڳيان سنڌ ملڪ جو خاص تخيل هو، ان آڏو سنڌي قوم جو به خاص تخيل هو هن پنهنجي ڪلام ۾ سنڌ ۽ سنڌين لاءِ هڪڙو خاص پيغام ڏنو آهي، جنهن پيغام تي عمل ڪري، اسان هڪڙو خاص ڪم ڪري سگهون ٿا ۽ سنڌ ۽ سنڌين معرفت عالم انسان جي رهبري ۽ رهنمائي ڪري سگهون ٿا. ڀٽائي، جي جڏهن پهريون ڀيرو اهڙي تشريح ميدان ۾ آئي ته ان هڪڙي قسم جي هلچل پيدا ڪري ڇڏي، ڇاڪاڻ ته سائين جي ايم سيد، پنهنجي ان ڪتاب ۾ واضح ڪيو ته:

تصوف جي نقط نگاھ سان شاھ صاحب جي ڪلام ڪي ڏسڻ وارن، معرفت ڪي روح سان، عمر ڪي نفس سان، مليرڪي وحدانيت جي واديءَ سان، عمر ڪي مادي دنيا جي بندن ۽ رڪاوٽن سان تشبيھ ڏني آھي ۽ ظاھر ڪيو اٿن تہ انھيءَ طريقي شاھ صاحب روحن جي اصليت ۽ انجام جو قصو ٻڌائي، ڪل شي يربع الي اصل، جو تفسير بيان ڪيو آھي.

منھنجي نظر ۾ شاھ صاحب جي ڪلام مان صرف اھڙي معنيٰ ڪڍڻ ساڻس سراسر بي انصافي ڪرڻ جي برابر ٿيندو آخر ھن بزرگ جو ساري زندگي عوام جي ڏک ڏاڪڙا ڏسي ساڻن گڏ گذاريو سو مٿس اثر ڪرڻ کان رھي نہ سگھيو ھوندو شاھ صاحب ٺلھو راھب نہ ھو ليڪن سياست ۾ حب الوطنيءَ جي نظريي جو حامي ۽ سنڌ جو خاص تخيل رکندڙ ھو.

۽ ان طرح سچي ڪتاب ۾ سائين جي ايم سيد، لطيف سائين جي فڪر کي پنھنجي اصلي صورت ۾ ظاھر ڪري، علمي ۽ ادبي دنيا ۾ ھڪ قسم جو انقلاب آڻي وڌو ۽ سچ تہ سائين جي ايم سيد، جيڪي بہ خدمتون ڪيون انھن ۾ سندس ھيءَ پيغام لطيف وارو پورھيو گھڻن ڪمن تي ڀاري ھو ۽ آھي. ڇو تہ واضع لفظن ۾ ھن لطيف سائينءَ جي فلاسافيءَ کي ماڻھن آڏو آندو ۽ کلي طرح ھن قسم جي ڳالھ ڪئي:

"شاھ صاحب جي ساري فلاسافي وطن جي بنياد تي بيھاريل ھئي وطن جي حب کي ھن ايمان جو جزو ڪري ٿي سمجھيو. ھن کي ذاتي تجربي ۽ تواريخ جي معلومات مان پروڙ پئجي چڪي ھئي تہ اعتماد جي بنياد تي قوم جو نھڻ انھيءَ وقت جي ماڻھن جي ذھني معيار جي مطابق نہ ھو ۽ انھيءَ قسم جا خيالات ھوا ۾ ڪوٽ اڏڻ برابر ھئا."

۽ اھوئي سبب آھي جو سائين جي ايم سيد جي ھن ڪتاب کي ھڪ شاھڪار ۽ لازوال ڪتاب واري اھميت حاصل ٿي چڪي آھي ۽ پڙھندڙ ان کي اڄ تائين ساڳي خلوص ۽ پيار مان پڙھڻ ٿا چاھين.

حيدرآباد، سنڌ.
۳-مارچ ۲۰۰۵ع

**نازسنائي**

## انتساب

اُن شاعر جي نالي

جنهن جُون سوچون، جنهن جون سٽون،

جنهن جا ٻول،

اندر ۾ آزاديءَ جون

اُمنگون اُڀارين ٿا.

پٺين ويلَ ٻه وڙهه ويريءَ سان وجود جي!

غلام مرتضيٰ

# فهرست

فصل پهريون

# شاهہ صاحب جي زندگيءَ جو مختصر احوال

سنڌ جي مشهور درويش، صوفي ۽ قومي شاعر، شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رحمة الله عليه جي حياتيءَ جو احوال جيتوڻيڪ پوري تسلي بخش تفصيل سان اڃا تائين نہ لکيو ويو آهي، پر تنهن هوندي بہ ڪيترن ئي مصنفن ان طرف توجهہ ڏنو آهي، جن مان هيٺين صاحبن جا نالا قابلِ ذڪر آهن:

'مير عبدالحسين خان ٽالپر'، 'مرزا قليچ بيگ'، 'ليلا رام وطن مل' 'ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي'، 'مسٽر ڄيٺمل پرسرام'، 'ڊاڪٽر سورلي' ۽ 'مولوي دين محمد وفائي'.

انهن صاحبن شاهہ صاحب جي زندگيءَ جي احوال يا ڪلام جي تشريح ڪي حتي الامڪان دائره تحرير ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

جيئن تہ هن ڪتاب جو مقصد صرف شاهہ صاحب جي حياتيءَ جو احوال پيش ڪرڻ نہ آهي، بلڪ سندس پيغام جي سياسي مقصد ۽ مرادن جي سمجهڻ لاءِ ڪوشش آهي، ان ڪري شاهہ صاحب جي زندگيءَ جي سمورن قصن ۽ ڪهاڻين ڪي بيان ڪرڻ مناسب نہ سمجهي هِت فقط تعارف طور سندن مختصر احوال پيش ڪجي ٿو:

ڀان سيد مير علي هراتيءَ جي فرزند سيد حيدر عليه جي اولاد مان، جي سنڌ ۾ مٽياري سيدن جي نالي سان سڏجن ٿا، جي جرار پوٽا قبيلي مان آهن. اهي سيد پنهنجي نسبت امام موسيٰ ڪاظم جي صاحبزادي جعفر (ثاني) الحواري سان ڪن ٿا.

سيد حيدر بابت تاريخي شجرن مان معلوم ٿئي ٿو تہ هو امير تيمور جي هندستان اچڻ جي زماني (801هہ کان 806هہ) ۾ سنڌ ۾ آيل ٿو ڏسجي. سيد صاحب سنڌ جو سير ڪندي، هالا ڪنڊيءَ ۾ آيو، جو شهر هاڻ هالن جي نالي سان سڏجي ٿو اتي ڪجهہ وقت رهي پيو ۽ ارباب شاهہ محمد هالي جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين، جنهن مان ڪيس سيد مير علي پيدا ٿيو. انهيءَ کي ٽي پٽ ٿيا: 1. سيد شرف الدين، 2. سيد احمد، 3. سيد مرتضيٰ. پهرئين جو اولاد "شرف پوٽا" سڏجڻ لڳا ۽ پٺي جو اولاد سندس فرزند سيد مير جي نالي "ميرڻ پوٽا" جي نالي سان مشهور ٿيو.

ٽنهين سيد مرتضيٰ کي ڪو اولاد نہ ٿيو، هو "شاهه پريا" جي نالي سان مشهور ٿيو، سندس مقبرو مانجهندن جي اُتر ۾ آهي.

مٿي ذڪر ڪيل سيدن جي اولاد جو گهڻو حصو ڪجهه وقت هالن ۾ رهڻ بعد اتان لڏي ڪجهه پنڌ تي رستي جي لڳ هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ وڃي ويٺو، جنهن ڳوٺ جو نالو اتي جي هڪ مٿي پرينڌڙ فقير، جو رستي تي مسافرن جي پيئڻ لاءِ پاڻيءَ جو مٽ ڀريو ويٺو هوندو هو، جي ڪري مَٽَ وارو ڳوٺ پئجي ويو، جو اڳتي هلي ڦيرگهير بعد مٽياري ٿي ويو. سيدن پنهنجي عروج جي زماني ۾ ان ڳوٺ جو نالو بدلائي "مت علوي" رکڻ جي ڪوشش ڪئي. جيئن ان وقت سنڌ جي رسم الخط پارسي هئي ۽ ان ۾ 'ٽ' اکر نہ هئڻ ڪري اهو نالو متعلوي ٿي لکڻ ۾ آيو. ان ڪري اهي سيد مٽياري يا متعلوي سيدن جي نالي سان مشهور ٿي ويا. ساڳي نموني تي لڪيءَ جي ڳوٺ وارا سيد لڪياري يا لڪعلوي جي نالي سان مشهور ٿي ويا هئا. پڳي توڙي جبل جي پير واري ڳوٺ جو، جنهن ۾ سيد رهندا هئا، لڪ واري ڳوٺ يا لڪي نالو پئجي ويو. جنهن تي سيدن پنهنجي عروج جي زماني ۾ لڪعلوي نالو رکيو هو. ان ڪري اهي سيد بہ لڪياري يا لڪعلوي سيد سڏجڻ لڳا.

مٿي ذڪر ڪيل سيدن جي هالن مان لڏي مٽياري وڃي ويهڻ جو پورو زمانو معلوم ٿي نہ ٿو سگهي. ليڪن قديم روايات مان ائين معلوم ٿئي ٿو تہ، هو 810هه کان 840هه جي وچ ڌاري اوڏانهين لڏي ويل ٿا ڏسجن. مٽيارين ۾ گهڻي وقت رهڻ بعد جڏهن سندن اولاد گهڻو ٿيو ۽ وڌيا ويجهيا، تڏهن گذر جي تنگي، باهمي تعصب، ۽ گهرو جهڳڙن، رسم رواج جي خرابين ۽ خامين ڪري هنن مان ڪيترن مٽيارن کي ڇڏي وڃي، ٻاهر ٻين ڳوٺن ۾، پنهنجي سهوليت خاطر رهڻ شروع ڪيو.

مٽيارين جي رهائش جي دوران ۾ سيدن جو خاندان ڇهن مکيہ قبيلن ۾ ورهائجي ويو:

### ١ الف: جرار پوٽا

هي سيد جلال عرف جرار جو اولاد هئا. انهيءَ قبيلي چار مکيہ درويش پيدا ڪيا. هن وقت مٽيارين جي شهر ۾ انهيءَ قبيلي جو "جاموٽ" سيد عالي شير آهي.

### ٢. سيد شاهه رڪن الدين

هي صاحب پير طريقت هو. ڪيس فيض، مخدوم بلاول رحمة الله عليه جي خليفي مخدوم ساهڙ (سوائي) لنجار کان مليو. شاهه رڪن الدين جو مقبرو

متياريــن جي شهر ۾ آهي، سندس وفـات جي پـوري تاريخ معلوم نـه ٿـي سگهي آهي، ليڪن معلوم ائيـن ٿـئـي ٿـو تـه 950هـ ۽ 980هـ جي وچ ڌاري وفـات ڪـئـي ٿـي ڏسجيـن.

مخدوم ساهڙ جو مقبرو ابڙ پـور اسٽيشـن جي ڀر ۾ ٽڪريءَ تي آهي.

## 2. سيد هاشم شاهه (سخي)

هي صاحب سندس پڙڏاڏي شاهه رڪن الديـن رحمة الله عليه جو سلسليوار فـيض يافتـه هو. پـاڻ 14 ربيع الاول 1100هـ ۾ وفـات ڪيائـون. سندن مزار متياريـن ۾ شاهه رڪن الديـن جي قبي جي ڀر ۾ آهي، جتي سال بسال متيـن تاريخ تي ميلو لڳندو آهي ۽ هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو زيارت لاءِ گڏ ٿيـندا آهن.

سندن اولاد مان هن وقت مسند نشيـن پيـر حاجي بقادار شاهه آهي. سخي هاشم شاهه ڪيترن متياري سيدن جو "ڏاڏو" پيـر آهي.

## 3. سيد شاهه عبدالڪريم

هي صاحب متياريـن جي شهر ۾ 944هـ ۾ ڄائـو ۽ وڏي ٿيڻ بعد اتان لڏي ٽنڊي محمد خان (گوني) تعلقي جي بلڙي ڳوٺ ۾ وڃي سڪـونـت پـذير ٿـيو. هن سيد عبدالقدوس يا شاهه ابراهيم بخاريءَ کان فـيض طريقت حاصل ڪيو، جو صاحب قادري طريقي جو بزرگ هو. سندس ملاقاتون مخدوم نوح رحمة الله عليه سان بـه گهڻيون ٿيون هيون ۽ ڏسڻ ۾ اچي ٿـو تـه انهيءَ صحبت جو بـه مٿس گهڻو اثر ٿـيو. هو صاحب ناميارو شاعر ٿـي گذريو آهي. صبر ۽ ڪانڌ ۾ خاص شهرت حاصل ڪيائيـن، جنهن بابت ڪيئي قصا مشهور آهي. پـاڻ 1030هـ ۾ بلڙي جي ڳوٺ ۾ وفـات ڪيائـون، سندن مقبرو بـه اتي آهي. سندن وفـات جي تاريخ 5 ذوالقعد تي سال بسال اتي ميلو لڳندو آهي، جتي هزاريـن معتقد زيارت لاءِ ايندا آهن، جتي ذڪر، سماع ۽ راڳ ٿـيـندو آهي. سندن درگاهه جو مسند نشيـن هن وقت پـيـر ميان غلام حيدر شاهه صاحب آهي.

## 4. سيد شاهه عبداللطيف ڀٽائي

جنهن جي حياتيءَ جو احوال مختصر طرح هيٺ ڏنو ويـندو ۽ جنهن جي پـيـغـام جي تشريح لاءِ هي ڪتاب لکيو وڃي ٿـو.

### ب: باقـيل پـوٽا

هن قبيلي جا فـرد سيد محمد باقر جي اولاد مان آهن. هن پاڙي مان ڪيترا درويش ۽ عالم ٿـي گذريا آهن. سيد شهمير شاهه مشهور عالم ۽ صاحبِ شريعت بزرگ (جو

مولوي محمد هاشم ٺٽوي جي گروهه جو هو) به ان قبيلي مان هو. انهيءَ پاڙي جو ”جاموٽ“ هن وقت سيد حاجي محمد شاهه هڪ ديندار شخص ۽ آزاد خيال وڏو زميندار آهي.

## ڪ: موسيٰ پوٽا

هن پاڙي وارا سيد محمد موسيٰ شاهه جي اولاد مان آهن. هن خاندان مان ڪيترا وڏا زميندار بااثر شخص ٿي گذريا آهن. هن قبيلي جو وڏو سيد طيب شاهه مخدوم نوح رحمة الله عليه جي مکيه خليفن مان هو ۽ اجا تائين انهيءَ خاندان جو تعلق، مخدوم هالن وارن سان هليو اچي. هن وقت انهيءَ قبيلي جو جاموٽ سيد محمد علي شاهه هڪ بااثر، سمجهدار ۽ وڏو زميندار آهي.

## د: ميينن پوٽا

هن پاڙي وارا سيد، سيد ميئنڏني شاهه ولد سيد محمد جي اولاد مان آهن. سيد ميئنڏني شاهه جي فرزند سيد احمد کي ٻه پٽ ٿيا، هڪ سيد اشرف شاهه جنهن جي اولاد سعيد پور نالي ڳوٺ، گوني تعلقي ۾ ٻڌايو، جن مان سيد محمد ڪامل شاهه مشهور معروف ٿي گذريو آهي ۽ ان جا پاڻيا اجا اتي رهن ٿا.

ميئنڏني شاهه جي فرزند سيد احمد کي ٻيو پٽ سيد ڏٿي ڏنو شاهه هو، جنهن جو فرزند سيد ابراهيم شاهه جام نظام الدين عرف جام ننڊي سمي سنڌ جي حاڪم جي وزيراعظم دريا خان جو دوست هو ۽ ان وقت چانگن جي بغاوت کي ختم ڪرڻ جي مهم ۾ هو شهيد ٿي ويو، سندس مزار خانوٽ تعلقه ڪوٽڙي جي پر ۾ آهي. سيد ابراهيم شاهه کي ٻه فرزند هئا، هڪ سيد بدر الدين شاهه هو، جنهن جو پوٽو سيد حيدر رحمة الله عليه هڪ مشهور معروف سنڌ جو عالم حاجي حافظ ۽ صاحبِ طريقت بزرگ هو. هو مخدوم بلاول رحمة الله عليه جي خاص خليفن مان هو.

سيد حيدر رحمة الله عليه مخدوم بلاول سان گڏ، سمي گهراڻي جي سنڌي حاڪمن جي اقتدار کي لڏندڙ ڏسي، شاهه بيگ ارغون جي مخالفت ۾ آخري ڪوشش ڪئي. سيد محمد ميران جونپوري جڏهن افغانستان ڏي سنڌ مان لنگهي وڃي رهيو هو ۽ پنهنجي مهدوي طريقي جي اشاعت به ڪندو ٿي ويو، تڏهن شاهه حيدر رحمة الله عليه طرفان ان جي کلي مخالفت ٿي، جنهن ۾ جوڻ اچي ٿو ته مخدوم صاحب جي رسد جي هڪ ٻيڙي به ٻڏي ويئي.

سيد صاحب انهيءَ تحريڪ ۾ سنڌي اقتدار لاءِ خطرو محسوس ڪيو ۽ ان ڪري ئي ان جي مخالفت ٿي ڪيائون. سيد حيدر رحمة الله عليه سن جي ڳوٺ ۾ ۱ شعبان بروز سومر 937ھ ۾ وفات ڪئي، ۽ سندس مزار به اتي آهي، جتي سال به سال انهيءَ

تاريخ تي سندس ميلو ٿئي ٿو، جنهن ۾ آس پاس جا هزارها ماڻهو زيارت لاءِ اچي ختمي ۾ شريڪ ٿين ٿا. سندن مسند جو هاڻوڪو جاءِ نشين هن ڪتاب جو لکندڙ آهي.

سيد ابراهيم شاهه جو پيو فرزند سيد ڏٽي ڏنو شاهه هو، جنهن جي اولاد کي ڳاڙها سيد ڪري سڏيندا آهن. هنن جا پويان لڏي وڃي ڪوٽڙيءَ ۾ ويٺا، جن منجهان سيد علي اڪبر شاهه مشهور معروف ٿي گذريو آهي. انهن مان سيد ڪبير شاهه لسبيلي وارو مشهور شاعر به پيدا ٿيو، جنهن جي مزار اُٿل جي ڳوٺ لسبيلي رياست ۾ آهي. مٿي ذڪر ڪيل مختصر تاريخ مٽياري خاندان جي سيدن جي پڙهندڙن جي واقفيت لاءِ تعارف طور پيش ڪئي ويئي آهي، شاهه عبداللطيف پڻ انهيءَ خاندان جو فرد هو. هو صاحب، سيد شاهه حبيب جو فرزند هو ۽ 1102هه مطابق 1690ع ۾ تعلقي هالا جي ڳوٺ ڀئي پور ۾ جائو هو، جو ڳوٺ هن وقت شاهه جي ڀٽ کان 9 ميل پري ويران پيو آهي. سندس جمڻ واري هنڌ پراڻي نصر واهه جي ڪپ تي لونگ فقير خيرپور رياست واري جي نهرايل مسجد موجود آهي.

شاهه صاحب، شاهه عبدالڪريم بلڙيءَ واري جي فرزند شاهه جمال جو پڙپوٽو آهي. هن ابتدائي تعليم ۽ تربيت پنهنجي ڳوٺ ۾ ورتي. جڏهن مڪاني ملان ۽ مولوي، پير ۽ فقير سندس علمي ۽ روحاني اُڃ کي سيراب نه ڪري سگهيا، تڏهن ڏيهه ڏيهه ويس ڪري، سنڌ جي سير تي نڪري پيو ۽ جهنگ، جبل، درياءَ، برپٽ، ٿر ۽ ٻر ڏوري ۽ جهاڳي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ گهميو، جنهن ڪري هن طبقي جي ماڻهن سان ملڻ ۽ رهڻ جو موقعو مليس ۽ سندس حالات، جذبات ۽ روايات مان پوريءَ طرح واقف ٿي سگهيو. انهيءَ دوران ۾ سنڌ جي مکيه عالمن، فقيرن، صوفين، جوڳين، بيراڳين جي صحبت به حاصل ڪيائين. جن درويشن جي صحبت ۾ گذارڻ جو موقعو مليس، تن مان مکيه هيٺيان هئا:

## 1. شاهه عنايت صوفي (شهيد)

سندس رهائش جهوڪ تعلقي ميرپور بٺوري ۾ هئي، سندس مقبرو به اتي آهي. پاڻ 1130هه ۾ شهيد ڪيا ويا. سندس شهادت جي ڏينهن 17 صفر تي ميلو لڳندو آهي. جنهن ۾ هزارها ماڻهو زيارت لاءِ ايندا آهن. هو وڏو باڪمال ۽ صاحبِ اثر بزرگ هو، سندس مفصل احوال ٻئي فصل ۾ ايندو.

## 2. مخدوم محمد معين ٺٽوي

هي بزرگ ٺٽي شهر جو رهاڪو وڏو عالم ۽ درويش هو، ۽ هو شاهه ولي الله

دهلويءَ جي مکيه شاگردن مان هو. شاهه صاحب سان خاص دوستي هيس، 1160هه ۾ وفات ڪيائين.

### 3. شاهه عنايت الله رضوي

هي صاحب نصرپور جي ڳوٺ ۾ رهندو هو. سيد نصير الدين ولد سيد خير الدين شاهه بکريءَ جي اولاد مان هو.

شاهه صاحب جي زماني ۾ پير مرد ٿي چڪو هو. سنڌيءَ جو عمدو شاعر هو، سندس قلمي رسالو اڃ به موجود آهي. نصرپور ۾ سندس مزار آهي. سندس خاندان مان مصري شاهه سنڌ جو نامور شاعر تازو ٿي گذريو آهي.

### 4. مخدوم محمدي

خيرپور رياست جي ڪھڙن جي ڳوٺ ۾ رهندو هو. هڪ وڏو ديندار ۽ درويش شخص هو. 1171هه ۾ وفات ڪيائين.

### 5. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي

هي ٺٽي جي شهر ۾ مشهور عالم ۽ شريعت جو پابند ۽ پرهيزگار شخص هو. سندس فتوائون مشهور آهن. 1172هه ۾ وفات ڪيائين.

### 6. سيد شهمير شاهه

باقيل پوٽا مٽياري سيدن مان هڪ وڏو عالم ۽ شريعت جو پابند شخص هو. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جي مکيه شاگردن مان هو. شاهه صاحب جون ان سان گهڻيون ملاقاتون ٿينديون هيون.

### 7. مخدوم صابر ولهاري

انهيءَ وقت جي وڏن عالمن مان هڪ درويش صفت نقشبندي طريقي جو مرشد هو. سندس مقبرو تعلقي ٽنڊي الهيار ۾ آهي.

### 8. مخدوم محمد زمان لنواري

هڪ وڏو اهل الله نقشبندي طريقي جو مرشد ۽ عالم فاضل شخص هو. سندس مزار ڳوٺ لنواري تعلقي بدين ۾ آهي. پاڻ 1184هه ۾ وفات ڪيائين.

### 9. صاحب ڏنو فقير فاروقي

خيرپور رياست جي درازن جي ڳوٺ ۾ رهندو هو، اتي ئي سندس مزار آهي. صوفي طريقي جو بزرگ هو. سچل فقير سنڌ جي مشهور معروف شاعر جو ڏاڏو هو. 1192هه ۾ وفات ڪيائين.

## 10. مخدوم دين محمد سيوهاڻي

سيوهڻ جي شهر جو هڪ وڏو عالم، صوفي ۽ سهروردي طريقي جو بزرگ هو. هي صاحب شرعي فيصلن جو ايڏو ماهر هو، جو ميان نور محمد ڪلهوڙو به شرعي معاملن ۾ ڪانئس مشورو وٺندو هو.

## 11. سيد محمد بقا لڪياري

سيد محمد راشد روضي ڌڻي رحمة الله عليه سندس فرزند هو، جو سيني راشدي سيدن جو ڏاڏو هو، جنهن جا سنڌ ۾ لکها مريد ٿيا. پير پاڳارو ۽ جهنڊي وارو، ان جي اولاد مان آهن. شاهه صاحب سان واٽ ويندي ملاقات ٿي هيس. نهايت سادي زندگي گذاريندو هو، سندس مزار تبرستان شيخ طيب ۾ آهي. 1192ھ ۾ وفات ڪيائين.

## 12. مخدوم عبدالرحيم گروهڙي

هي صاحب ڳوٺ گروهڙ تعلقي ڪيپري جو وينل هو. ذات جو مگريو، وڏو مجذوب، عالم، مناظري ۾ مباحثي جو ماهر هو. مخدوم محمد زمان لنواريءَ جي مکيه خليفن مان هو. نقشبندي طريقو هئس. 1192ھ ۾ شهيد ٿيو.

## 13. مدن ڀڳت

هي هڪ هندو درويش هو. شاعر به هو، شاهه صاحب سان خاص رستو هوس. سندس شاهه صاحب سان رهاڻين ۽ ملاقاتن جا قصا گهڻو مشهور آهن. هو سندس ڳوٺ جو وينل هو. سندس ڪجهه ڪلام سنڌ جا قديم هندو ڀڳت شاهه صاحب جي ڪلام سان گڏ ڳائيندا هئا.

ازانسواءِ شاهه صاحب ڪيترن ئي هندو فقيرن جي صحبت مان مستفيد ٿيو، جهڙوڪ: جوڳي، ويراڳي، آڌوتي، ڪاپڙي، سامي، سنياسي ۽ نانگا وغيره. ساڻن گڏجي ياڻ سندن مندرن ۽ تيرٿ ياترائن جا سير ڪيائين ۽ سندن متن، طريقن، رسمن ۽ رواجن مان بخوبي واقف ٿيو. غالباً هندو ويدانيت جو خاص اڀياس ڪيائين. شاهه صاحب جي گڏ ڪيل ڪلام سان گڏ سندس رسالي ۾ ڪيترن هندو درويشن جا بيت بيراڳ هنديءَ جي سُر ۾ ڏنل آهن. انهيءَ مان معلوم ٿئي ٿو ته اهڙي قسم جا بيت ۽ ڪلام سندس مجلس ۾ عام طرح ڳايا يا پڙهيا ويندا هئا، جنهن ڪري اُهي شاهه صاحب جي ڪلام سان گڏجي ويا آهن.

شايد نوجوانيءَ ۾ سنڌ جي جدا جدا طرفن ۾ سير ڪيا هئائون. اتر طرف رياست بهاولپور مان لنگهي ملتان تائين ويل ٿو ڏسجي. هڪ دفعي شاهه

عبدالڪريم جي قبي لاءِ، اُتان بيڙين رستي ڪا شيءِ به آندي هئائين. الهندي طرف ڏسجي ٿو ته لسبيلي ۽ هنگلاج ويل هو. ڏکڻ طرف سمنڊ جو ڪنارو ڏيئي ابراهيم حيدري، ريڙهي، ڪارو ڇاڻ، پورو بندر ۽ ڪچ ڀڄ جا ڪي حصا ڏنل ٿا ڏسجن. ابراهيم حيدري، ريڙهي، ڪاري ڇاڻ طرف شاهه عبدالڪريم ۽ سندس سلسلي جا مريد هئڻ، انهيءَ ڳالهه جي ثابتي ٿا ڏين. ڪچ رياست جي رهاڪن جي رسمن، رواجن ۽ قديم حڪايتن ڪي رسالي ۾ بيان ڪيو ويو آهي، جنهن مان ائين معلوم ٿو ٿئي ته ڪيس ان ملڪ جو به چڱو اڀياس آهي. سُر سريراڳ ۽ ساموندي، مان معلوم ٿو ٿئي ته شايد سمنڊ جي ڪنارن وارن ملڪن ۽ ماڻهن سان به ڪجهه وقت گذاريو اٿس.

شاهه صاحب ڪاٺياواڙ طرف به ويل ٿو ڏسجي. جهونا ڳڙهه جي سير وقت راءِ ڏياچ ۽ چارڻ جو احوال معلوم ڪري، انهيءَ کي پنهنجي ڪلام ۾ آندو اٿس. ٿر ۾ خاصو وقت رهيو آهي، جو مارئي جي سر ۾ اهڙو احوال اوريو اٿس، جو جڻ اتان ويهي ڪلام پيو چوي. شاهه صاحب کي جيسلمير سان به دلچسپي رهي آهي، جو چوي ٿو ته:

جيسلميرائين جس، جي لله ڪارڻ لنڊيون.

شڪارپور جي طرف، نوشهري ابڙي ۽ ترائي ابڙي جي پاسي به ويل آهي، جو اتي شاهه صاحب جو اوتارو آهي ۽ چوڻ ۾ اچي ٿو ته شاهه صاحب اتي اچي رهيو هو.

درياءَ جي پير ۾ رهڻ ڪري ميهڻ، ڪاهڻ، درياءَ جي ڪنن ۽ ٻيڙين جو ذڪر سهڻيءَ جي سر ۾ چڱيءَ طرح بيان ڪري سگهيو آهي. زندگيءَ جو اول حصو سير ۽ سفر، ملاقاتن ۽ صحبتن ۾ گذارڻ ڪري، هن ملڪ جي ماڻهن جي حالات کان پوري واقفيت حاصل ڪئي. سنڌين جي خانه بدوش زندگي، دهقاني عادتن ۽ سادگيءَ مٿس گهڻو اثر ڪيو ٿو ڏسجي. سنڌ جي زميندارن، مولوين، پيرن ۽ حاڪمن جي صحبت مان خوش نه ٿيڻ ڪري، هن گهڻو ڪري عوام سان لاڳاپو ۽ تعلق رکيو. تصوف جي علم جو مٿس گهڻو اثر پيو. حياتيءَ جا آخري ڏينهن، ڏهاڪو کن سال هو ڀٽ تي آستان ناهي وينو ۽ پنهنجي صحبتينُ ۽ فقيرن سان گڏ، پنهنجي حاصل ڪيل معلومات مطابق زندگي گذارڻ لڳو. انهيءَ وچ ۾ ڪافي ڪلام چئي چڪو هو، سو پنهنجي مجلس ۾ راڳ جي ذريعي چوائڻ شروع ڪيائين. راڳ سرود سان ڳائڻ جو، مذهبي مخالفت هوندي به دستور وڌائين. چوڻ ۾ اچي ٿو ته اول سندس ڪلام به سنڌ جي ٻين بزرگن جي طرز تي ڳايو ويندو هو، جو ڏوهيڙن ۽ لوڙائو جو نمونو هو. مخدوم نوح رحمة الله عليه، غوث بهاوالحق رحمة الله عليه ۽ پير پنو وغيره

درويشن جا ڪلام پڻ انهيءَ طريقي تي ڳائيندا آهن. سنڌ ۾ بيت، وايون ۽ گيت نڙ، دلي، يڪتاري يا ڍهل تي ڳايا ويندا هئا يا سماع ۾ ڇيا ويندا هئا. ليڪن شاهه صاحب وٽ ڍهليءَ جي بِن گوين اٽل فقير ۽ چنچل فقير نالي اچڻ بعد سندس راڳ هندستاني طريقي راڳ مطابق پهريون دفعو طنبور تي ڳائڻ جو رواج پيو.

شاهه صاحب کان اڳ به ڪيترا شاعر سنڌ ۾ ٿي گذريا آهن ۽ پوءِ به گهڻائي ٿيا آهن. پر شاهه صاحب پنهنجو مٽ پاڻ آهي. سندس مرتبو دنيا جي مکيه قومي شاعرن سان شمار ڪري ٿو سگهجي. جهڙيءَ طرح امر والقيس اسلام کان اڳ عرب جو وڏو قومي شاعر هو ۽ فردوسي ايرانين جو ۽ شڪسپيئر انگلينڊ جو، اهڙيءَ طرح شاهه کي بجا طور سنڌ جو قومي شاعر سڏي سگهجي ٿو، جو ته شاهه صاحب کي سنڌ جي شاعرن ۾ خاص فوقيت حاصل آهي.

هي جو چوڻ ۾ اچي ٿو ته شاهه صاحب اڻ پڙهيل آهي سو پوريءَ طرح صحيح نه آهي، چوڻ ۾ اچي ٿو ته هو سفر ۽ حضر ۾ هميشه پاڻ سان گڏ قرآن شريف، مثنوي مولانا روم ۽ شاهه عبدالڪريم جو رسالو رکندو هو. جنهن مان معلوم ٿي سگهي ٿو ته هو ان وقت جي علم مان چڱي واقفيت رکندو هو. البت سَنَد يافته عالم نه هئڻ ڪري، هن کي علمي ماهرن مان شمار نٿو ڪري سگهجي. سندس ڪلام ۽ خيالات مان سندس مختلف ذريعن سان، حاصل ڪيل معلومات جو پتو پئجي سگهي ٿو. سندن وفات به عين جذب جي حالات ۾ ٿي. چيو وڃي ٿو ته هڪ دفعو وٽ راڳ ٿي رهيو هو. جڏهن مجلس متي، تڏهن مٿن اچي جذب ۽ وجد طاري ٿيو، عين انهيءَ حالت ۾ سندن روح پرواز ڪري ويو. سندس وفات جي تاريخ 14 صفر 1165هه مطابق سن 1752ع آهي. سندن مزار ڀٽ جي ڳوٺ ۾، هالن جي شهر کان 4 ميل اوڀر طرف آهي. سندن مقبرو غلام شاهه ڪلهوڙي ٺهرايو. ڪانئس پوءِ، سندن پاٽنئي جو ڀٽ سيد جمال سجاده نشين ٿيو، اول ۾ گاديءَ تي تڪرار هو، پر آخر ميان نور محمد ڪلهوڙي جي فيصلي مطابق سيد جمال سجاده نشين ٿيو. هن وقت سندس اولاد مان سيد پير شاهه ڏنو شاهه سجاده نشين آهي، جو فقير تن ۽ درويش منش بزرگ آهي. سندن درگاهه تي هر جمع جي رات راڳ ٿيندو آهي ۽ هر سال تاريخ 14-15 صفر جي ميلو لڳندو آهي، سندن سلسله طريقت جا مريد ۽ معتقد سنڌ ۾ ڪنڊ ڪڙڇ ۾ پکڙيل آهن.

■

فصل ٻيون

# شاهه صاحب جو زمانو ۽ ان وقت جو ماحول

شاهه صاحب ٻارهين صدي هجريءَ جي اول ۽ سترهين صدي عيسويءَ جي آخر ۾ پيدا ٿيو. سندن ماحول ۽ ان وقت جي ملڪي حالتن کي پوريءَ طرح سمجهڻ لاءِ، اهو ضروري آهي ته ان زماني کان اڳ وارين ٻن صدين اندر سنڌ ۽ ان جي آس پاس جيڪي ڪي گذريو آهي، ان جي حالتن کان واقف ٿجي. انهيءَ لاءِ ته شاهه صاحب جي نظريہ زندگيءَ تي جن واقعن ۽ حالتن اثر ڪيو، تن جو پس منظر پوريءَ طرح معلوم ٿي سگهي، تنهن ڪري آئون هن فصل ۾ هيٺين حقيقتن تي روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪندس.

1. انهيءَ زماني ۾ سنڌ جي اندروني سياسي حالت.
2. انهيءَ وقت ڌاري سنڌ کان ٻاهر جا سياسي حالات ۽ انهن جو سنڌ جي مڪاني حالت تي اثر.
3. سنڌ جي اندر يا ٻاهر ان وقت جي سياسي يا مذهبي نظرين جو سنڌي زندگيءَ تي اثر.
4. جن بزرگن سان شاهه صاحب مليو ۽ جن جي ٻوليگن سان صحبتون ڪيائون، انهن جي حالات ۽ طريقن جو مختصر احوال.

آءٌ سمجهان ٿو ته انهن حقيقتن معلوم ڪرڻ بعد پڙهندڙن کي شاهه صاحب جي قومي پيغام ـ فلسفہ زندگي ۽ مذهبي رجحانات جو سولائيءَ سان پتو پئجي سگهي ٿو.

## 1. انهيءَ زماني ۾ سنڌ جي اندروني سياسي حالت

ڏهين صديءَ هجري جي شروعات مطابق 15 صديءَ عيسويءَ ۾ سنڌ اندر "سمن" (خالص سنڌي خاندان) جي حڪومت هئي، ۽ وقت جو حڪمران جام نظام الدين عرف جام نندو هو؛ جيڪو وڏو عالم، پرهيزگار ۽ عادل حاڪم هو. سندس ڏينهن ۾ سنڌ ٻاهرين اثر کان ڌري گهڻ آزاد هئي. هن صاحب جي ڏينهن ۾ ٺٽي شهر جي نئين سر تعمير ٿي، جنهن ٿوري وقت اندر دور دراز ملڪن کان وڏا عالم،

شاعر، درويش ۽ هنرن جا ماهر اچي ويا. جنهن ڪري ٺٽي جي شهر سنڌ ٺي تهذيب ۽ تمدن جو مرڪز ٿي پيو. ٺٽي کان سواءِ ان وقت سنڌ اندر، نصرپور، مٽياري، درٻيلو، بکر، روهڙي، پاٽ، باغبان، سيوهڻ ۽ سن جا شهر پڻ تمدني ۽ تجارتي مرڪز هئا. سنڌ ان وقت دهليءَ جي مرڪزي تسلط کان مس جان ڇڏائي، مڪاني خودمختياري حاصل ڪري، پنهنجي پيرن تي بيهڻ جي لائق ٿي هئي. انهيءَ زماني ۾ سنڌ جي عالمن ۽ درويشن ۾ نظرين جي نقطه نگاهه کان ٻه مکيه گروهه ٿي پيا.

## پهريون گروهه

هي سنڌي تهذيب، سياسي اقتدار ۽ اندروني خودمختياريءَ ۽ ترقيءَ جو قائل هو. انهيءَ گروهه جو اڳواڻ مخدوم بلاول رحمة الله عليه هو، جو سمي قوم جي شاهي گهراڻي جو فرد هو. سندس رفيق ٻه مکيه خليفه سيد حيدر رحمة الله عليه سن وارو ۽ مخدوم ساهڙ لنجار (جنهن جو مقبرو انڙ پور جي مٿان آهي) هئا. انهن بزرگن جو موجوده دادو، سيوهڻ، ڪوٽڙي تعلقن جي جبل ۽ درياءَ جي ڪنڌيءَ وارن رهاڪن تي گهڻو اثر هو. هن گروهه کي ڄام نندي جي وزير ميان دريا خان (جنهن کي مبارڪ خان به ڪري سڏيندا هئا) جي سرپرستي نصيب هئي.

## ٻيو گروهه

هي وطني ۽ نسلي بنيادن تي قومي تسلط ۽ سياسي اقتدار کي ختم ڪري، غلبه اسلام قائم ڪرڻ جو قائل هو. انهيءَ گروهه جو اڳواڻ ٺٽي شهر جو مکيه عالم قاضي قاضن هو. جو پوءِ شاهه بيگ ارغون جي ڏينهن ۾ بکر جو قاضي مقرر ٿيو هو. مخدوم محمد ميران جونپوريءَ جي مهدوي فرقي جو پوئلڳ هو. مخدوم صاحب افغانستان وڃڻ کان اڳ 993هه ڌاري سنڌ ۾ آيو، ۽ انهيءَ وقت جي ڪيترن عالمن ۽ اميرن تي سندس تعليم جو اثر پيل هو. شاهه بيگ ارغون به سندس پوئلڳن مان هو. سنڌ جي حاڪم ڄام نندي جي درٻار ۾ پڻ ڏسڻ ۾ اچي ٿو، ته ڪن اميرن جي ان تحريڪ سان همدردي هئي. پانهنجي ٿو ته نظرين جي انهيءَ اختلاف، ڄام نندي جي درٻارين ۾ اندروني اختلاف پيدا ڪري ڇڏيا هئا ۽ اهو ٻيو گروهه دريا خان جي انهيءَ پاليسيءَ ڪري سندس برخلاف ٿي پيو.

جيستائين ڄام نندو حيات هو، تيستائين ٻنهي نظرين وارن جو ڏڙ هو. ليڪن سن 914هه ۾ ڄام صاحب جي وفات ڪري، حالتون بدلجڻ لڳيون، انهيءَ وقت ڌاري افغانستان ۾ مغلن جي قبيلن ۾، طاقت حاصل ڪرڻ لاءِ خانه جنگيون ٿيون ۽ امير ذوالنون جي پٽ شاهه بيگ ارغون کي مرزا - بابر آهستي آهستي

ڪري ڪابل ۽ قنڌار جي تسلط کان نيڪالي ڏئي ڇڏي، جنهن ڪري ان کي پنهنجي لاءِ ڪو نئون ملڪ تاڙڻو پيو. انهيءَ وقت سنڌ ۾ جام نندي جي وفات بعد سندس پٽ جام فيروز حڪمران هو. سندس وڏي ڀاءُ جي پٽ جام صلاح الدين سندس برخلاف حڪومت لاءِ دعويداري شروع ڪئي، ٻئي طرف وري درباري سازشن ۽ سندس سياسي غلطين حڪومت کي ڪافي ڪمزور ڪري ڇڏيو هو. سنڌ جي گهڻن حصن ۾ مڪاني حاڪم خود سري ڏيکارڻ لڳا. جام فيروز کي افغان گهرائي، پنهنجي دربار ۾ امير ڪري رکيا هئا. جن مڪاني حڪومت جي ڪمزوريءَ بابت، شاهه بيگ ارغون کي اطلاع ڏئي، خواهش ظاهر ڪئي ته جيڪڏهن هو ڪاهه ڪندو ته حالتون گهڻيون سازگار اٿس. ان تي هن به دفعا پنهنجي پٽن مرزا آبو محمد ۽ سلطان محمد جي سرڪردگيءَ هيٺ سنڌ تي فوجون چاڙهي موڪليون، پر دريا خان جي همت ۽ ڪوشش سان ٻئي دفعا کين شڪستون نصيب ٿيون ۽ مرزا شاهه بيگ ارغون جا ٻئي پٽ انهن جنگين ۾ مارجي ويا.

ان تي مڪاني مخالف گروهه وارن محسوس ڪيو ته جيستائين دريا خان حڪومت ۾ اقتدار رکي ٿو، ان وقت تائين سندن مرادون برثواب ٿي ڪين سگهنديون. جنهن ڪري هنن اهڙيءَ طرح سازشون شروع ڪيون جو جام فيروز ۽ دريا خان جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿي پيو ۽ دريا خان ڪڪ ٿي وزارت تان استعيفيٰ ڏئي، پنهنجي جاگير ڪاهان ۾ گوشه نشينءَ ٿي زندگي گذارڻ لڳو. ان کان پوءِ ته حالتون وينر خراب ٿي ويون. مرزا شاهه بيگ پٽني وجهه ڳوليا، سو اها حالت ڏسي سنڌ تي سن 923هه ۾ ڪاهي آيو ۽ سيوهڻ تائين ملڪ فتح ڪري وري موٽي ويو. ڪجهه وقت گذرڻ بعد 926هه ۾ وري هو ڪاهي آيو. جام فيروز جڏهن اهي حالتون ڏٺيون، تڏهن دريا خان جي مدد طلب ڪيائين، پر هاڻي حالتون دريا خان جي وس کان ٻاهر ٿي ويون هيون، تنهن هوندي به دريا خان سنڌ کي ٻاهرين تسلط کان بچائڻ خاطر جام فيروز جي طرفان سنڌي لشڪر وٺي، شاهه بيگ جي فوج جي مقابلي لاءِ نڪتو، ٺٽي جي ٻاهران ساموئي وٽ سخت لڙائي لڳي، جنهن ۾ دريا خان نهايت بهادريءَ سان مقابلو ڪيو. تان جو پاڻ وڙهندي وڙهندي ميدان جنگ ۾ شهيد ٿيو. پويان جام فيروز ۾ اڳيئي لڇڻ ڪونه هئو، سو ٺٽو ڇڏي وٺي ڀڳو ۽ وڃي پير پٺي جي درگاهه ۾ لڪو.

شاهه بيگ ارغون آسانيءَ سان اچي سنڌ جي تخت تي قبضو ڪيو، ۽ اهڙيءَ طرح سڄي سنڌ مرزا شاهه بيگ ارغون جي تسلط هيٺ آئي. مرزا صاحب قاضي قاضن پنهنجي مرشد ياسي ۽ طرفدار جي سفارش تي، گهڻن ماڻهن کي امن ڏنو، ۽ آخر ۾ قاضي قاضن کي بکر جو قاضي مقرر ڪري نوازيائين.

ان وقت کان وٺي، سنڌ تي مخدوم محمد ميران جونپوري جي نظريہ سياست جي مجيندڙ جو تسلط قائم ٿي ويو ۽ سنڌ جي قومي سياست جي حامين کي، آهستي آهستي ختم ڪيو ويو. دريا خان لنگهي جي لڙائيءَ ۾ شهيد ٿي چڪو هو، ان کان پوءِ سندس ٻہ پٽ پڻ باغبان جي پر واري لڙائيءَ ۾ مارجي ويا.

مخدوم بلاول جنهن جي اخلاقي همدردي ان تحريڪ سان هئي، ان کي ڪنهن بهاني تي سرڪاري طرفدار مولوين کان فتويٰ وٺي گهاڻي ۾ پيڙائي شهيد ڪرايو ويو. سيد حيدر تي سخت نظرداري ڪرڻ لاءِ، ارغون گهراڻي وارن پنهنجي چانوٽي ڪٽي سن شهر ۾ رکي، اها نظرداري ان وقت تائين هلي آئي، تان جو سيد حيدر رحمة الله عليه تاريخ 4 شعبان 937هہ ۾ وفات ڪئي.

سنڌي قوميت جي بانيڪارن جي ڪمزور ٿيڻ ڪري، سنڌ ڌارين جي سياسي ۽ ذهني اقتدار هيٺ آئي، ۽ اهو سلسلو تقريباً ستر ورهيہ ڪن هليو. ان بعد سن 1000هہ مطابق 1591ع ۾ نواب خان خانان، اڪبر بادشاهہ جي حڪم موجب، اچي سنڌ کي فتح ڪري، دهليءَ جي مغل حڪومت سان ملائي ڇڏيو. ان وقت کان وٺي شهاهہ جهان بادشاهہ جي وچ جي حڪومت تائين، سڄي سنڌ دهلي حڪومت جي مقرر ڪيل نوابن جي هٿ هيٺ رهي. 1641ع کان وٺي 1651ع تائين تہ سنڌ ۽ ملتان جو گورنر خود اورنگزيب پاڻ رهيو.

انهيءَ وقت ميان آدم شاهہ ڪلهوڙو جو پيري مريدي هلائيندو هو، مڪاني طرح طاقت وٺڻ لڳو. هو بہ مخدوم محمد ميران جونپوري جي اصولن جو پوئلڳ هو. هن 1068هہ مطابق 1558ع ۾ وفات ڪئي، ۽ سندس جاءِ نشين ميان نصير محمد ڪلهوڙو ٿيو. سنڌ اگرچہ دهليءَ جي بادشاهن جي قبضي هيٺ هئي، ليڪن مڪاني اختيارن ۾ سنڌ جي گهڻو ڀاڱي تي، ميان نصير محمد پنهنجي طاقت گهڻي قدر وڌائي، جا آهستي آهستي وڌندي رهي، تان جو ميان يار محمد ڪلهوڙي کي دهليءَ طرفان خدا يار خان جو لقب مليو، ۽ ڪانئس پوءِ سندس پٽ ميان نور محمد کي بہ ساڳيو خطاب مليو ۽ بعد ۾ محمد شاهہ جي آخري ڏينهن ۾، کيس دهليءَ جي حڪومت طرفان سال 1135هہ مطابق 1722ع ۾، باضابطہ نواب مقرر ڪيو ويو. جنهن بعد سنڌ رڳو نالي خاطر دهليءَ جي زيردست رهي. ميان نور محمد جي وفات بعد سندس جاءِ نشين ميان غلام شاهہ ڪلهوڙي، انهيءَ قسم جو ٿورو گهڻو تعلق بہ دهليءَ سان ختم ڪري، پاڻ کي ۽ پنهنجي ملڪ کي، مڪمل طرح آزاد ڪري ڇڏيو. سندس تخت نشينيءَ جو سال 1168هہ مطابق 1755ع آهي ۽ اهوئي سال سنڌ جي آزاديءَ جو پهريون سال ٿيو.

ڪلهوڙن جي خاندان بعد ٽالپر گهراڻو سال 1158هه مطابق 1772ع ۾ مسند تي حڪمران ٿيو. انهيءَ گهراڻي جي دؤر ۾ به سنڌ غيرن جي دخل، قبضي ۽ تسلط کان آزاد رهي.

مخدوم بلاول رحمة الله عليه واري سنڌ جي قومي تحريڪ کان پوءِ، سنڌ جي اڪثر بزرگن سياسي ڳالهين کان گوشو اختيار ڪري، پنهنجي اندر اجارڻ ۽ اخلاقي اصلاح طرف توجهه ڏنو. مخدوم نوح رحمة الله عليه، شاهه عبدالڪريم رحمة الله عليه، سيد رڪن الدين، سخي هاشم شاهه وغيره انهيءَ پاليسي تي هليا. ليڪن شاهه صاحب جي ابتدا کان، وري نئون دؤر شروع ٿيو، جيئن مخدوم عبدالرحمان کهڙن وارو، شاهه عنايت صوفي سياسي اختلافن ڪري شهيد ڪرايا ويا هئا.

## 2. سنڌ کان ٻاهر جا سياسي، مذهبي رجحانات ۽ حالات ۽ انهن جو سنڌي زندگيءَ تي اثر

ڏهين صدي هجري مطابق 15 صدي عيسويءَ جي اوائل ۾ دهليءَ ۾ لوڌي گهراڻي جو راڄ هو. ان جي بادشاهه ابراهيم شاهه لوڌيءَ جي ڪمزوريءَ ڪري، سندس ڪن اميرن پنجاب جي حاڪم دولت خان سان صلاح ڪري، مرزا بابر کي (جو سلطان تيمور لنگ جي ڇهين پيڙهيءَ مان هو) هندستان تي ڪاهه ڪرائڻ لاءِ سڏايو. جنهن لڙايون لڙي 1526ع سال ۾ دهليءَ تي قبضو ڪري مغل سلطنتن جو پايو وڌو.

1530ع ۾ وفات ڪرڻ بعد ان جو پٽ همايون جاءِ نشين ٿيو، پر اهو گهڻو عرصو حڪومت سنڀالي نه سگهيو ۽ پٺاڻ گهراڻي جي بادشاهه شير شاهه کيس شڪست ڏيئي، دهليءَ مان 1540ع ۾ ڪڍي ڇڏيو. 15 سالن کان پوءِ هن ايران جي بادشاهه جي مدد سان وري هندستان جي حڪومت هٿ ڪئي ۽ هڪ سال جي حڪمرانيءَ بعد وفات ڪيائين. ان کان پوءِ سندس فرزند اڪبر چوڏهن ورهين جي ڄمار ۾ 1556ع ۾ حڪومت شروع ڪئي.

اڪبر گهڻي تجربي ۽ مکيه صلاحڪارن جي مشوري بعد هن راءِ تي پهتو ته، هندستان جيڏي، برصغير جي حڪومت صرف زور زبردستيءَ سان گهڻي وقت تائين هلائي ڪانه سگهبي. ان ڪري ضرورت ان ڳالهه جي هئي ته ڪنهن نظريي جي بنياد تي، آئين تاهي حڪومت هلائي وڃي. انهيءَ خيال سان هن پنهنجي صلاحڪارن جي مشوري سان حڪومت لاءِ پاليسي ۽ پروگرام مقرر ڪيو، جنهن جا مکيه جزا هيٺيان هئا:

1. برصغير هندستان جي مختلف مذهب رکندڙ باشندن ۾ يڪجهتي ۽ اتحاد آڻڻ لاءِ،

اهو اسر ضروري هو تہ، اتي جي رهاڪن جي مذهبي اختلافن کي دور ڪري، ڪن متحد اصولي بنيادن تي ڪيـن گڏ ڪجي.

2. اهڙيءَ طرح ڪيـن هڪ متحد قوم بڻائي، ڪاروبار حڪومت ۾ شامل ڪري، گڏيل جوابدارايءَ سان ملڪي ڪم هلائجي.

3. حڪومت هلائڻ لاءِ، هڪ عوام پسند آئيـن جو هئڻ ضروري آهي.

4. هندستان جي حڪومت جي خارجي پاليسي مذهبي خواه سياسي ڳالهين ۾ بيروني اثرن کان آزاد رکجي.

اها ڳالهہ ظاهر هئي تہ هندستان ۾ جتي 25 يا 30 ڪروڙ ماڻهو رهندڙ هجن، اتي بہ تي ڪروڙ مسلمان، سي بہ ذاتي تعصبن ۽ خود مطلبين ۾ ورهايل. گهڻي وقت تائين، فقط طاقت جي زور تي غير مسلم رعيت جي رضامنديءَ کان سواءِ، حڪومت هلائي ڪيـن سگهندا. تنهن ڪري حالتن جي تقاضا اها هئي تہ پائيدار حڪومت بڻائڻ لاءِ، هڪ اهڙي پاليسي اختيار ڪرڻ گهرجي هئي، جنهن ۾ هندو مسلم گڏجي باهمي مشوري سان حڪومت هلائيـن. تجربي اڪبر کي محسوس ڪرايو تہ انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ ۾ وڏي رنڊڪ جهڙي ڳالهہ مختلف مذهبن جا اختلاف هئا. تنهن ڪري هو انهن اختلافن کي دور ڪري ڪن بنيادي اصولن تي هندستان جي باشندن کي آڻڻ واسطي طريقا سوچڻ لڳو. انهيءَ مقصد جي حصول لاءِ چشتي طريقي جي بزرگن (جي مسئلہ وحدت الوجود (همہ اوست) عقيدي جي قائل هئڻ ڪري، مذهبي تعصب کان آزاد هئا) ۽ ملا مبارڪ سنڌي ۽ ان جي ٻن فرزندن ابوالفضل ۽ فيضي کان ڪيس گهڻي مدد ۽ رهبري ملي. انهي ئي مقصد خاطر هن هندستان جي مکيہ مذهبن جا قابل عالم پاڻ وٽ گهرائي، هندستان ۾ هڪ خيال ۽ هڪ عقيدي جي مسئلي تي غور ۽ فڪر ڪرڻ لاءِ ڪين ڪٺو ڪيو. سندس دربار ۾ مسلمان، عيسائي، هندو ۽ پارسي مذهبن جا عالم، پادري، پنڊت ۽ مريد اچي گڏ ٿيا. جن جي مشوري بعد هڪ گڏيل خيالن جو مذهب ايجاد ڪيو ويو، جنهن تي "دين الاهي" نالو رکيو ويو ۽ آهستي آهستي ڪري انهيءَ جي تبليغ شروع ڪئي وئي. انهن سيني ڳالهيـن مان سندن مقصد اتحاد هند هئو. انهيءَ مطابق بادشاهہ جي روحاني پيشوا جي عقيدي کي جاري ڪرڻو پيـن. انهيءَ تجويز پٽاندر هندستان جي سيني رهاڪن کي هڪ يڪي قومي شيرازي ۾ آڻڻ جو مقصد رکيل هو. ان ڪري ملڪ جي حڪومت جي ڪاروبار ۾ بنا تميز، مذهب ۽ عقيدي جي، هرهڪ باشندي کي، شريڪ ڪرڻ جو اصول قبول ڪيو ويو. جنهن ڪري ڪيترا هندو، وزير يا گورنر

جهڙن اعليٰ عهدن تي مقرر ڪيا ويا. هندن سان سڳانڍپ (اُنا ڪنهن جي مذهب بدلائڻ جي) جو رواج وڌو ويو. حڪومت جو ڪاروبار بجاءِ اسلامي شريعت جي ”آئين اڪبري“ مطابق هلائڻ شروع ڪيو. اهڙيءَ طرح سان خود مسلمانن جي مذهبي معاملن ۾ پاڻ ڪي، عراق ۽ بخارا جي اثر کان آزاد ڪري، مذهبي رهبريءَ جو مرڪز هندستان اندر قائم ڪيو ويو. بادشاهه جي رهبريءَ هيٺ انهيءَ تجويز جو لازمي نتيجو اهو نڪتو ته، اسلام جي بنيادي اصولن طرف توجهه گهٽو ڏنو ويو ۽ ان جي فروعاتي مسئلن طرف گهٽ توجهه ٿيڻ لڳو. ڪيترن مسلمان عالمن کي خوف پيدا ٿيڻ لڳو ته ان پاليسيءَ ڪري اسلام دين، منظم جي حيثيت وڃائي ويهندو. ازانسواءِ عالمن جو هڪ گروهه، جو گهڻي وقت کان اڳين مسلمان حاڪمن يا خود مغلن جي حڪومت ۾، ملڪي ڪاروبار جو روح روان ۽ عدالتي کاتي جو مکيه هلائيندڙ هو، سو پنهنجي طاقت ۽ اقتدار کي گهٽ ٿيندو ڏسي، ناراض ٿيڻ لڳو. اهڙيءَ طرح سان مسلمان، جو اڳي سموري حڪومتي ڪاروبار جو عملدار هو، سو پاڻ سان هندن کي (جن کي هن وقت تائين رعيت سمجهندا هئا) شريڪ ٿيندو ڏسي، پڻ ناراض ٿيو. اگرچه ظاهر ۾ هو مٿان مقرر ٿيل پاليسيءَ مطابق ڪم هلائيندا رهيا، ليڪن انهن ٻنهين گروهن پنهنجي وڃايل اقتدار کي وري حاصل ڪرڻ لاءِ، حڪومت جي انهيءَ پاليسيءَ جي برخلاف سازش شروع ڪئي ۽ پروپيگنده ڪرڻ لڳا. جنهن جا مکيه جزا هيٺيان هئا:

1. اڪبر بادشاهه جي دين الاهي واري تحريڪ ۽ هندستانين جي متحده قوميت لاءِ ڪوشش سبب اسلامي شريعت جي ڪمزور ٿيڻ جو امڪان هو، ۽ ان ڪري مسلمانن جي جداگانه هستي ختم ٿيڻ جو انديشو هو.
2. غير مسلمانن کي حڪومتي ڪاروبار ۾ شريڪ ڪرڻ ڪري منجهن برابري ۽ همسري جو مادو پيدا ٿيندو ۽ مسلمانن جو اثر ۽ رعب مٿن لهي ويندو ۽ غير مسلمن جو حوصلو وڌي ويندو.
3. اسلام کان سواءِ ٻين مذهبن جي سچ تي هئڻ کي تسليم ڪرڻ، اسلام جي ترقي ۽ واڌاري ۾ رڪاوٽ وجهندو. ان ڪري اسلام جي دين مڪمل ۽ آخري هئڻ جي دعويٰ ٽٽي پوندي.
4. خدائي آئين (قرآن) ۽ دستور سنت جي هوندي، ڪنهن قومي آئين کي لاڳو ڪرڻ، اسلام جي ديني نظام قائم ڪرڻ جي برخلاف آهي.

انهن ٻنهي گروهن جي باوجود، اڪبر ۽ جهانگير جي دؤر حڪومت ۾ گهٽو

ڪجهہ ٿي سگهيو. مگر آهستہ آهستہ انهن مذهبن مهندارن ۽ مسلم امير طبقي جي ڪوشش هٿي وجي هنڌ ڪيو ۽ خود مغلن جي شاهي گهراڻي ۾ ٻہ گروهہ ٿي پيا.

شريعت نظام جي طرفدارن جڏهن ڏٺو تہ چشتي طريقي واري مسئلي وحدت الوجود سندن سياسي اقتدار ۽ اثر کي هڪ طرف ڪمزور ڪري ڇڏيو هو تہ ٻئي طرف ماڻهن تان شرعي احڪامن جي پابنديءَ ۽ ديني دستورن جا اثر گهٽ ٿيڻ لڳا هئا، جنهن ڪري سندن غلبي اسلام ۽ شرعي حڪومت جا خواب بنا تعبير جي رهجي ٿي ويا، سي فڪر ڪرڻ لڳا تہ وحدت الوجود جي مقابلي ۾ ڪو موزون فلسفو هٿ اچين تہ انهيءَ تي پنهنجي تجويزن ۽ پاليسيءَ جو بنياد رکي، پنهنجن ارادن ۾ ڪامياب ٿي سگهن. بالآخر اڪبر بادشاهہ جي حڪومت جي پڇاڙيءَ ڌاري، دهليءَ ۾ هڪ وڏو عالم، صاحبِ شريعت ۽ تقويٰ جو بزرگ پيدا ٿيو، جنهن جو نالو خواجہ باالله هو ۽ هو نقشبندي طريقي جو مرشد هو. دهليءَ جي اميرن ۽ علماءِ دين هن جي تقويٰ ۽ تقدس جي شهرت جو فائدو ورتو، هن جي چوڌاري گڏ ٿي پنهنجي تجويزن کي مڪمل ڪرڻ گهريو. انهيءَ وقت هن صاحب جي خدمت ۾ هڪ نوجوان خواجہ احمد فاروقي حاضر ٿي سندس فيض مان فيضياب ٿيو. هن جي اچڻ کي غنيت سمجهي، مٿين گروهہ انهيءَ طرف پنهنجو توجهہ ڪيو. اهو صاحب ٿوري وقت ۾ ترقي ڪري امام رباني مجدد الف ثاني جي لقب سان مشهور ٿيو ۽ انهيءَ سان احياءِ دين (دين کي وري اوج تي آڻڻ) جون اُميدون وابستہ ڪيون ويون. هن صاحب مسئلہ وحدت الوجود جي مقابلي ۾ وحدت الشهود جي نظريي کي پيش ڪري شريعت اسلام کي ضعيف ۽ خاتمي کان بچائڻ جي ڪوشش ڪئي. امام رباني جي طريقيڪار ۽ نظريي مان جهانگير بادشاهہ کي سندن طريقهي حڪومت ۽ پاليسيءَ جي برخلافيءَ جا ڪي شڪ پيدا ٿيا، جنهن ڪري ڪيس ٻہ سال ڪن نظربند رکيائين، ليڪن آخر ۾ آزاد ڪيائينس.

شاجهان جو سمورو توجهہ ملڪ جي اڏاوت ۽ سينگار تي صرف پي ٿيو، جنهن ڪري هو ملڪ ۾ پيدا ٿيل سياسي اختلافن طرف گهڻو ڌيان نہ ڏيئي سگهيو. نتيجو اهو نڪتو تہ خود سندس پٽن ۾ ٻن راين جا خيال پيدا ٿيا پيا ۽ ساري دربار ۽ امير طبقو انهن گروهن ۾ ورهائجي ويا. شهزادو دارا شڪوه، حضرت چشتي، ميان مير سنڌي، بزرگ سرمد شهيد ۽ هندو يوگين جي صحبت ۽ اثر ڪري مسئلي وحدت الوجود جو پوئلڳ ٿي پيو. تنهن ڪري اڪبري سياست قائم رکڻ جو حامي هو. ٻئي طرف وري شهزادو اورنگزيب مسئلہ وحدت الشهود جي پيروي ۾ علماءِ دين ۽ مسلم اميرن جي ڪثرت جي سياسي نظريي جو حامي بڻجي پيو. انهيءَ نظريہ سياست جا مکيہ جزا هيٺيان هئا:

1. هندستان جي مختلف مذهبن جي پيروڪارن کي ڪنهن هڪ تجويز جي بنياد تي گڏي، متحده قوم بنائڻ جو خيال ناقابلِ عمل ۽ شريعت اسلامي جي خلاف هو، ان ڪري صحيح سياست جي تقاضا اها هئي ته مسلمانن جي جدا قومي حيثيت برقرار رکي انهيءَ جي تحفظ، تنظيم ۽ ترقيءَ لاءِ هر ممڪن طريقي سان ڪوشش ڪئي وڃي.
2. اهو تڏهن ٿي سگهندو، جڏهن مسلمانن جي جماعتي زندگيءَ کي نئين سر شريعت اسلام جي نظام موجب هلائي، انهن کي صحيح مسلمان بڻايو وڃي. ان لاءِ شريعت اسلام جي هر حڪم جي عملي پابنديءَ جو لاڳو ڪرڻ ضروري ۽ مسلمانن جي سياسي، اخلاقي ۽ مذهبي اصلاح ڪرڻ لازمي هئي.
3. حڪومت کي قومي سياسي نظريي (آئين اڪبري) جي بنياد تي هلائڻ جي عيوض شريعت اسلام جي طريقي تي هلايو وڃي.

جنهن جو لازمي نتيجو اهو نڪرڻ وارو هو، ته حڪومت جي پاليسي مقرر ڪرڻ جي واڳ ديني عالمن جي هٿ ۾ اچڻ واري هئي. هندو امير طبقي جڏهن مسلمان اميرن ۽ عالمن کي غلبه اسلام جي تحريڪ کي زور وٺائڻ جي ڪوشش ۾ محوَ ڏٺو ته انهن ۾ به هن جي رِدعمل طور هندو اقتدار کي نئين سر زندهه ڪرڻ ۽ زور وٺائڻ جي هلچل شروع ٿي. مرهٽن ۽ راجپوتن ان ۾ خاص دلچسپي ورتي، شيوا جي انهيءَ هلچل جو مکيه اڳواڻ هو.

آخرڪار امير ۽ عالم طبقي جي منصوبن هٽي وڃي هنڌ ڪيو ۽ سن 1067ھ مطابق سن 1658ع ۾ شاهجهان جي بيماريءَ وقت اورنگزيب پيءُ کي قيد ڪري پاڻ حڪمران ٿيو. دارا شڪوهه ۽ ٻين ڀائرن کي مارائي ڇڏيائين. انهيءَ سلسلي ۾ سرمد صوفي کي به قتل ڪرايائين، جو دارا شڪوه جو طرفدار هو. اورنگزيب تخت تي ويهڻ شرط رٿيل پاليسيءَ مطابق مسلمانن جي جدا قوميت جي اصول جي بنياد تي، حڪومت کي خاص طرح مسلمانن جي هٿن ۾ آڻڻ جي پاليسي اختيار ڪئي.

شريعت اسلامي جي تجديد جي سلسلي ۾ فتويٰ عالمگيري ٺهيو. تبليغ اسلامي شروع ٿي ۽ هندن سان حاڪم محڪوم وارو برتاءُ ٿيڻ لڳو. هر معاملي کي ملڪ ۽ هندستانين جي نقطهءِ نگاهه بجاءِ مسلماني نقطهءِ نگاهه سان ڏسڻ شروع ٿيو.

اورنگزيب شخصي طرح پرهيزگار، عالم ۽ متقي هو، پر سندس طرفدارن اهڙي پاليسي اختيار ڪئي، جو ملڪي سياست مذهبي رنگ ۾ رڱجي ويئي ۽ تعصب وڌندو ويو، جنهن ڪري انهيءَ پاليسيءَ جي رِدعمل ۾ مرهٽن بغاوت ڪئي ۽ راجپوتن ۾ ناراضپو پيدا ٿيو.

## 3. سنڌ جي اندر ٻاهر وارن سياسي ۽ مذهبي نظرين جو سنڌ تي اثر

ٻارهين صدي هجري جي اول ۾، شاهه صاحب جي پيدائش جي وقت ڏاري جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي. سنڌ تي ٽن سياسي نظرين جو اثر هو ۽ ڪيترائي ماڻهو انهيءَ رجحانات جا هئا.

ٽن ٽن سياسي نظرين جو اثر هو سي هيٺيان هئا:

1. سنڌ جي جدا قوميت ۽ خود ارادي، سياسي اقتدار ۽ ترقيءَ جو نظريو.
2. هندستان جي متحده قوميت، اقتدار ۽ ترقيءَ جو نظريو.
3. مسلمانن جي جدا قوميت، مذهبي نظام، اقتدار ۽ ترقيءَ جو نظريو.

### 1. سنڌ جي جداگانه قوم جو نظريو

انهيءَ خيال جا ماڻهو ته سنڌ ۾ گهڻي وقت کان پئي رهيا: اهو انهيءَ جذبي جو ئي جو اثر هو، جو سنڌ جي حاڪم ڏوڏي سومري سڄي قوم سوڍو دهليءَ جي حاڪمن جي برخلاف لڙڻي فنا ٿيڻ قبوليو، ليڪن آڻ نه مڃي، جيتوڻيڪ اندروني اختلاف هوندي دهليءَ جي حاڪمن جي زبردست طاقت اڳيان هو سٽ جهلي ڪين سگهيو، ته به سنڌ جي سرزمين تي پنهنجي بهادريءَ ۽ حب الوطنيءَ جو اهڙو غير فاني مثال ڇڏي ويو، جو اڃا تائين ڳوٺن ۾ سندس ڪهاڻيون ڀٽ ۽ مڱڻهار ڳائيندا ٿا رهن.

سومرن کان پوءِ حڪومت سمن جي هٿ ۾ آئي، جي پنهنجي ابتدائي دؤر ۾ دهليءَ جي حاڪمن جي اثر هيٺ هئا، پر هو آهستي آهستي سندن آخري حاڪمن جي حڪمراني ۾ اندروني آزادي حاصل ڪري چڪا هئا. انهيءَ دؤر ۾ سنڌ اندر علم، هنر ۽ سلامتيءَ جي واڌاري ڪري سنڌين ۾ سندن زبان، تهذيب، تمدن جي ترقيءَ ۽ سياسي آزاديءَ جو جذبو پيدا ٿي چڪا هئا.

ڄام نظام الدين جي عام ۾ شهرت ۽ مقبوليت جو وجهه وٺي، سندس وزير دريا خان سنڌ جي قومي تحريڪ جي سرپرستي ڪئي. مخدوم بلاول رحمة الله عليه جهڙي زبردست عالم ۽ پير طريقت سندس ٻن خليفن سيد حيدر رحمة الله عليه ۽ مخدوم ساهڙ (جنهن جو شاهه رڪن الدين جي معرفت متياري ساداتن تي اثر پيو) سميت انهيءَ تحريڪ جي واڌاري لاءِ خاص دلچسپي ورتي/سندن ساري تحريڪ جو بنياد هيٺين مکيه ڳالهين تي هو:

1. ڪين تاريخ اسلام جي مطالع ۽ ذاتي تجربي مان بخوبي معلوم ٿي چڪو هو ته، ملڪ جي حاڪمن جي سياست هميشه خودغرضي ۽ طبقاتي مفاد جي بنياد تي پئي هلي آهي.

عوام جي اڪثريت کي ڪڏهن بہ ان مان فائدو نہ پهتو آهي، تنهنڪري عام ماڻهن هميشه حڪومت کي ناپسنديده نگاهن سان ئي ڏٺو آهي. اسلام جي واڌاري ۽ ساري انسانذات جي سڌاري جهڙا وڏا مقصد، حاڪمن جي حڪومت جي ذريعي حاصل ڪرڻ خام خيال هو. اهو ڪم بهتر نموني تي درويشن ۽ عالمن جي تزڪيہ نفس ۽ اخلاقن جي درستيءَ واري تعليم ذريعي زياده آسانيءَ سان حاصل ٿي سگهندو، ان ڪري هنن سياست کي مذهب کان الڳ رکڻ مناسب ٿي سمجهيو.

2. سنڌ جي زبان، تهذيب، تمدن ۽ سياسي آزاديءَ جي حفاظت ۽ بچاءَ لاءِ، اهو امر نهايت ضروري هو تہ سنڌ جي جملي باشندن جي بنا تميز مذهب جي، انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ، همدردي ۽ مدد ورتي وڃي، تنهن ڪري سنڌ جي رهاڪن کي هڪ قوم ڪري شمار ڪرڻ ضروري هو.
3. هر اها سياسي تحريڪ جا مذهب جي نالي ۾ هلائي ويندي، خصوصاً ان وقت مخدوم محمد ميران جونپوري جي هلايل "مهدوي" هلچل جيڪا ڪم و بيش اڄڪلهہ جي پشن اسلامزم جي تحريڪ جا جزا پاڻ ۾ رکندڙ هئي، سا سندس نظر ۾ سنڌي مفاد لاءِ نقصانڪار هئي. ان ڪري اسلام جي نالي ۾ هشيار طاقتور مسلمان حاڪمن، قومن ۽ تهذيبن جو تسلط ۽ اقتدار سنڌ تي قائم ٿيڻ جو امڪان هو.

## 2. هندستان جي متحد قوميت جو نظريو

هندستان ۾ آيل مسلمان درويش ۽ بزرگ ابتدا کان وٺي ٻن رابن ۽ گروهن ۾ ورهايل هئا:

هڪڙا: مذهب ۽ سياست کي اسلام جي اصولن موجب ڌار شيءِ نہ سمجهي، انسانذات جي ترقيءَ ۽ فلاحي شريعت اسلام جي ذريعي حاصل ٿيڻ ۾ اعتماد رکندا هئا، تنهن ڪري شريعتي حڪومت جي لاڳو ڪرڻ جا حامي هئا.

ٻيا: مذهب کي سياست سان گڏي هلائڻ جي پاليسيءَ کي اسلامي تاريخ ۾ ناڪامياب ٿيندو ڏسي ۽ ان مان جي عوام کي نقصان پهتا هئا، انهن کي مدنظر رکي مسلمانن جي مذهبي اعتقادات کي سياست کان الڳ رکڻ جي فائدي ۾ هئا. انهن کي معلوم هو تہ خود خلفاءِ راشدين جي تسليم شده بهترين دؤر حڪومت ۾ اندروني اختلافن ڪري ٽي خليفا قتل ٿيا. ڪربلا جو واقعو انهيءَ پاليسيءَ جو نتيجو هو، بني اميہ ۽ بني عباسين جا باهمي جهڳڙا، خونريزيون ۽ عربن جون ٻيون خانہ جنگيون انهيءَ پاليسيءَ جي غير مفيد ثابت هئڻ لاءِ ڪافي دليل هيون.

ازانسواءِ خود اسلام جي تخيل نسبت مسلمانن ۾ اختلاف پيدا ٿي چڪو هو. انهن مان ڪي ان راءِ جا هئا ته اسلام جو اصل مقصد يعني: انسانذات جي ترقي ۽ فلاح حاصل ٿي تي ڪين سگهندو، جيستائين ان کي منظم دين ڪري، هڪ جداگانه ملت جي آئين (جوڙجڪ) طور نه هلايو ويندو. انهن جي نظر ۾ مسلمان هڪ چونڊيل قوم هئا ۽ اسلام انهن جي رهبريءَ جو قانون هو.

ٻين جي راءِ موجب اسلام دين فطرت، دنيا جي سڀني مذهبن جو نچوڙ ۽ انسانذات لاءِ بنا ڪنهن تميز ملڪ، نسل قوم، لباس، زبان ۽ مذهب جي هڪ بهترين لائحه عمل (دستور) ۽ طريقه زندگي هو. ان ۾ تنگ خيالي تعصب ڪي ڪا جاءِ نه هئي. اسلام جي دائري کي ڪنهن گروهه يا فرقي ۾ محدود ڪرڻ سندس بنيادي اصولن جي برخلاف هو.

انهن "فاينما تو لوافثم وجهه الله" جي مطابق هر هنڌ انهيءَ بنيادي حق (اسلام) جا ترورا ڏٺا ٿي. تنهن ڪري مسئله وحدت الوجود جي ماتحت عملي سياست کان علحدا ٿي آواز حق بلند ڪرڻ لڳا.

خواجه معين الدين اجميري انهيءَ گروهه جي مکيه ڪارڪنن مان هو. اڪبر بادشاهه انهيءَ گروهه جي اثر هيٺ اچي هندستان جي متحده قوميت جي نظريي کي، ڪن بنيادي اصولن جي ماتحت عمل ۾ آڻڻ لاءِ ڪوشش ڪئي. سندن ساري تجويز جو نچوڙ هيٺيون ٿي سگهي ٿو.

1. جنهن صورت ۾ دنيا جي اڪثري مذهبن جي بنيادي اصولن پٽاندر هندستان جي رهاڪن کي هڪ ٻئي جي نزديڪ آڻي هڪڙيءَ ڏوريءَ ۾ پوئي، متحد قوم بنائڻ ضروري هو، هنن جي خيال موجب خود اسلام به انهيءَ مقصد لاءِ آيو هو. خدا کي مڃڻ، سڀني پيغمبرن ۽ ان جي ڪتابن تي بنا ڪنهن فرق جي ويساهه آڻڻ، حيات بعد الممات (موت کان پوءِ جي حياتي)، جزاءِ اعمال (ڪيل علمن جو ڦل)، چڱن ۽ نيڪ ڪمن ۾ اعتبار ڪرڻ، ماڻهن جي وچ ۾ سياسي، اقتصادي ۽ معاشرتي عدل ۽ انصاف قائم ڪرڻ اسلام جا بنيادي مقصد هئا. انهن مان ڪابه ڳالهه اتحاد- هند کان روڪيندڙ نه هئي.
2. هنن جي راءِ اها هئي ته جيڪڏهن اسلام کي منظم دين ۽ مسلمانن کي هڪ جداگانه ملت جي صورت ۾ قائم رکيو ويندو ته هن جو عالمگير ۽ بين الاقوامي جذبو ۽ ڪشش فنا ٿي ويندي ۽ اهو هڪ فرقي جي محدود دائري ۾ بند ٿي پوندو. هندستان جهڙي ملڪ ۾ جتي گهڻو تعداد غير مسلمانن جو هو، اهڙي

پاليسي اختيار ڪرڻ ڪري خود اسلامي مقصدن جي تبليغ، فروغ ۽ ترقيءَ ۾ رنڊڪ پئجي ويندي، سندن خيال ۾ فصل (جدائي) کان وڌيڪ وصل (ميلاپ) جي ذريعي گهڻو فائدو حاصل ٿيڻ وارو هو.

3. هنن جي راءِ موجب مذهب ۽ سياست کي گڏي هلائڻ ملڪ ۽ ماڻهن کي فائدي جي بدران نقصان پهچائيندو. هڪ طرف سياست ملن مولوين جي تعصبن، ذاتي ڪاوشن (دشمنين)، خودغرضين ۽ اختلاف راءِ جو آکاڙو بنجي پوندي، ته ٻئي طرف وري مذهب انسانن ۾ محبت بدران، زور ۽ زبردستي بغض ۽ عداوت پيدا ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو ويندو. ان کي اهل سياست جي، ذاتي ۽ طبقاتي مفاد لاءِ اوزار ڪري ڪتب آڻڻ جو انديشو رهندو. جنهن جي رِدعمل ڪري مذهب جو نالو بدنام ٿيندو ۽ سندس جاذبيت جو مادو گهٽ ٿيندو.

4. حڪومت عوام جي ڀلي لاءِ هئڻ گهرجي، نه ڪنهن خاص طبقي، گروهه يا قوم جي مفاد لاءِ، جيئن ته غير مسلم هندستان ۾ تمام گهڻا هئا. ان حالت ۾ حڪومت کي صرف مسلمانن جي قبضي ۽ اثر هيٺ رکڻ ۽ سندن مذهبي پاليسيءَ موجب هلائڻ، حاڪم ۽ محڪوم جو فرق رکڻ انصاف، عدل ۽ اسلامي اصولن جي عين برخلافي هئي. تنهن ڪري هنن آئين اڪبري ناهي، حڪومت ۾ هندومسلمانن کي شريڪ ڪري، ڪاروبار هلائڻ پسند ڪيو.

سنڌ ۾ مغلن جا گورنر، انهن جا همدرد ۽ صوفي حضرات ان نظريي جا پوئلڳ هئا.

### 3. مسلمانن جي جداگانه قوميت جو نظريو

جيئن مٿي ڏيکاري آيو آهيان، انهيءَ نظريي کي مڃڻ وارن جو به ابتدا کان وٺي، هندستان خواه سنڌ ۾ هڪ گروهه رهندو پئي آيو آهي. خلافت جو قيام، مهذبن ۽ مجددن جو پيدا ٿيڻ، شريعتي حڪومت ۽ غلبہ اسلام آڻڻ جون تجويزون، جهاد جا جذبا ۽ موجوده زماني جو پئن اسلامزم سڀ هڪ سلسلہ زنجير جون جدا جدا ڪڙيون آهن. جهڙيءَ طرح سان متحده قوميت جي نظريي خاص طرح شهنشاهه اڪبر جي ڏينهن ۾ زور ورتو، انهيءَ وقت ڌاري سنڌ جي سياست تي مخدوم ميران جونپوري جي مهدوي تحريڪ (جنهن ارغون ۽ ڪلهوڙن تي ڪافي اثر ڪيو ته ڏسجي) ۽ اورنگزيبي سياست جو اثر پيو. تنهن ڪري بهتر ائين ٿيندو ته اول مهدوي تحريڪ، جنهن جو روح روان سنڌ ۾ شاهه بيگ ارغون جي ڏينهن ۾ قاضي قاضن هو، تنهن جو مختصر احوال پيش ڪجي.

**الف: مهدوي تحريڪ**

هن تحريڪ جو باني سيد محمد جونپوري هو. جيڪو جونپور جي شهر ۾ 842هه ۾ پيدا ٿيو ۽ افغانستان جي ڳوٺ 'فراه' ۾ سن 911هه ۾ وفات ڪيائين. سيد صاحب زهد، تقويٰ ۽ درويشيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. هن صاحب ستن سالن تائين لاڳيتو ورد ۽ وظائف ڪيا، روزا رکيا ۽ هڪ گوشه نشين زاهد جي زندگي گذاري. چيو وڃي ٿو ته، انهيءَ عرصي جي دوران ڪيس هڪ ازغيبي آواز ٻڌڻ ۾ آيو ته "انت مهدي" اول ۾ هن آواز کي ڪا اهميت ڪانه ڏني. ليڪن جڏهن اهو آواز مسلسل ڪيترن ورهين تائين، سندس ڪنن ۾ گونجڻ لڳو، تڏهن هن کي يقين ٿي ويو ۽ پاڻ کي مهدوي ڪوٺائڻ لڳو.

هي نائين صدي هجري وارو زمانو هندستان اندر سخت بدامني ۽ طوائف الموڪي جو هو. روز بادشاهيون ٺهنديون ۽ ڊهنديون هيون، اهڙي ڪا مرڪزي حڪومت باقي نه رهي هئي، جا هندستان اندر مسلمانن جو شيرازو درست ڪري، دستور شريعت جاري ڪري سگهي. حق تي هلندڙ عالم دين گهٽ ٿي ويا هئا ۽ منجهن دنيا طلبي ۽ رياءُ گهر ڪري ويهي ويا هئا. جاهل پيرن جي عملن ڪري مسلمانن ۾ گمراهي ڦهلجڻ لڳي هئي. هي حال ڏسي سيد صاحب شريعت جي زنده ڪرڻ ۽ چڱن عملن جي ڪري سمجهو ۽ خلق خدا کي سنئين راه تي آڻڻ ۽ مسلمانن کي نظام شريعت مطابق هلائڻ جي ضرورت محسوس ڪئي، هن جي صداقت ۽ قلبي پاڪائيءَ هن جي آواز ۾ اهڙو اثر رکيو هو، جو ٿوري عرصي ۾ هزارها ماڻهو سندس معتقد ٿيا ۽ خود ڪيترن ملڪن جا والي به سندس مريديءَ جي دائري ۾ داخل ٿي ويا. سندس مريدن جا طرز عاشقانه ۽ والهانه انداز جا هئا، جنهن ڪري امير ۽ فقير، اعليٰ ۽ ادنيٰ سڀ هڪ صداقت مندي جي رسيءَ ۾ پوئنجي هڪ ٿي ويا. انهيءَ تحريڪ جا مکيه اصول هيٺيان هئا:

1. **هجرت ڪرڻ:** سندن چوڻ هو ته جيستائين ماڻهو وطن جي قيد کان آزاد ٿي، گهر ٻار جو آسانگو لاهي لڱ لاڳاپا ڇڏي، جماعت ۾ داخل نه ٿيو آهي، ان وقت تائين منجهانئس ڪا وڏي اميد رکڻ اجائي آهي. ان ڪري ان راه ۾ ترڪ وطن ضروري هو.
2. **ترڪ مال:** سندن رايو هو ته ٻي وڏي رنڊڪ انسان جي راه ۾ ڪيس اعليٰ ارادن ۽ ڪمن کان روڪڻ لاءِ مال ۽ ملڪيت جي محبت هئي ۽ سندن تحريڪ جي حلقي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ، اهو ضروري هو ته، هو پنهنجي ملڪيت تحريڪ جي ميمبرن جي حوالي ڪري ته اهي ان کي تحريڪ جي راه ۾ خرچ ڪن.

3. **جان جي قرباني:** انهيءَ تحريڪ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ اهو به ضروري شرط هو، ته سڀ لاڳاپا لاهي، خوف خطرا ڦٽا ڪري سر تريءَ تي رکي، مخالفن کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار ٿي وڃڻو هو. سندس اهو عقيدو هو ته نظام شريعت قائم ڪرڻ لاءِ طاقت جو هٿ ۾ هئڻ ضروري آهي. ان لاءِ زور زبردستيءَ ۽ تلوار استعمال ڪرڻ کان به نه ڪيٻائڻو آهي.

رواجي طرح لفظ مهدي جي معنيٰ "هدايت حاصل ٿيل" آهي ۽ انهيءَ نقطي نگاهه کان، هر مذهبي رهبر پاڻ کي انهيءَ نالي سان سڏائي سگهي ٿو. ليڪن مهديءَ جي نالي سان حديثن ۽ روايتن مطابق، خاص معنيٰ ۽ مطلب ڏنيا پئي ويا آهن ۽ ان لاءِ ڪي خاص ڪم به مخصوص ڪيا ويا آهن. جهڙوڪ: عيسائين ۽ يهودين سان جنگ، اسلام کي نئين سر زنده ڪرڻ (اسلام لاءِ جهاد) ڪعبي جي لڪل خزانن کي هٿ ڪرڻ ۽ ورهائڻ وغيره. ان ڪري مسلمان انهيءَ نالي کي رواجي طرح ڪتب آڻڻ جي برخلاف پئي رهيا آهن ۽ انهيءَ سبب ڪري عام مسلمانن ۽ عالمن ۾ سيد صاحب جي مخالفت وڌي ويئي. ان کان سواءِ سندن مريدن ۽ پوئلڳن به زياديءَ کان ڪم ورتي، ڪيئن مهدي آخر زمان سان تشبيهه ڏيڻ شروع ڪئي. مجدد ۽ مهدي مذهب اسلام جا نئين سر زنده ڪندڙ رهبر پئي تسليم ڪيا ويا آهن. سمجهيو ويندو آهي ته مجدد، هڪ هزار سالن گذرڻ بعد، جڏهن مسلمان مذهب کي وساري ڇڏيندا آهن ۽ مذهب ۾ ڪيئي بدعتون پئجي وينديون آهن، تڏهن مهدي پيدا ٿيندو آهي. ليڪن مهدي ڪم و بيش ساڳين مقصدن لاءِ، صرف هڪ دفعو پيدا ٿيڻ وارو آهي، جيتوڻيڪ انهيءَ دعويٰ سان اڄ تائين ڪيئي ماڻهو پيدا ٿي چڪا آهن. اهي تحريڪون موجوده زماني جي زبان ۾ پئن ــ اسلامزم جي تحريڪ سان تشبيهه رکندڙ ۽ هڪ ئي سلسلي جون ڪڙيون هيون، جن جو مکيه مقصد اهو پئي رهيو آهي ته، مسلمانن کي منظم ڪري دنيا تي اسلام جو غلبو آڻجي.

**ب: اورنگزيبي سياست**

مٿي ڏيکاري آيو آهيان ته، مهدي تحريڪ کان سواءِ سنڌ تي اورنگزيبي سياست جو گهڻو اثر پيو، ان لاءِ اهو ضروري آهي ته ان سياست جا بنيادي اصول بيان ڪيا وڃن، جن جي آڌار تي ان کي قائم ڪيو ويو هو.

1. هنن جو چوڻ هو ته جنهن صورت ۾ پيغمبر اسلام آخري نبي ۽ سندس مذهب مڪمل دين آهي، تنهن صورت ۾ انسانذات جي فلاح بهبود ۽ نجات صرف انهيءَ دين جي وسيلي حاصل ٿي سگهندي. اهو مقصد تڏهن حاصل ٿي سگهندو

جڏهن انهيءَ جي پوئلڳن کي خلافت يا اسلامي حڪومت جي ذريعي منظم ڪري غلبہ اسلام آندو ويندو. انهيءَ قوم جي رهبري لاءِ آئين قرآن شريف جي بنياد تي هئڻ گهرجي ۽ ان جي سمجهاڻيءَ لاءِ سنت نبوي ڪافي آهي. تنهن ڪري سياست کان مذهب کي جدا ڪري نہ سگهبو.

2. انهيءَ دين جي پوئلڳن يا ميمبرن کي دنيا جي ٻين قومن کان جدا نسل، زبان، رنگ ۽ جاگرافي جي اختلافن جي ويچي بنا، اعتقادن تي، هڪ ڌار قوم يا ملت ڪري رکيو آهي. انهيءَ قوم يا موجوده زماني جي زبان ۾ "پارٽي" جي تنظيم، اصلاح ۽ ترقيءَ ۾ دنيا جي تعمير ۽ ترقيءَ جو راز سمايل آهي. تنهن ڪري قومن جي اڳواڻي، رهبري ۽ حڪومت جو حق صرف انهيءَ کي ئي آهي ۽ ٻي ڪنهن قوم يا جماعت کي ملڪي معاملن ۾ دخل اندازيءَ يا شموليت جو حق نہ هئڻ گهرجي. اهو نظريو فسطائيت جا جزا رکندڙ هو.

3. سندن نظر ۾ اسلام جا عالمگير اصول، عملي دنيا ۾ ڪا خاص صورت اختيار ڪري ڪين سگهندا، جيستائين انهن جي فروعات تي گهڻو توجهہ نہ ڏنو ويو آهي. جهڙيءَ طرح ڪنهن بہ ملڪ جو آئين (ڪانسٽيٽيوشن) تڏهن ڪارگر ٿي سگهندو آهي، جڏهن ديواني ۽ فوجداري ڪاروبار هلائڻ لاءِ قاعدا ۽ قانون ناهي، ان تي عمل ڪيو ويندو آهي. تنهن ڪري فروعات دين يعني شرعي قانون تي توجهہ ڏيڻ ازحد ضروري آهي. انهن جي ئي ذريعي اصول دين جي حفاظت ٿي سگهي ٿي ۽ مسلمانن جي ترقي پڻ ٿيندي.

4. سندن اهو رايو هو تہ، جنهن صورت ۾ اسلام مڪمل دين آهي ۽ ان جا پوئلڳ جدا قوم ۽ هڪ خاص نصب العين جا مالڪ آهن ۽ ان حالت ۾ انهن لاءِ، آئين بہ خاص ۽ جدا هئڻ جي ضرورت آهي، انساني عقل خام ۽ اڻپورو آهي، انهيءَ ڪري اهڙيءَ خاص قوم لاءِ آئيني جوڙجڪ سواءِ الهامي ڪتاب جي، جو قرآن جي صورت ۾، انساني هدايت لاءِ آخري سند ٿي آيل آهي، ٻيو ڪوبہ ٿي نٿو سگهي. اسلامي حڪومت جي رهبريءَ لاءِ قرآن، سنت نبوي، روايات خلفاءِ راشدين، مذهب ائمہ سنت ۾ ڪافي مواد ۽ ذخيرو موجود آهي. تنهن ڪري ڪنهن ٻئي قومي آئين ٺاهڻ جي ڪابہ ضرورت نہ آهي.

مختصر طور اورنگزيب جي ذهن ۾ اهي مسلمانن جي جداگانہ قومي نظريي جا بنيادي اصول هئا.

کهڙن واري ميان عبدالرحمان بزرگ جا قتل بہ انهيءَ سلسلي جي ڪڙي هئا.

ڳچيءَ ڳانا لوھ جا، زيرٻون، زنجير.

ھئي طرح چوي ٿو ته:

"سنهن جي آس اھا، ڪڏھين ڪيرائيندي ڪوٽ کي."

جڏھن سرتين، جيڏين ۽ پر وارين قومن کي آزاديءَ ۾ خوشحاليءَ جي زندگي گذاريندو ڏسي ٿو ۽ پنھنجي ملڪ ۽ ماڻھن کي غلام ۽ پنتي پيل ڏسي ٿو ته بي اختيار زبان مان نڪريو ٿو وڃيس ته:

"مون جيڏيون مليرِ ۾، ٿيون چوندن موڪ مھا."

شاھ صاحب سنڌ جي سھسين سينگارن، پلر جي پالوڻن، پٽن جي پاھن، ڪٿوريءَ خوشبوءِ، منداڻتن مينھن جو ته شائق ٿو ڏسجي ۽ سنڌ ۾ سڪار لاءِ خاص دعائون ٿو گھري. ڏڪارين ۽ موزين جي ڏيھ مان پاڙ پٽڻ جي پنيان آھي. جڏھن جڳ ۾ مانداڻن جي وار، اتر پار ڏي ڪڪر ڪارونڀار ۽ منداڻتن مينھن جي وسڻ جا ويس ڏسي ٿو ته، ھڪ انقلابيءَ وانگر خوش ٿئي ٿو. ڪيس خبر آھي ته مھانگو ميڙڻ ۽ پنجن مان پنڌرھن ڪرڻ وارا (چور بازاري) جلد ختم ٿيڻ وارا آھن ۽ سگھوئي ھاري ھر جو منيو ھٽ ۾ ڪري، ملڪ جي سياسي جمود واري زمين کي کيڙي، ان ۾ آزاديءَ جو ٻج پوکڻ وارا آھن. جلدئي سک جي ساوڪ ٿيندي، ڏولائي جا ڏينھڙا ويندا، سنگھار سکيا ۽ سناٻا ٿيندا.

شاھ صاحب جي باريڪ بين نظر سنڌين جا عيب به سندس اڳيان پڌرا ڪري ڇڏيا ھئا ۽ ڪيس انھن ۾ ھيٺيون خاميون ڏسڻ ۾ آيون.

١. احساس ڪمتري

ھن ملڪ ۾ ھيءَ عام چوڻي آھي ته "ولايت جي ڪھر سنڌ ۾ مينا". سا حقيقت شاھ صاحب ھوبھو اکين اڳيان ڏٺي. ان وقت سنڌ اندر ھر صديءَ ۾ ڌرتيءَ جي ڌٻڻ، سنڌونديءَ جي ڦيرن گھيرن، لوڏن ۽ سوڪن جي واقعات، آبپاشيءَ جي واقعات، آبپاشيءَ جي ذريعن جي پوري انتظام نه ھئڻ، بارش جي گھٽ ھئڻ، اندروني ۽ بيروني ڌاڙيلن جي حملن (پوءِ اھي حاڪمن طرفان ھئا يا ڌاڙيلن طرفان) حالتون غير تسلي بخش بنائي ڇڏيون ھيون.

شھري زندگي تمام ڇتي ھئي. ماڻھن جو گھڻو تعداد مال تي گذران ڪرڻ ڪري خانه بدوش زندگي گذاريندو ھو. آبادي به سدائين ساڳي زمين تي نه ھئڻ ڪري آبادگار پيا پٽ بدلائيندا ھئا. ان ڪري علم ۽ ٻيءَ ترقيءَ لاءِ سندن واسطي حالتون سازگار نه ھيون. ان جي مقابلي ۾ دھلي، گجرات ۽ پنجاب طرف حالتون مختلف ھيون. بارش گھٽي، آبادي جام، خانه بدوش زندگي گھٽ ھئڻ ڪري امن

امان وڏيڪ، شهري زندگيءَ جي زياده هئڻ ڪري اتي جا رهاڪو علم ۽ آسودگيءَ ۾ سنڌين کان وڏيڪ هئا. نتيجو اهو نڪتو ته، هر ٻاهران آيل ماڻهو سنڌ ۾ اچڻ بعد معتبر شمار ٿيڻ ۾ ٿي آيو، پنجاب جا پير افغانستان جا حملہ ڪندڙ، دهليءَ جا نواب تن جو ملڪ ۾ ڏاڪو ويهي ويو، اڪبر جي قومي سياست، اورنگزيب جي مذهبي پاليسي، مهدوي طريقت، دهليءَ جي نوابن جي طرز معاشرت، مغلن جي فارسي، سنڌ کي وڻ ويڙهيءَ جيان ويڙهي ويل هئي. "نئڊو صوبو ۽ سندس ننڍا دماغ"[1] ۽ "گڏهن ۽ اُٺن جي هلائڻ واري قوم"[2] جا طعنا سنڌين کي صرف هن وقت ڪونہ ٿا ڏيڻ ۾ اچن، پر ان وقت بہ وڏيرن ۽ مُلن جو ڪثير طبقو پاڻ وساري ويهي رهيو. سنڌي قوم جي تهذيب، زبان، آزاديءَ ۽ ترقيءَ جون ڳالهيون وسري ويون هئنِ.

شاهہ صاحب نهايت دردِ دل سان، اهي حالتون محسوس ڪيون ٿيون ڏسجن ٿو ته انهن کي نظر ۾ رکي سنڌين کي خطاب ڪيو اٿس تہ:

"اِيءَ نہ مارن ريتِ، جنسن سيڻَ مٽائين سُونَ تي."

وري ٻئي هنڌ چوي ٿو تہ:

"پکن جي پربتَ، ماڙين سين نہ مَٽيان."

2. ابن الوقتي

سنڌين ۾ ٻي وڏي خامي جي شاهہ صاحب ڏٺي هئي، سا هئي، سندس وڏيري ڪلاس جي "ابن الوقتي" هي مثال مشهور ٿي ويو آهي تہ:

"جيڪو واءُ لڳي ان کي سامهون ٿجي."

هتي جا وڏا ماڻهو ڍنڍ جي پکين وانگر، هميشه پاڻي يعني سُک سان ٻڌل هئا، جيڪو پاسو زور ڏسندا هئا، وڃي ان جو طرف وٺندا هئا. اصولن ۽ مقصدن خاطر جيئڻ ۽ مرڻ جي سُتي ئي ڪانہ پيل هين.

جيئن اڄڪلهہ جي حالت اها آهي تہ، جڏهن انگريزن جي حڪومت هئي تہ سنڌي وڏيرن، انهن جي غلاميءَ وارا لقب ۽ عزتون حاصل ڪرڻ ۾ فخر ٿي سمجهيو. هاڻ جڏهن هوا بدلي آهي ۽ گورن جي جاءِ ڪارن والاري آهي تہ اسان جا اهي ماڻهو وري هنن بدليل حاڪمن جي ڪنجڪ جهلڻ ۾ مشغول آهن. اهڙي ساڳي حالت شاهہ صاحب بہ ڏٺي ۽ ڏاڍو درد ٿيو ٿو ڏسجيس. اهڙي حالت ۾ چوي ٿو تہ:

هي منهن ڏيئي ٻنِ، تون وهہ ڪاني نہ مرين؟
سن جي ملير ڄائيون، تو سين سَگَ نہ ڪنِ،
تون ڪيئن منجهان تن، پاڻ ڪونائين مارئي!

(1) 1938ع ۾ سردار پٽيل چيو (2) لياقت علي خان 1948ع ۾ چيو.

ان وقت قحط الرجال ڏسي، ڪيس سنڌين جي قديم بهادري ۽ غيرت جا ڪم ياد اچن ٿا، سومرن جو مرندي مري وڃڻ پر غير سنڌي اقتدار اڳيان ڪنڌ نه نمائڻ. دريا خان جو پٽن سوڌو قربان ٿي وڃڻ، ليڪن خوشيءَ سان ڌارين جي غلامي قبول نه ڪرڻ. ڪيس هن شعر چوائڻ لاءِ مجبور ڪن ٿا:

اڄ نه اوطاقن ۾، تازا پنڊ ڪڪ،
آديسي اٿي ويا، پٺيءَ اُڏامي رک،
سامي ڪئي سنک، وڃائي واٽ ٿيا.

اهو مٿين طبقي جي ماڻهن جو حال هو، ليڪن جڏهن هن ڳوٺن جو سير ڪيو، عام غريب ماڻهن سان مليو، ماروئيءَ جي حب الوطني، سسئيءَ جي وفاداري، سهڻيءَ جي سرويچيءَ جا قصا ٻڌائين ٿي ته وري دل نئين لوڙهيائين ۽ چئي ٿي ڏنائين ته:

اڃا سي آهن، سزاوار سنگين جا،
وِيا وڃائين، جي سناسي سٽين.

٦. خانه جنگي

سنڌين ۾ شاهه صاحب ٿي وڏي خامي "نفاق" جي ڏٺي. بدوياڻه زندگيءَ جو اهو هڪ مکيه جزو ٿيندو آهي ته قبيلا قبيلن ۾، مائٽ مائٽن ۾ حسد ۽ اڻ سهائيءَ ڪري وڙهيا وتا هوندا آهن. خود مطلبي سندن زندگيءَ ۾ گهر ڪري ويهي وڃڻ ڪري، منجهانئن سيڪو سياري جي 'سَوَڙ' پيو پاڻ ڏانهن سوريندو آهي. جيتوڻيڪ بهادري ۽ قربانيءَ جو مادو گهٽ هوندو اٿن، پر "شير شاهه جو شڪرو گهر جا ڪکڙ ماري" وانگر سڀ اوزار پاڻ تي پيا آزمائيندا آهن. پنهنجي تي آيا رهندا، ڌارين تي همت ئي ڪانه ٿيندي اٿن ۽ انهن جي غلامي ڪرڻ تي فخر پيا سمجهندا آهن. انهيءَ ڳالهه سندن قومي شيرازو ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو هو. نه قوم ۾ اتحاد ۽ اتفاق رهيو هو ۽ نه وري متحده نصب العين ئي رهيو هئن. قومن جي هستي مقصدن جي قائم رکڻ سان رهي سگهي ٿي، اهڙين نفاق وارين حالتن کي ڏسي شاهه صاحب سنڌين کي هيئين طرح مخاطب ٿئي ٿو.

وڳر ڪيو وتن، پرت نه ڇنن پاڻ،
پسو پکيڙن، ماڻهان ميٽ گهٽو.

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:

"ڏڻ ڌارڻ ڌار رهڻ، اي نه سنگهارن سٽ."

وري جڏهن قديم اوج ۽ نفاق ياد پونس ٿا ته بي اختيار چيو وهي:

ڪٿا منجهه قرار، هٿا هيڪاندا سنگ ۾،
ڳاهي ڳاهه فراق جي، ڪيا ڏارون ڏار،
نجاٿا ٻيهار، ميلو ٿيندو سڄڻين.

٤. آرام طلبي

چوٿين خامي جا شاهه صاحب سنڌين ۾ ڏٺي، سا هئي سستي، ڪاهلي ۽ آرام طلبيءَ جي. هر ڪنهن مشڪلات کي منهن ڏيڻ کان پٺي ڪيايو. "سک جا سانگي" ٿيڻ جي عادت منجهن ويهي وڃي هئي. گذر به سکيو ملي، گهڻي تڪليف نه هجيس، ترقي به بنا مشقت جي حاصل ٿئي. آزادي به آسمان مان ڪڙڪي اچي، دوست به گهر ويٺي ملي، باقي پاڻ ڪوشش ڪونه ڪندا. هن جڏهن چوطرف نظر ڊوڙائي ته دنيا جون ٻيون قومون ۽ ملڪ ترقي ڪندا وڃن ٿا. هتي اجا سستي لڳي پئي هئي، نڪو ٿا پاڻ سڃاڻن، نڪو ٿا نصب العين مقرر ڪن، نڪو جفاڪشي ڪرڻ تي پاڻ کي هيرين. ماڻهن جون اهي حالتون ڏسي ڏاڍو ڏک ٿي ٿئيس ۽ چئي ٿي ڏنائين ته:

جڏهن ستيون جي، پٺر پير ڏکها ڪري،
تڏهن تنهين کي، سات سٺي ني ڇڏيو.

ٻئي هنڌ چوي ٿو ته:

غافل غفلت ڇوڙ، تون ڪيئن اتا سي اوجهرين،
ڇپاتا ڇڙهي ويا، وڃي پهتا توڙ،
نيٺن ننڊ اکوڙ، ورن ۾ واڪا ڪرين.

وري چوي ٿو ته:

رهين ۽ ويلا ڪرين، اي نه اڪند آهه،
سي لاڳاپا سپ لاهه، اوربان اياربن جي.

هن جيڪڏهن مٿي ذڪر ڪيل عيب ۽ خاميون سنڌين ۾ ڏٺيون، ته منجهن ڪي خوبيون به محسوس ڪيائين، جنهن ڪري خوش ٿي ٿيو ۽ اميدون ۽ آسرا پيدا ٿي ٿيس.

سنڌين جون خاص خوبيون جي ڪيس ڏسڻ ۾ آيون سي هيٺيون هيون.

1. حب الوطني

شاهہ صاحب سنڌين ۾ جي خوبيون ڏٺيون، تن مان پهرين سندن ديس سان پيار ۽ محبت هو. هن عام پٽن ۽ مڱڻهارن کان وطن لاءِ بهادريءَ سان ڪٽجي مرڻ وارو قصو ۽ ڪهاڻي، دودي سومري جي ماڻهن کي چاهہ سان ٻڌندي ڏٺي. شادين ۽ خوشيءَ جي موقعن تي مارئيءَ جي وطن ۽ مارن جي اڪير جا گيت، گهرن ۾ زالن ۽ ڳائيندڙن کان دلچسپي سان ڳائيندي ٻڌا. عام سنڌين جي ڳوٺن ۽ پٽن جي محبت جا داستان ٻڌائين ۽ ڏٺائين. هن ڏٺو ته سنڌ جا ماڻهو اڪثر وطن ڇڏي ٻين ملڪن ۾ وڃي گهڻي وقت تائين رهڻ لاءِ خوشيءَ سان تيار نہ هئا. جيڪڏهن ڪي مسافرين ۾ ويندا هئا تہ سرهہ وانگر اکيون هميشه جبل (سنڌ) ڏي ڪٽيو پيا نهاريندا هئا ۽ سندن آس اُميد هميشه اها ئي رهي آهي تہ ڪڏهن ته مولا واڳ وطن تي وارين. انهن ڳالهين متس ڏاڍو اثر ڪيو ته ڏسجي. مارئي جي سر ۾ شاهہ صاحب جهڙي نموني وطن جي اُڪير ۽ پيار کي ظاهر ڪيو آهي، سو چڻ تہ سنڌي دهقاني زندگيءَ جي حقيقي اکين ڏٺي تصوير چٽي اٿس. هن تي ڏارين جي تهذيب، تمدن، پئسي، علم ۽ ترقيءَ وغيره جو ڪوبہ اثر نٿو ٿئي. هو ٻين جا بنگلا ڏسي پنهنجون جهوپڙيون مٽائڻ عيب سمجهندا هئا، هن وٽ ڏارين جي لباس (ٺاٺ) محلاتن (تمدن) کاڌن خوراڪن (شاهوڪاري) قلعن ۽ ڪوٽن (لشڪر ۽ سپاهہ) ۽ هارن سنگارن (طرح طرح جي سياسي ۽ مذهبي نظرين) کان پنهنجي ملڪ جي ماڻهن جي سادگي، خانہ بدوشي، مسڪيني، بي سرو ساماني، بي علمي، ابوجهائي هزار ڀيرا وڌيڪ پسند هئي. هو وَرُ وَرُ ڪريو عمر (حڪمران قوم) کي چئي ٿو تہ:

پٽ نہ پهريان سومرا، جان ڪي تان جيان،
آءٌ ڪينءَ لوئي لاهيان، ڪارڻ پڻ ڏينهان،
جيسين ٿي جيان، ڪانڌ نہ ڪنديس ڪو پيو.

2. قومي محبت

ٻي خوبي جا شاهہ صاحب سنڌين ۾ ڏٺي، سا هئي ديس واسين ۽ مارن جي پياس، هنن تي وحدت الوجود جو اثر قديم وقت کان، مختلف درويشن ذريعي پئي پيو آهي. تنهن ڪري هنن تي اورنگزيبي سياست ۽ مسلمانن جي جداگانہ قوميت جي نظريي جو ڪو اثر ڪونہ پيو. سندن انهيءَ حقيقت کي مارئيءَ جي واتان، هينئن طرح بيان ڪري ٿو:

الست بربڪم" جڏهين ڪن پيومر،
"قالوبليٰ" قلب سين، تڏهين تتِ چيومر،
تنهين وير ڪيومر، وَچنُ ويڙهيچن سين.

۶. سرويچائي

ٿي خوبي جا شاهه صاحب ڪي عام سنڌين ۾ خاص طرح سان ڏسڻ ۾ آئي، سا سنڌن همت، قرباني ۽ سرويچيءَ جي مادي جي هئي، اگرچه سنڌن وڏيرو ڪلاس خودمطلبيءَ، بزدليءَ جي خرابين ۾ غرق ٿيو پيو هو، ليڪن غريب طبقو هر قسم جي مشڪلاتن، مصيبتن ۽ تڪليفن ڪي منهن مقابل ٿيڻ جو عادي ٿي چڪو هو، جنهن ڪري منجهن برداشت ۽ قربانيءَ جو عظيم الشّان مادو موجود هو. راءِ ڏياچ جو سخا ۾ سر ڏيڻ، سسئيءَ جا پنهونءَ خاطر جهنگ ۽ جبل جهاڳڻ، مومل جون راتيون لاءِ راتيون وهائي ڏينهن ڪرڻ، ليلان جو چنيسر لاءِ ليلائڻ، سهڻيءَ جو ميهار لاءِ ڪاريءَ رات ڪنن ۾ گهڙڻ، وڻجاري جي ونيءَ جو ور لاءِ جر تڙ ڏيا پارڻ ۽ ون ٽن وائنٽيون ٻڌڻ، سي سڀ سنڌين جي صداقت ۽ قربانيءَ جا مثال ڪيس جي اکين اڳيان هئا. تنهن ڪري ساري رسالي ۾ اڪثر اهڙي قسم جي واقعن ڪي پسند ڪري، انهن جو ذڪر ڪيو اٿس. هن ڪي سر مڱڻ، سر گهرڻ، سر ڏيڻ جي ڳالهه راءِ ڏياچ جي آڪاڻيءَ ۾ خاص اثر ڪيو ٿو ڏسجي. اهڙيءَ طرح سسئيءَ جو گهر ٻار پنهنجي ور (مقصد) لاءِ قربان ڪري جبل جهاڳڻ ڪيس پسند آيو، چوي ٿو ته:

وربنيون ورو، آءٌ نه ورندي ور ريءَ،
جاڏي هن جبل جو، تانگهيندي تس ترو،
جتن سانَ ذرو، نينهن نبيرن نه ٿئي.

مومل جي قصي ۾ راتي بنا ڪاڪ ڪڙهي، وڻ ٽڻ جلي وجن ٿا. مومل جي جان پيئي جهري، جيستائين راڻو نٿو مليس. سهڻي جي سر ۾ چوي ٿو ته:

"تڙ تڪڻ، تار گهڙڻ، اي ڪاڻارن ڪم."

۽ ٻئي هنڌ چوي ٿو ته:

جنهن ڪي مانَ پريان جا سورَ،
تنهن ڪي ندي ناهه نگاهه ۾.

وري چوي ٿو ته:

انهن هوند مني، پر ٻڌيءَ جا ٻيٽا ٿيا.

**4. رواداري**

چوٿين خاصيت ۽ خوبي جا شاهه صاحب سنڌين ۾ ڏٺي سا هئي مذهبي ڪٽرپڻي ۽ تعصب جي گهٽ هئڻ جي. هو پاڻ کي بهترين سنڌيءَ جو نمونو تصور ڪري انهن جي فلاسفي هينئين ادا ٿو ڪري:

"پريان سندي پار جي مڙيئي مٺائي."

ان ڪري هن جيڏانهن نظر ٿي ڪئي تيڏانهن سڄڻ سامهون پئي آيس. هو چوي ته 'ڪر پلي جيئن'، ۽ سندس پرين جي ملڻ جون اميدون ڏسي 'ساڙ ۾ سڙن'، هن کي ڪر جي ڪارڻ جو ذرو به خطرو نه هو، ڇاڪاڻ ته ڪيس خبر هئي ته ڪرُ اُهي ڪاري سگهندو، جن جو پريتڻو ماٺو هوندو. هن ڏٺو ته سنڌي دوستيءَ ۽ محبت جي بنياد تي هر ڪنهن سان سٺو برتاءُ ڪرڻ لاءِ تيار هئا، مذهب جو مطلب هنن وٽ پريت ۽ محبت هئو ۽ نه ڪلفت ۽ نفاق.

هن ڏٺو ته جيتوڻيڪ ڪيترا ڏسٽا وائسٽا مذهب جي نالي ۾ ظاهرداري ڪيو، منهن اجرو رکرو اچن، پر دل ۾ هچارا آهن ۽ وصال کي ويجها نه آهن.

تنهن ڪري هن هينئين اصول کي پسند ٿي ڪيو.

"جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن سڄڻ سامهون."

مٿي ذڪر ڪيل ڳالهين مان اوهان پروڙي سگهيا هوندا ته، شاهه صاحب سنڌ ملڪ ۾ ماڻهن جي عادتن ۽ حالتن جو غور سان مطالعو ڪرڻ بعد، هڪ طرف قوم جي ڪمزورين ۽ خامين کان واقف ٿيو ته ٻئي طرف انهن جون خاصيتون ڏٺائين، جنهن تي ويچار ڪري هن سنڌين لاءِ ڪي سنيها ۽ تجويزون سوچيا، جن تي تفصيلوار بيان ٻئي هنڌ ڪيو ويندو. جي خاصيتون هڪ قومي شاعر جون ٿينديون آهن، سي سڀ شاهه صاحب ۾ موجود هيون ۽ هو هر نقطي نگاهه کان سنڌ، ملڪ ۽ قوم لاءِ نياپي ۽ پيغام ڏيڻ جو حقدار آهي.

■

## فصل چوٿون

# شاهہ صاحب جي تخيل واري سنڌ

اسان شاهہ صاحب جي سنڌ جي قومي شاعر هئڻ تي بحث ڪري آيا آهيون، هتي ان ڳالهہ تي بحث ڪنداسون تہ شاهہ صاحب جي تخيل واري سنڌ جون حدون ڪهڙيون هيون. آيا اهي موجوده سنڌ واريون حدون هيون يا ان ڪان وڌيڪ وسيع هيون ۽ اهي ڪهڙيون هيون.

بهتر ائين ٿيندو تہ اسان سندس ڪلام مان سندس تخيل واري سنڌ (جنهن جي آزاد، آسودي ۽ ترقي يافتہ هئڻ جا هن خواب پئي ڏٺا) جون حدون ظاهر ڪري ڏيکاريون. سنڌو درياءَ جي ترائيءَ وارو ملڪ گهڻي وقت کان سنڌ جي نالي سان پيو سڏبو هو، ان ڪري اڪثر مؤرخن سنڌ ۽ هند کي جدا ڪري ليکيو آهي. اٽڪل ڏيڍ هزار سالن ڪان وٺي سنڌ ملڪ ٻن حصن ۾ ورهائجي ويو. اتر پاڱو جنهن ۾ گڏيل پنجاب ۽ سرحدي ضلعن هزاره ۽ ديره اسماعيل خان جا حصا بہ اچي وڃن ٿا، سو پنجاب جي نالي سان سڏجڻ لڳو ۽ ملتان کان وٺي جهونا ڳڙهہ، جيسلمير ۽ مڪران جي وچ وارو پاڱو سنڌ جي نالي سان سڏيو ويو. جڏهن عرب آيا تہ انهن بہ اهو سارو ملڪ سنڌ جي حڪومت ۾ ڏٺو، ان کان پوءِ گهڻي وقت تائين انهيءَ ملڪ جا اگرچہ جدا جدا حڪمران پئي ٿيا ۽ ڪڏهن بہ يڪي حڪومت ان تي قائم نہ رهي، تہ بہ انهيءَ ساري ملڪ جي ماڻهن جو، پاڻ ۾ ميلاپ رهندو ٿي آيو. هندستان جي ڏکڻ ۾ اڃا بہ ملتاني ۽ سنڌيءَ ۾ تفاوت ڪونہ ليکيو ويندو آهي.

موجوده سنڌ جا ڪيترا هندو ۽ مسلمان ملتان، بهاولپور، مظفر ڳڙهہ ۽ ديري غازي خان جي طرف کان لڏي هيٺ آيا ٿا ڏسجن. سنڌ جي رهاڪن مان چانگ، لغاري، پيرڳڙي، مري، ٽالپر، زرداري، جلباڻي، لاشاري، ٻرهماڻي، نظاماڻي وغيره. قبيلن جا ماڻهو ديري غازي خان جي طرف کان لڏي آيا جو سندن گهرو ٻولي اڃا تائين سرائڪي يعني اتر سنڌ يا سري جي ٻولي آهي. اهڙيءَ طرح سولنگي، نول، ميراسي بہ بهاولپور جي طرف کان آيل ٿا ڏسجن. چوڻ ۾ اچي ٿو تہ هندن جي لهاڻا قبيلي جا وڏا بہ ملتان طرف کان هيٺ آيا هئا.

شاهہ صاحب ملتان تائين ويل ٿو ڏسجي. هڪ دفعي شاهہ عبدالڪريم جي قبي لاءِ ڀيڙي رستي اتان ڪاشي بہ آندي هئائين. سندس تعلق وارن ماڻهن مان ڪيترا سرائڪي ڳالهائيندڙ هئا. سهڻي ميهار جو قصو جو اصل موجوده پنجاب جي طرف جو ڏسڻ ۾ اچي ٿو، تنهن تي خاص طرح سان ڪلام چوڻ ۽ هير رانجهي جي بيتن کي جي ٻين شاعرن جا هئا، پنهنجي مجلس ۾ ڳائڻ جي اجازت ڏيڻ (جنهن

ڪري رسالن جي قلمي نسخن ۾ انهيءَ سرَ جو داخل ٿي وڃڻ) ۽ بيراڳ هنديءَ جا ڪي بيت سڪن جي گرن ۽ هندو پيگتن جا هئڻ. ان ڳالهہ جي ثابتي آهي تہ شاهہ صاحب سنڌ ملڪ جي اُن ڀاڱي کي وساريو ڪونہ آهي.

ٻوليءَ جي لحاظ سان ڏسجي ٿو تہ سنڌ آڳاٽي وقت کان ڇهن مکيہ ڀاڱن ۾ ورهايل هئي. هڪ سرو جنهن ۾ سرائڪي طرز جي سنڌي ڳالهائڻ ۾ ايندي هئي، جو حصو ملتان، بهاولپور ۽ مظفر ڳڙهہ ۽ ديري غازي خان کان سکر ضلع جي حدن تائين هو. ٻيو سنڌ جو مرڪزي حصو جنهن مان سنڌي ڳالهائڻ ۾ ايندي هئي سو سکر کان موجوده ڪڇ رياست جي حصي تائين هو. ٽيون حصو قلات، لسٻيلي، مڪران، سبي کان هيٺ بلوچستان وارو حصو هو، جنهن ۾ بلوچيءَ سان گڏ سنڌي بہ ڳالهائي ويندي هئي. چوٿون حصو ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ جيسلمير جي ڀاڱن جو هو، جن ۾ سنڌيءَ سان گڏ ڪڇي، ڪاٺياواڙي ۽ مارواڙي زبانون ڳالهائيون هيون. ليڪن انهن سڀني ملڪن جا رهاڪو هڪ ٻئي ۾ اهڙا ڳنڍيا پيا هئا. جو سنڌن تواريخي واقعات، قصا، ڪهاڻيون، رسمون رواج، مِٽيون مائٽيون، لڳ لاڳاپا هڪ ٻئي سان گهرا ۽ گهاٽا هئا. شاهہ صاحب جي ڪلام ۾ 'ٻولي' خواهہ 'جاگرافي' جي لحاظ سان هن وسيع ملڪ جي، انهن مڙني ڀاڱن جي عشقيہ افسانن ۽ اتي جي رهڻيءَ ڪهڻيءَ جو پورو پورو نقشو نظر اچي ٿو. مثلاً: مڪران جو سسئي پنهونءَ جي آکاڻي وارو قصو خاص طرح سسئي جي ڪيترن سُرن ۾ بيان ڪيو اٿس.

چوي ٿو تہ:

ڪيچان آيو قافلو، پليرو پانيان،
پٽي جا پيرن جي، لڳن کي لاهيان،
چنبيلي چايان، جي مون نيو پاڻ سان.

ٻئي هنڌ چوي ٿو تہ:

"ڪاڏي منهن مڪران جو، ڪاڏي پريون پار،
ليڙن جو لطيف چئي، سونهون ٿيو سردار،
جو ملڪ جو مهندار، سو مولا مونکي ميڙئين."

اهڙيءَ طرح لسٻيلي جي نواب سپڙ جي سخاوت جي ساراهہ ڪندي چيو اٿس تہ:

ذات نہ آهي ذات تي، جو وهي سو لهي،
آريون ابوجهن جون، سپڙ جام سهي،
جو راءَ وٽ رات رهي، تنهن کي جُکي تان نہ ٿئي.

ٻئي هنڌ چوي ٿو تہ:

ميرا پسي مگڻا، سپڙ سڏ ڪيا،
سڀوجهن سُڻا، ابوجهن آسرو.

ڪڇ سان شاهه صاحب جي دل ۾ سڀنڌ آهي. سندس راجائن بابت ذڪر ڪندي چوي ٿو ته:

لاکا لک سُجهن، ڦلاڻيءَ ڦير ٻيو،
ڪنهن ۾ راڻا راجيا، ڪوٺ ڏٺي ڪنين،
جنهنجو جاڙيجن، سنئي سنڄو نه لهي.

وري ٻئي هنڌ چوي ٿو ته:

پچنئان پلي پير، وڏو راءِ رڪاب ۾،
ڪڇ رهندو ڪير، لاکو لوڙائين سيـن.

جاڙيجه قبيلي جي ڪڇ تي گهڻي وقت کان، حڪومت هلي آئي آهي. هن وقت جا راجا به انهيءَ نسل مان آهن. انهن مان لاکو ڦلاڻي خاص طور تي مشهور سردار ٿي گذريو آهي. لکي لاکي ڦلاڻي جي مشهور گهوڙي هئي، جنهن لاءِ ڀٽائي صاحب چوي ٿو ته:

لکي ۽ لاکو، ٻئي منا ٻاجهه ٿي،
قادر لاٿو ڪڇ تان، اديون اولاکو،
واندين ۾ واکو، ربـاڙي رهي ويا.

شاهه صاحب جو ڪلام اڄا تائين ڪڇ جي گهڻي ڀاڱي ۾ ڳايو ويندو آهي ڪاٺياواڙ رياستن مان جهونا ڳڙهه کي خاص طرح شاهه صاحب سورٺ جي سر ۾ ياد فرمايو آهي. ٻيجل ۽ راءِ ڏياچ جي قصي تي هيئين طرح چوي ٿو ته:

جاجڪ جهونا ڳڙهه ۾، ڪو عطائي آيو،
تنهن ڪامل ڪيڏي ڪينرو، ويهي وڄايو،
شهر سڄو ئي سُرَ سان، تندن تپايو،
دايون در مانديون ٿيون، ٻانئن ٻاڏايو،
چارڻ ٿي چايو، ته ماري آهي مگڻو.

پنهنجي هنڌ چوي ٿو ته:

محلين آنيو مگڻو، ساز ڪٿي سرندو،
سر جي سدا سر ۾، گهور هٿي گهرندو،
مٿي ريءَ ملوڪ جي، چارڻ نہ چرندو،
جهونا ڳڙهہ جهرندو، پوندي جهانءِ جهروڪ ۾.

مومل ۽ راڻي جو قصو جيسلمير جي طرف جو آهي. جيسلمير شهر کان پري هڪ ڳوٺ 'لڊورو' نالي (جنهن جو نالو بگڙجي 'لڊاڻو' ٿي پيو) هو. اهو هاڻ ويران ٿي ويو آهي. ان جي هيٺان ڪاڪ نالي ندي وهندي هئي، جنهن جي ڪنڌيءَ تي مومل ماڙي نهرائي هئي، ڏٺ، لڊاڻو، ڪاڪ انهيءَ طرف جا نالا آهن، جن جا نالا پيٽائي گهوٽ پنهنجي ڪلام ۾ آندا آهن. هو چوي ٿو ته:

"لڊوڻيا لوڏي ٿيا، وطن منجهہ وصال."

"ڏاتي گهڻا اچن، من سوڍي ونگسيو."

وري چوي ٿو:

سوڍي ستي لوءِ، ڪا جا مون سان ڳالهہ ڪئي،
سا جا ذر پوءِ، تہ سرتيون ڪانہ سمجهي.

گجر ڪي گجميل جون، تارن ۾ تبرون،
هٿي حاڪس ڪي، زور پربون زبرون،
ڪاڪ ڪنڌيءَ قبرون، پسو پرڏيهن جون.

"ڏٺ مَ وجج ڍول، ڪا تياري ڪاڪ ڪري."

اهڙيءَ طرح شاهہ صاحب هاڙهي جبل، پب جبل، هنگلاج، وندر، جائو، حب، قلات، پوربندر، جيسلمير ۽ بيڪانير جا نالا خاص طرح پنهنجي ڪلام ۾ جاءِ بجاءِ آندا آهن، جنهن مان سندس تخيل واري سنڌ جي حدن جو پتو پئجي سگهي ٿو انهيءَ وسيع سنڌ لاءِ ئي دعا گهري چوي ٿو ته:

"سائنيم سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار."

شاهہ صاحب جو ڪلام وطن جي حب سان پريو پيو آهي. اُهو وطن جنهن لاءِ دعا ٿو گهري، سو سنڌ آهي. انهيءَ ئي سنڌ جا قصا ۽ ڪهاڻيون ڏئي ڪلام چيو

اٿس. سواءِ ڪربلا جي واقع جي، جو بين الاقوامي شهرت حاصل ڪري چڪو هو ۽ سيني صوفي درويشن جو مرڪزي نقطو ٿي ڪم اچي ٿو. باقي ڪوبه ٻاهريون قصو شاهه صاحب نه واڪاڻيو آهي. پنهنجي ديس تي خاص توجهه جو پتو سندس هيٺين سٽن مان پئجي سگهندو.

"ديسي سيڻ ڪجن، پرڏيهي ڪهڙا پرين."

"ڏاريان ٿي ڏاريان، مت مٺي جا نه ٿيا."

هن سنڌ ديس جا رهاڪو ملڪي حالتن جي ڦير گهير سبب پنهي بدليا سدليا آهن. ڪڇ ۽ جهونا ڳڙهه جي ميمڻن جا وڏا اصل سنڌ جا وينل هئا. جي زماني جي هيرڦير سبب اوڏانهين لڏي ويل هئا ۽ هاڻ وري ڪيترا منجهان موٽي آيا آهن اهڙيءَ طرح سان، هاڻ ڪڇ جي ڪنڊلا بندر طرف لڏي ويل هندن جا. ڪيترا وڏا به ڪڇ ڪان هتي لڏي آيل هئا. سنڌ ديس کي شاهه صاحب 'وطن'، 'ملير' ۽ 'لوءِ' جي نالي سان ياد ڪيو آهي ۽ انهيءَ جي عوام کي ويڙهيچا، مارو، سنگهار، سيڻ، مت وغيره جي لفظن سان سڏيو اٿس.

سندس حب الوطني جي اها حالت آهي جو ديس جي پکين ۽ پيڙهن، ٿرن ۽ برن، ڏٿ ۽ پيسين، پاروڙين ۽ لوين کي ڏارين جي ماڙين ۽ محلاتن، سبز زارن ۽ باغيچن، ست رڃين ۽ عمده طعامن، زريءَ ۽ پٽ پٽيهرن کان هزار دفعا بهتر سمجهيو اٿس. اتي جي رهاڪن کي پست پيل، ڪمزور ۽ غلام ڏسي، دل ٿئو لوڙهي، ڪين سندن بدبانه تهذيب کي حقارت جي عيوض فخر جي نظر سان ڏسڻ سيکاري ٿو ۽ چوي ٿو ته اها حالت سدائين ڪانه رهندي، ڪو ڏينهن ضرور ايندو جڏهن آزادي ۽ فرخنده حالي نصيب ٿيندي، پر جيستائين غلام ۽ پنٺي پيل آهيو، پنهنجي روايات کي نه وساريو، جو اوهان جي ڪر (نسل) جي اها خاصيت آهي ته هو ڪهڙين به تڪليفن جي حالت ۾ پاڻ نه وساريندا آهن.

فرمائي ٿو ته:

ڪو ڏينهن آهين ڪوٽ ۾، لوئي هڏ م لاهه،
ڪامڻ اوهان جي ڪر جي، اها آڏ وڏائي آهه،
هت مَ پاڙج هيڪڙو، پانر جي پساهه،
سني سيل نباهه، ملير ويندئن مارئي.

شاهه صاحب ديس ۾ انقلاب جي مينهن وسڻ، غلاميءَ جي زنجيرن ٽٽڻ، ترقي ۽ خوشحاليءَ جا گل ڦل ٿيڻ جا خواب ڏٺا آهن. بعد ۾ سونهن جو وجڻ، ميرا

اوڍڻ، تيل نه مکڻ، ڪارا ڪارابين ۾ پائڻ، سوڙن ۾ نه سمهڻ جو ڪيل ذڪر خاص طور غور ۽ فڪر لائق آهي. غلاميءَ جي عيد لاءِ حڪمران کي مخطاب ٿي چوي ٿو ته:

جا عمر تو مل عيد، سا آسان سوءِ ورتي سومرا،
وينئي ويچارن وسري، خوشي ۽ خريد،
سِڪن ڪيا شهيد، مارو ملڪ ملير جا.

ٻئي هنڌ وري چوي ٿو ته:

الله ائين م هوءِ، جيئن آءُ مران بند ۾،
جسو زنجيرن ۾، راتو ڏينهان روءِ،
ٻهرين وڃان لوءِ، پوءِ مر پڇنم ڏينهڙا.

تصوف جي نقطي نگاهه سان شاهه صاحب جي ڪلام کي ڏسڻ وارن مارئيءَ کي روح سان، عمر کي نفس سان، ملير کي وحدانيت جي واديءَ سان، عمر ڪوٽ کي مادي دنيا جي بندن ۽ رڪاوٽن سان تشبيهه ڏني آهي ۽ ظاهر ڪيو اٿن ته انهيءَ طريقي، شاهه صاحب روحن جي اصليت ۽ انجام جو قصو ٻڌائي "ڪل شيءِ يرجع الى اصله" جو تفسير بيان ڪيو آهي.

منهنجي نظر ۾ شاهه صاحب جي ڪلام مان صرف اهڙي معني ڪڍڻ ساڻس سراسر بي انصافي ڪرڻ جي برابر ٿيندو. آخر هن بزرگ جو ساري زندگي عوام جا ڏک ڏاڪڙا ڏسي، ساڻن گڏ گذاريو، سو مٿس اثر ڪرڻ کان رهي نه سگهيو هوندو. مخدوم محمد معين ٺٽوي شاهه ولي الله جي مڪيه شاگرد جي صحبت، شاهه عنايت صوفي جو لاڳاپو، مخدوم بلاول رحمة الله عليه جي سلسلي وارن سان واسطو به، اثر ڪرڻ کان سواءِ رهي نه سگهيا هوندا. ان ڪري شاهه صاحب جي ڪلام م وطن حي معني سنڌ ديس ڪڍڻ بي جا نه ٿيندو.

شاهه صاحب نِڪو راهب نه هو، ليڪن سياست ۾ حب الوطني جي نظريي جو حامي ۽ سنڌ جو خاص تخيل رکندڙ هو، جنهن جون حدون هيٺين ٿي سگهن ٿيون.

اتر طرف جيسلمير رياست جو ڪجهه ڀاڱو، بهاولپور رياست جو ڳچ حصو، ديري غازي خان جو ضلعو ۽ ملتان جي ڏکڻ وارو ملڪ، ضلعو مظفر ڳڙهه شامل هئا.

الهندي طرف بلوچستان جو سبيءَ تائين وارو حصو، موجوده قلات لسٻيلي ۽ مڪران ملڪ، ڏکڻ طرف ڪڇ رياست، جهونا ڳڙهه ۽ ڪاٺياواڙ جا ڪي ڀاڱا.

اڀرندي طرف، ڪاٺياواڙ ۽ جوڌ پور رياست جا ڪي حصا.

انهيءَ وسيع سنڌ کي وطن ڪري ورتو اٿس ۽ انهيءَ جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ جا گيت ڳايا اٿس.

■

فصل پنجون

# شاهہ صاحب جي قوميت تخيل

آءٌ پڻي فصل ۾ بيان ڪري آيو آهيان تہ شاهہ صاحب جي وقت ڌاري سنڌ اندر ٽي مختلف قومي نظريا رائج هئا. معنيٰ:

1. سنڌ جي جداگانہ قوميت، انهيءَ جو حق، خود مختياري ۽ ترقيءَ جو نظريو؛
2. هندستان جي متحده قوميت، آزادي ۽ ترقيءَ جو نظريو.
3. مسلمانن جي جداگانہ قوميت، نظام جي غلبي ۽ ترقيءَ جو نظريو.

هيٺين دليلن جي بناءَ تي چئي سگهجي ٿو تہ شاهہ صاحب پهرين نظريي ڪي مڃيندڙ هو.

1. مسئلہ ”وحدت الوجود“ ۾ اعتقاد رکڻ ڪري، دنيا جي جملي مذهبن جي بنيادي وحدت جو قائل هو. هن وٽ ”وحدت خيال“، ”وحدت عمل“ جي عدم موجودگيءَ ڪري، ماڻهن اندر مذهبي ورهاستون مصنوعي ۽ رسمي هيون.

هن جي نظر ۾ نہ سيئي مسلمان، حقيقي طور ’مسلمان‘ هئا ۽ نہ سيئي ’هندو‘ حقيقي طور هندو هئا. انهيءَ ڳالهہ کي مدِنظر رکي چوي ٿو تہ:

”منهن ۾ مسلمان، اندر آذر آهئين.“

”هندو هڏ نہ آهنين، جٽيو تو نہ جڳاءِ.“

هن انهن سمورن اختلافن کي بي معنيٰ ۽ ڏوڪو ڏيندڙ ٿي سمجهيو، جنهن کي اڪين جا انڌا پروڙي نٿي سگهيا. انهيءَ ڳالهين کي هن هيٺين طرح بيان ڪيو آهي:

مٿي هاٿيءَ سيہ مامرو، اَچي پيو انڌن،
منا ڙين هٿن سين، اکين ڪين پسن،
في الحقيقت فيل کي، سڃا سڃاڻن،
سندي سردارن، بصيرت بينا ڪري.

هن جي نظر ۾ مذهبي جهڳڙا انڌن جي اونده ۾ هٿوراڙيون ڏيڻ ۽ ڍوندڻ تي ڪنن جي لڙڻ جي برابر هئا. هن هميشہ ائين ٿي چيو تہ:

اکيون اهي ڌار، جنهن سان پسين پرين کي،
بي ڏي ڪين نهار، گهٽو ريسارو سپرين.

مذهبي معاملات ۾ سنڌس ساريَ خيالات جو مخزن ڇڻ هيٺين بيتن ۾ سمايل آهي.

ايڪ قصر در لک، ڪوڙين ڪٿس ڳڙکيون،
جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏان سڄڻ سامهون.

پريَنءَ (حق) جي پسڻ لاءِ اڪيـن مان ڪٽرن جو ڪڍڻ وٽس لازمي امر هو. مذهب مان هن وصل (ميلاپ) جو مقصد ورتو ۽ نه دوئيءَ (جدائيءَ) جو.

تان ڪا ڪاني پاءِ، ونن ۾ وصال جي،
دو بيـنائي دور ڪري، معرفت ملهاءِ،
سپريان جي سونهن ۾، رخنو ڪو نه رهاءِ،
اک اشهد چاءِ، ته مسلماني ماڻيـن.

۾ سنڌس پورو ويساهه هو. اسلام جي اصولن مطابق هن جملي پيغمبرن ۽ انهن جي ڪتابن ڪي مڃڻ ۽ ويساهه آڻڻ، ڪي ايمان جو جزو ٿي سمجهيو. هن مولانا روم جي چوڻ تي:

ما ز قرآن مغز را برداشتيم،
استخوان پيش سگان انداختيم.

مطابق مذهب جي ماهيت سمجهي ورتي هئي، ڪيس سمجهه ۾ نه ٿي آيو ته 'وطن چاوا'، 'پکا اوڏڙا اڏي ويٺل'، 'اباڻا' جنم ۾ جن سان گذاريو ويو، سي جدا قوم ڪيئن ٿي سگهندا. هن وٽ:

پڙاڏو سو سڏ، ور وائيءَ جو جي لهين،
هنا اڳهين گڏ، پر پڌن ۾ پـ ٿيا.

جو حال هو، هن جڏهن وطن وسڻ ۽ سنگهارن جي سکـئي ٽيڻ جي دعا ٿي گهري ته سڀ ديسي بنا تميز مذهب جي ياد هئس.

2. هو انهيءَ ڪري مسلمانن جي جداگانه قوم واري نظريي ڪي جا مسئلو وحدت الشهود جي بنياد تي ٻڌل هئي، قبولي نٿي سگهيو. هن چيو ٿي ته:

وحدت تان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل،
حق حقيقي هيڪڙو، ٻولي ٻي م ڀل،
هو هلاڇو هل، بالله سنڌو سڄڻين.

هن جي وهم ۽ خيال ۾ بہ اچي نٿي سگهيو ته هڪ خدا جي خلقيل بندن،

پاڙيسرين، هم نسل، هم ملڪ ماڻهن کي صرف چند رسمن ۽ عقيدن جي خيال کان، باوجود انهيءَ ڳالهه جي ته هرڪو پنهنجي پر ۾، ان ذات حقيقي کي مڃي رهيو هو، جدا قوم ڪري شمار ڪيو ويو. انهيءَ ڳالهه کي نظر ۾ رکي هن چيو ته:

پريان سندي پار جي، مڙيئي مٺائي،
ڪانهي ڪڙائي، چکين جي چيت ڪري.

هن هڪ جڳهه چيو ته:

"سڀڪا پريان کي پوڄي.

اهڙن خيالن رکڻ بعد هن کي ويري ۽ واهرو، هڪ ئي ڏسڻ ۾ آيا جن ملن ۽ پنڊتن، انسانن ۾مذهب جي نالي ۾ نفاق ٿي وجهڻ گهريا، تن لاءِ چيائين:

حسن سندو حق جو، سو خامي پائنين خام،
اچي ٿيا اسلام، ڪفر ڪافر پاڻ ۾.

ڪڏهن جذبي ۾ اچي، ڪين مخاطب ٿي چوي ٿو ته:

ڏسڻ جي ڏسين، ته هم ڪي حق چئين،
شارڪ شڪ م نيئن، اندا انهيءَ ڳالهه ۾.

هن کي معلوم هو ته مسلمان سڏائڻ سهڪو آهي، ليڪن ان انساني ترقيءَ ۽ ڪمال جي درجي تي پهچڻ لاءِ خاص محنت ۽ قربانيءَ جي ضرورت هئي، خود پيغمبر ۽ ولي به خدا کان دعا گهرندا رهيا ته "شل مسلمان ٿي مرن". مسلمانن جي موجوده تنزل واري حالت ۾ جڏهن "مسلمان در ڪتاب و مسلمانان در گور" سندن لاءِ صحيح تشريح هئي. هن وٽ مذهب جو مطلب ۽ معنيٰ محبت هئي، جنهن کان عام بي خبر هئا. چوي ٿو ته:

حوصلو حيرت جو، آهي نه مٿي عام،
سندي محبت مام، ڪور پروڙي ڪينڪي.

ملن مذهبن کي جنهن ڪڙيءَ تي آندو هو، ان کي معلوم ڪري ارمان ٿي ٿيس، ڏٺائين ته انسانذات کي خدا جي نالي ۾ ڪينن نه فرقن ۽ اختلافن جي اوڙاهه ۾ ڦاسائي ٽڪرا ٽڪرا ڪيو ويو هو ۽ ساري سماج جو وجود انهيءَ غلط زهريلي تعليم ڪري مريض ٿي چڪو هو. ته اهڙين حالتن کي ڏسي چٽي ٿي ڏنائين ته:

ملي منو ماءُ، پنو ڦٿو پيٽ ۾،
سجاڻي الله، ٿيي هنيائين ڏوڙ ۾.

هن جي اڳيان مسلمانن جي تاريخ جا واقعات به سامهون هئا. شريعت ۽ اسلام جي نالي ۾ ملن ڇا ڇا نه ڪري ڇڏيو هو. منصور کي شرمسار ڪرائڻ، شمس تبريز جي کل لهرائڻ، بلاول کي گهاڻي ۾ پيڙائڻ، سرمد کي سوريءَ تي چاڙهائڻ، شاهه عنايت کي قتل ڪرائڻ جا واقعا سندس اکين اڳيان هئا. اهي سڀ شريعت اسلامي کي زور وٺائڻ خاطر، انهن ماڻهن کان سرزد ٿيا، جن جي زندگيءَ جو سارو رڪارڊ سياهه هو. اهڙن ڪارنامن اسلام جي وڌڻ ۽ ويجهڻ ۾ رنڊڪ وجهي ڇڏي هئي ۽ انهيءَ روش اسلام جهڙي دين فطرت کي ڪن اعتقادن، رسمن، طرز معاشرت جي دائري ۾ محدود ڪري ڇڏيو هو. هن جڏهن ڏٺو تي ته زاني، شرابي، ظالم، غريبن جي رت چوسڻ وارن، چورن، بداخلاق ۽ فرعوني حياتي گذاريندڙن کي هڪ اهڙي قوم جا فرد تسليم ڪيو وڃي ٿو، جا عالم جي ماڻهن لاءِ مثال بڻجڻ واري هئي ته هو ماڻهن جي ورهاست کي قبولي نٿي سگهيو ۽ صاف چئي ڏنائين ته:

ان پر نه ايمان، جيئن ڪلمي گو ڪوٺائين،
دغا تنهنجي دل ۾، شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان، اندر آذر آهئين.

3. هندستان جي متحده قوميت جو نظريو، اگرچه مسئلا وحدت الوجود جي پيدائش هو ۽ شاهه صاحب جي صوفيانه خيالن جي مطابق هو، ليڪن هن جي وسيع نظر ڏسي ورتو هو ته هندستان جيڏي برصغير ۾ جتي مختلف عقيدن، معاشرتي معيارن، تهذيبي درجي، جدا جدا ٻولين، رنگن، نسلن، رسمن ۽ رواجن وارا ماڻهو رهن ٿا، تن کي مصنوعي طور ڪنهن پلئن ۽ پروگرام مطابق هڪ ڪرڻ جو اصول سهڻو ۽ سٺو بيشڪ هو، ليڪن عملي طرح ان جو وڏي عرصي تائين حاصل ٿيڻ ناممڪنات مان هو. تنهن ڪري هن سنڌي قوميت واري نظريي بنسبت هندي متحده قوميت واري نظريي کي، زياده آسان ۽ جلد عمل ۾ اچڻ وارو سمجهي اختيار ڪيو، جنهن لاءِ ڪيس هيٺين حقيقتن وڌيڪ آماده ڪيو.

**الف:** سنڌ جا هندو بنسبت هندستان جي ٻين صوبن جي، گذريل زماني ۾ ٻڌ ڌرم جي غير متعصب اثرن، گرونانڪ صاحب جي تعليم، هندو سنياسين ۽ يوڳين جي سکيا، مسلم صوفين جي غير فرقيوارانه ۽ غير معتصانه وحدانيت جي طرز عمل ڪري، تعصب ۽ ڪٽرپڻي کان خالي ۽ مسلمانن کي رهڻي ۽ ڪرڻي ۾ گهڻو نزديڪ هئا.

**ب:** سنڌ جا مسلمان، صوفين جي محبتي پيغام، تنگ دل ۽ ڪٽر هندن سان واسطو

نہ پوڻ، ڪثرت تعداد دل ۾ ڪٽر هندن سان واسطو نہ پوڻ، ڪثرت تعداد ۾ گهٽي وقت تائيـن حڪمران رهڻ ڪري، روادار ۽ غير متعصب هئا.

ث: ملڪ ننڍو، ٻولي يڪي، عمده روايات، رزق جي گهٽائي، ماڻهو روادار، محب وطن، محبتي، مهماندار ۽ ڪَسُ ڪاٺڻ وارا هئا. اهي اهڙيون ڳالهيون هيون، جن هتي جي باشندن کي بنا تميز فرقي يا مذهب جي هڪ قوم بنجڻ جي لائق ٿي ڪيو. ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ انهيءَ نتيجي تي پهچڻ کان اڳ هن سنڌ جي گهٽي حصي جو سير ڪري گذر بسر جون حالتون خود جانچي ڏٺيون. سنڌ ۾ خاص طور ڪيس ٻن نسلن جا گهڻا ماڻهو نظر آيا. هڪڙا آريہ نسل جا هئا تہ ٻيا سماٽ (سامائيت). انهن ٻنهي نسلن جي فردن ۾ ڪيس ڪي خصوصيتون ڏسڻ ۾ آيون، هن بلوچن کي آريہ قوم جي نسل جو ڪري تسليم ڪيو ۽ سمن، سومرن ۽ ٻيـن مڪاني رهاڪن کي سماٽ ڪري سمجهيو.

شاهه صاحب جن مڪاني قبيلن جو ذڪر پنهنجي ڪلام ۾ ڪيو آهي، تن مان ڪي هيٺيان آهن:

1. **بلوچ:** جن کي آريائي، ڪيچي، جت آريچن جي نالن سان ياد ڪيو اٿس. اهي مڪران، قلات جي سردارين، مظفر ڳڙهہ، ديري غازي خان جي طرف کان آيل هئا.
2. **سماٽ:** (سمہ ــ سومرا) جن جا پاڙا ابڙا، داسڙا، جاڙيجا، لاکا، راهو، انڙ ۽ جکرا هئا. اهي وچ سنڌ، ڪڇ، ڪاٺياواڙ جي طرف جا رهاڪو هئا.
3. **عوام:** جن ۾ مارو، سنگهارو، ويڙهيچا، پنوهار، وڻجارا، ملاح، منگتا، ڀان، سوڍا، ڍاتي، گندرا، ريباڙا، ڪاڇي، ڪوهيار، اوڏ، مهاڻا، ميهار شمار ٿيئي ڪيا اٿس.

**الف:** ڪيس بلوچ قبيلي سان خاص محبت ٿي ويل ڏسجي ٿي. سنڌن بهادري، همت، وعدي وفائي، ليڊري ۽ اڳوائيءَ جا آثار شاهه صاحب اڳيئي ڏٺا هئا. هو ڪلهوڙن جي مذهب جي نالي ۾ خود سر ۽ فسطائي حڪومت ۽ ان جي منافقانہ پاليسيءَ مان بيزار ٿي چڪو هو. ان ڪري بلوچن ذريعي سنڌ ۾ تبديل جا آسرا ۽ اميدون رکڻ لڳو ۽ بلوچن جي زور وٺائڻ ۽ همت افزائي ڪرڻ لاءِ ڪمر ڪشي بيٺو. سچا سارا پنج سر سنڌن قصن، ڪهاڻين ۽ تعريف ۾ صرف ڪيا اٿس. بلوچن جي ساراهہ ۾ سنڌس ڪي مصرعون ضرب المثل ٿي ويون آهن. انهن مان ڪي هيٺ ڏجن ٿيون:

"برهه اءُ بلوچ جي، پيري ڪيس باند"
"باروچاڻي ذات، مناں مور نه وسري"
"ڪو جو آيس ڪوڏ، باروچاڻي ذات سين"
"پلي ڪري ٿيوم، هي سنگ باروچن سين"
"آهيان ڪميڻي، ذات بلوچي نه جڙان"
"ڏنان جي بلوچ، مون جيئن اکين سين"
"جيهي جي تيهي، ته به پانهي باروچن جي"

هڪ هنڌ سندن سياسي رهبريءَ بنسبت چوي ٿو:

"جنهنجو آري جام اڳواڻ، تنهنکي ڪانهي باڪ بهير جي"

سندس اميدون ۽ پيشنگوئي جلدئي پوري ٿي ۽ ڪلهوڙن جي حڪومت ختم ٿي، ان جي جاءِ تي بلوچ حڪمران ٿيا. هنن جي ساڻن محبت صرف ڪلهوڙن جي ڪڍڻ لاءِ ڪانه هئي، پر ان ۾ تاريخي روايتون شامل هيون. جيئن هڪ هنڌ چوي ٿو:

"جڏان ڪن فيڪون چئي، نيو آرباڻي ارواح"

هنن سان ملڻ يا تعلق رکڻ ۾ خوشي ٿئي ٿي، جيئن چوي ٿو ته:

"اچي آري جام جو، وڻ وڻ منجهان واس"
(يا)
"پسنديئي پنهون ڪي، اکين ڪيو آرام"

انهيءَ ڪري ڪين دعا ڪري چوي ٿو ته:

"الله آريچن ڪي، ڪوسو لڳي م واءُ"

سندن جوان مرديءَ ۽ بهادريءَ جي ساراهه ڪندي چوي ٿو ته:
"ڪنارو ۽ ڪوس، اگڻ آري جام سي"

اهي صفتيون سوليون هٿ ڪين اچي سگهنديون آهن. انهن کي ماڻڻ لاءِ لالچ ۽ لوڀ ڇڏي، لاڳاپو لاهي ننگو ٿي نڪرڻو آهي. انهيءَ منزل تي پهچڻ لاءِ ڪيئي ڪشالا ڪاٽا ۽ جبل ڏاکڻا ٿا پون. انهيءَ صفتن کي هٿ ڪرڻ ڪا راند نه آهي جا ڳيرو ڪيڏندا آهن.

ب: شاهه صاحب کي سماٽ ۾ به خاص ڇڳايون ڏسڻ ۾ آيون، جن مان سام ڪٽڻ، سخاوت، قديم روايات کي برقرار رکڻ ۽ سندن قديم تهذيب ۽ تمدن سندن اکين اڳيان هئا.

هيٺ کي مصرعون پيش ڪجن ٿيون، جن مان مٿي ذڪر ڪيل حقيقتن بنسبت روشني پئجي سگهندي:

"سمي سام ڪنني، سرٽن جو سک ٿيو"

"سما تو سر چٽ، نات پاڳارا پرس ٻيا"

سمون سخاوت جي، ويئو پچي پر،
ڪوئيو ڪنگالن کي، ڏئي دلاسا در،
مٿي ولهن ور، ڏيهاڻي ڏاتار جي.

"سمي جي سهاڳ جي، ڪنهين ڪل"

سمات کي سنڌي ڪلچر ۽ تمدن جو يادگار ڪري ٿي سمجهيائين، پر ڪيس معلوم هو ته انهن قبيلي جا ماڻهو، گهڻي وقت تائين، حڪومت ڪرڻ ۽ سکي حياتي گذارڻ ڪري، پنهنجو انقلابي جذبو ۽ جنگي روح وڃائي ويٺا هئا.

ت: سنڌي عوام، شاهه صاحب جنهن طبقي کي سڀ کان گهڻو ساراهيو آهي، سو سنڌي عوام جو اُهو طبقو هو، جنهن جا افراد سنڌي ڳوٺاڻا، خانه بدوش مال چاريندڙ، ڏٽ تي گذران ڪندڙ، پلا ۽ مڇيون ماريندڙ، ڪتا ۽ لوہون پهريندڙ، اڏ اُگهاڙا اڏ ڍڪيل، پيلن ۽ جهنگن ۾ رهندڙ هئا. انهيءَ عوام ۾ سنڌ جو حقيقي روح سمايل ڏٺو اٿس. انهن جي مفلسي، خانه بدوشي، جهالت ۽ مصيبت ۾ گرفتاري ۽ قيد ڏسي هنجون هاريون ۽ نير وهايو اٿس. سنڌ جي مستقبل کي عوام جي آئيندي سان وابسته ٿي سمجهيائين. انهن جي مشڪلاتن ۽ مصيبتن کي سنڌ جي تڪليف ڪري ٿي ڄاتائين. انهن جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ ۾ سنڌ جي ڀلائي ۽ بهتري ٿي ڏٺائين. هر قوم کي دنيا جي تعمير نو ۾ پنهنجو حصو پيش ڪرڻو آهي، هن جي خيال موجب سنڌين کي به انهيءَ ڏس ۾ خاص پارٽ ادا ڪرڻو آهي. اهو مقصد تڏهن حاصل ٿي سگهندو، جڏهن سنڌي پنهنجي هزارن ورهين جي تهذيب کي، جا هنن صدين جي تجربي بعد حاصل ڪئي آهي، ترقي ڏياري اوج تي آڻين. هن کي معلوم هو ته سنڌي، دنيا جي ٻين قومن جي بنسبت پٺتي پيل هئا. هنن جي سڀ حاصلات بدويانه نموني جي هئي ۽ ٻين جي مقابلي ۾ پٺتي هئي. ليڪن هن ان جي باوجود، ڪين هر پنهنجي شيءِ تي فخر ڪرڻ جي تلقين ڪئي ۽ ساراهيو. ڪيس معلوم هو ته جيستائين قوم ۾ خود شناسي ۽ خودداري پيدا نه ڪئي ويندي آهي، ان وقت

تائين هن ۾ پنهنجي پيرن تي بيهڻ ۽ پنهنجي پيغام ڏيڻ جي طاقت پيدا نہ ٿيندي ۽ سنڌي ٻين جي سياسي، اقتصادي، ذهني غلاميءَ ۾ ڦاٿا پيدا هوندا.

مارئيءَ جي سر ۾ هن انهيءَ مضمون کي تفصيل سان ورجائي پيش ڪيو آهي. ان سر ۾ سنڌي عوام کي مارن سان تشبيهہ ڏني اٿس. ڌارين جي حڪومت کي عمر ڪوٽ جو بند ۾ قيد ڪري شمار ڪيو اٿس. حڪمران طبقي کي عمر سومري جي نالي سان ياد ڪيو اٿس. آزاديءَ جي حياتيءَ کي ملير ۾ موڪ مها چونڊڻ واري زندگي ڪري ليکيو اٿس.

سنڌي عوام جي سچي عيوضين ۽ محبِ وطن کي جنهن کي آزاد زندگيءَ جو قدر ۽ پنهنجي قوم جي پستي جو درد آهي، مارئي جي نالي سان ڪري ظاهر ڪيو اٿس.

شاهہ صاحب خواهہ مخواهہ پست پيل سنڌين کي ٻين قومن کان مٿي نٿو سمجهي. هن کي سنڌن پستيءَ جي بخوبي احساس هو. ليڪن انهيءَ کي هن عيب سمجهي ظاهر نہ ٿي ڪيائين چوي ٿو تہ:

اسين تنان آئيون، جت ڪهنبو ناهہ،
جي وڃون ڪنهن وهانءِ، تہ بہ مٽن لوئيون.

هڪ هنڌ سنڌين جي دهقاني زندگيءَ جو ذڪر هيئين طرح ڪري ٿو:

گولون گولاڙن جون، جهپي ساڻ جهپيندي،
ڪوڪڙ ڪنڊيرن ۾، ڦوڪيو، ڦڪ پريندي،
عيدن برادن تي، ڪيہ مانڊاٺو ڪيندي،
پُسي ڪاني پيٽ ۾، ڏونرا ڏٿ آءٌ ڏيندي،
سگر ساهيڙين سان، ساٿيہ ۾ سٽيندي.

سنڌن لباس جو ذڪر ڪندي چوي ٿو تہ:

گولاڙا ۽ گگريون، اوڇڻ اباڻن،
ويڙهيا گهمن ولڙين، جهانگي منجهہ جهنگن،
مون کي مارونڙن: سج ڳڻائي سيج ۾.

سنڌن عام حالت جو بيان ڪندي هيئين طرح چوي ٿو:

پلر پيڻ، اوڇڻ ان، جن جا پير مٿي پٽ پاڪ،
وهڻ وراڪن ۾، ان جي اجهوڪي اوطاق،
پاڻ نہ پسن پاڻ کي، وبچارا بي باڪ،
عمر اوءِ نہ عاق، ڏکيا جمر ڏرڪونئين.

اٿين ۽ چاڙهين، ڏٺ ڏهاڙي سومرا،
سٺا ڪيو سيد چوي، سانون سڪائين،
منجهان لنب لطيف چوي، چانور ڪيو چاڙهين،
پلاءِ نه پاڙين، عمر آراڙيءَ سين.

مٿن ٽپڪ ٽپڪڙا، چڪندڙا اچن،
ڪڙيون ڪيه پڪليون، پڳهر سر پيرن،
ايءَ وڙ ويڙهيچن، مون لوڏائني لکيا.

انهيءَ طرح سان پنهنجي سنگهارن، مارن، ويڙهيچن ۽ پنهوارن يعني سنڌي عوام جي غربت جا ماريل، ڏاڍين جا ستايل، پاڻ اُگهاڙا رهي، بين لاءِ رات ۽ ڏينهن محنت ۽ مزدوري ڪندڙ هئا، جي زندگيءَ جا مثال ڏيندي، سندن جاءِ رهائش، جو هينئين طرح ذڪر ڪري ٿو:

عمر انهيءَ ڏيهه جا، ڏوٿيئن ڏنم ڏس،
ولَيون وڻ ڦلاريا، للرنگيون لس،
آٿيو وجهن آهرين، سندا ٿوهن ٽس،
ميوا، مجر، ماکيون، سپڪا چکن چس،
ماڙيءَ وهين مس، ملير ويندن مارئي.

هن هنڌ مارو سنرا، ڍنگر ڍار رهن،
پاٽي پوج پٽن ۾، پکي پاند پين.
"ورسي ڪارا ڪوهه، سنجيم جي سائيه جا."

ڪوهر، ٿوهر، ٽر، جت سانيڪا ۽ سٽيون،
چارين اتي چاهه مان، ڦوڳن پاسي ڦر،
ڪينن لهندم ڪر، جينن مارو پاڻ آپاريا.

نڪا جهل نه پل، نڪو رائنر ڏيهه ۾،
آٿيو وجهن آهرين، روڙيو رتا گل،
مارو پاڻ امل، مليرون مرڪٿو.

ڏاڍين ۽ حڪمران طبقي جي ترقي، دٻدٻي، جوڙ ۽ جنسار ڪي ڏسي مرعوب نٿو ٿئي، هن کي سنڌي عوام جي سادي ۽ بدويانه تهذيب سان خاص الفت آهي.

ٻنهي جي پيٽ ڪندي هينئين طرح چوي ٿو ته:

پٽولا پنهواريون، مور نه مٽي ڪن،
جي لاک رتائون لوئيون، ته شالنئان سرنهن،
ان ايلاچنئون اڳري، بخمل بافتن،
سڪر پانيان سومرا، ڪٿي ڪان ڪهنين،
جا ڏنم ڏاڏائن، سا لاهيندي لڄ مران.

ارمق هڏ نه اوڍيان، پٽولا پٽ چير،
ٻانڌئا ٻن ڏيان، ارغج ۽ عنبير،
ماروءَ سين ماٺيان، ڪٿيون جهڙيون ڪير،
اندر اڃ اڪير، مونکي ٻرين، پنهوار جي.

سون برابر سڳڙا، لون لون برابر لک،
رهو تنهن جو رد ڪيو، ڪرڙ تنهن کي ڪک،
مون ماروءَ جو مک، تيل نه لاهيان تنهن جو.

ڪارا ڪرايس مر، سون اسانکي سوءِ،
ور جيڏين سان جوءِ، فاقو فرحت پانيان.

هن سنڌي عوام يعني مارن جي ڌارين يا صاحب اقتدار طبقي جي غلاميءَ مان آزادي ماڻڻ، ذهني زنجيرن جي ٽٽڻ، سندن سياسي اقتدار جي ڪوٽن ڪرڻ، انقلاب عوام جي واهوندڙ ورڻ لاءِ دعائون گهريون آهن. ڏولاهن جي ڏينهن گذري، سُک جي سڪارن لاءِ دل کي دلاسا ۽ ڏڍ ڏنا آهن. هو چوي ٿو ته:

ميندا ڌوءِ نه مارئي، محلين مارئان ڌار،
پايو ميٺ ملير ري، منڌ نه ويڙهي وار،
جا هتيجن هار، سا ڪيئن وهندي ڪوٽ ۾.

عمر اڇا ڪپڙا، ڪاٺياريون ڪيئن ڪن،
جنهين جا ٿرن ۾، ور تا وڻ سهن،
هوءَ جي حق پچن، سي ڪيئن سٽيون سومرا.

آءُ ڪنس سوڙنيس سمهان، مون ور گهاري سج،
ور اباڻن سين اڄ، ڪُهِ شربت تنهن جو سومرا.

ڪو ڏينهن آهين ڪوٽ ۾، لوني هڏ م لاهه،
ڪامڻ اوهان جي ڪر جي، ايءُ آڏ وڏائي آهه،
ستي سيل نباهه، ملير ويندئين مارئي.

”منهن جي آس اها، ڪڏهن ڪيرائيندي ڪوٽ کي“

زبرئين پيڙئين لوهه ۾، ڳنن ڪيس ڳاهه،
سنگي سندي سومري، هڏ نه چاڙهيم ماهه،
سرتيون دعا ڪجاه، ته پرم پاروڙيءَ رهي.

وڄڙين وٺس ڪيا، مٿي آئي منڊ،
اکيون اباڻن ڏي، بس نه ڪرين بند،
هيڻن نه تيس هند، جي ڪر لڏئون ڪڏهين.

شاهه صاحب سنڌ جي جملي رهاڪن کي بنا هندومسلم فرق جي سنڌي ڪري تصور ڪيو آهي. جن ماڻهن کي ساراهيو اٿس، تن مان اڪثر هندو هئا. راءِ ڏياچ هندو راجا هو ۽ لاکو ڦلاڻي ڪڇ جو هندو راجا هو. راڻو سوڍو هندو هو، مومل هندواڻي هئي، سسئي هندو نسل جي هئي. اوڏ، جاڙيجا، ريباڙا، جوڳي، بابو، سنياسي، آديسي جن جو ذڪر شاهه صاحب پنهنجي ڪلام ۾ آندو آهي، سي سڀ هندو هئا. هن نڪو محمد بن قاسم جي تعريف ڪئي آهي، نڪو محمود غزنويءَ کي ساراهيو اٿس. اورنگزيب يا ڪلهوڙن جي مذهبي سياست جو مٿس اثر پوي ها ته ضرور انهن جو نالو به پنهنجي ڪلام ۾ آڻي ها. پر ڪٿي به اهو ڏسڻ ۾ نه ايندو. جي بلوچن کي ساراهيو اٿس ته، اهي پهريان ئي حاڪم هئا، جن شريعتي راڄ بدران، ملڪ جي دستورن پٽاندر حڪومت ڪئي. رسالي ۾ نه مُلن ۽ نه مولوين جي ساراهه ڪيل آهي، بلڪ هنگلور جي هلڻ، گنگا تي گجڻ ۽ سنگين وڄائڻ واري سامين ۽ جوڳين کي ياد ڪري رنو اٿس.

■

فصل ڇهون

# شاهه صاحب ۽ ڊاڪٽر محمد اقبال جي نظرين تي هڪ نظر

جهڙيءَ طرح سان شاهه صاحب جي شعر جو سنڌين جي دلين تي اثر پيو ٿو، اهڙيءَ طرح ڊاڪٽر محمد اقبال مرحوم به اڄ پاڪستان جي اردو دان مسلمانن ۾ خاص طور مقبول آهي. شاهه صاحب سنڌين ۽ ڊاڪٽر صاحب پاڪستان جي اردو دان، مسلمانن جا (سنڌن چوڻ موجب) قومي شاعر آهن.

هن فصل ۾ آءٌ ٻنهي جي خيالات ۽ نظريي بنسبت ڪجهه حقيقتون پيش ڪري، روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪندس.

پڙهندڙ جيڪڏهن غور سان شاهه صاحب ۽ ڊاڪٽر اقبال جي ڪلام کي ڏسندا ته معلوم ٿيندن ته ٻنهي جي تعليم ۽ فيض جو هڪ پاسو هڪڙوئي هو. يعني ٻنهي تي 1. رسول عربي 2. قرآن شريف 3. مثنوي روم جي تعليمات جو گهرو اثر پيل آهي. هيٺ ٻنهي جي ڪلام مان انهيءَ ڳالهه جي ثبوت ۾ ڪي حوالا ڏيئي پڙهندڙن کي ذهن نشين ڪرائڻ جي ڪوشش ڪندس.

1. شاهه صاحب

شاهه صاحب جي ڪلام جي پڙهڻ مان پتو پوي ٿو ته هن گمراهيءَ کان بچڻ ۽ هدايت حاصل ڪرڻ لاءِ محمد رسول الله ﷺ جي تعليم کي سمجهڻ ۽ مڃڻ ضروري ڄاتو آهي. هو چوي ٿو ته:

وحده لاه شريڪ له، جڏهن چيو جن،
تن مڃيو محمد ڪارڻي، هيجان ساڻ هنين،
تڏهين منجهان تن، اوتڙ ڪو نه اوليو.

شاهه صاحب قرآن کي حڪمت جو مخزن ۽ اسم اعظم جو منبع سمجهي ٿو ته جيڪڏهن غور ۽ فڪر سان ان ۾ نگاهه ڪبي ته ٻين درن تي وڃڻ جي ضرورت ئي ڪانه پوندي.

فکر سين فرقان ۾، اسم اعظم ڏور،
پيا در وجي نہ ووڙ، اي امل ايائين سپجي.

اهڙيءَ طرح شاهہ صاحب حقيقت جي جوءِ ڏسڻ، انساني معراج تي رسڻ، غير کان آجو ٿي حق جو مشاهدو ماڻڻ، پريين پسڻ بابت جڏهن گفتگو ڪري ٿو تہ مولانا روم جو حوالو ڏيڻ ضروري ڄاڻي ٿو. چوي ٿو تہ:

طالب قصر، سونهن سر، ايءَ رومي جي روءِ،
جنين ڏٺي جوءِ، تنين ڪچيو ڪين ڪي.

طالب قصر، سونهن سر رومي چيو آهي،
تاڙي جي لاهي، تہ منجهين مشاهدو ٿئي.

طالب قصر، سونهن سر، ايءَ روميءَ جي رهاڻ.
پهرين وڃائي پاڻ، پوءِ پسن پرينءَ کي.

## 2. ڊاڪٽر محمد اقبال

اهڙيءَ طرح ڊاڪٽر اقبال جي خيالات جو سرچشمو فيض بہ رسول عربي، قرآن شريف ۽ مولانا روم آهن.

پيغمبر بنسبت ڊاڪٽر اقبال فرمائي ٿو تہ:

«بمصطفیٰ برسان خود، راکه دین همه اوست،
اگر به اونه رسیدی، همه بولهبی است.»
«مقام خویش اگر خواهی درین دین،
بحق دل بند و راه مصطفیٰ گیر.»

ڊاڪٽر اقبال جا خيالات قرآن بنسبت جيڪڏهن معلوم ڪرڻ گهرندا تہ انهن جو پتو سندس هيٺين شعرن مان پئجي سگهندو.

میرے اشعار میں پھنس کر نہ رہ جا،
اگر تو سالك راہ یقین ھے
گذر جا تو مری بزم سخن سے،
رہ قرآن میں کام اولین ھے
جو تو اس طرح قرآن تك پہنچ جائے،
تو حاصل دولت دنیا و دین ھے

محيط کائنات دل هے قرآن،
نظر کی آخرى منزل هے قرآن
«جز بقرآن ضعيغى روباهى است،
فقر قرآن اصل شهنشاهى است»

ڊاڪٽر اقبال مولانا روم لاءِ جا عزت ۽ عقيدت رکي ٿو، ان جو پتو سندس هيٺين شعرن مان پئجي سگهندو. هو چوي ٿو ته:

«باز بر خوانم ز فيض پير روم، دفتر سربسته اسرار علوم
پير رومى خاك را اکسير کرد، از غبارم جلوه ها تعمير کرد
جان آواز شعله ما سرمايه دار، من فروتن يك نفس مثل شرار
موجم و در بحر او منزل کنم، تا در تابنده حاصل کنم»

مٿي ذڪر ڪيل حوالن مان پتو پئجي سگهي ٿو ته ٻئي ساڳين فيض جي چشمن مان سيراب ٿيا. سندن ڪلام تي وڌيڪ غور ڪرڻ بعد اهو به معلوم ٿيندو ته ٻنهي جي سامهون انسانذات جي ترقي ۽ اصلاح جا مقصد هئا. گهري نظر وجهڻ بعد پڙهندڙن کي اهو ضرور معلوم ٿيندو ته، انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ ٻنهي جدا جدا رستا ۽ راهون ڏسيون آهن. مٿي ذڪر ڪيل هڪ جهڙائيءَ ڏيکارڻ بعد آءٌ سندن اختلاف ڪي هيٺ پيش ڪندس.

## شاهه صاحب جو نقطه نگاهه

### ا. وحدت مذاهب

شاهه صاحب مسئله وحدت الوجود کي مڃڻ ڪري، 'وحدت مان ڪثرت' جي پيدا ٿيڻ جو قائل هو. هن ڪثرت جي ڪا جدا هستي نه ٿي مڃي ۽ ان کي صرف وحدت جو مظهر ڪري ٿي مڃيائين.

هن وٽ "سو پرين سو پساهه، سو ويري سر واهرو" جو عالم هو. هن پڙاڏي ۽ سڏ کي ساڳي شيءِ ڪري ٿي سمجهيو ۽ چيائين ٿي ته:

"هئا اڳهين گڏ، پر ٻڌڻ ٻه ٿيا"

هو دوبينائي دور ڪري ٻيائي کي ٻارڻ جي هدايت ڪري ٿو ۽ چوي ٿو ته:

وحده لاشرک له، اي هيڪڙائي حق،
ٻيائيءَ کي ٻک، جن وڌو سي ورسيا.

ان ذاتِ حقيقيءَ جون 'ڪوڙين ڪاياڻون' ڏٺيون هئائين ۽ انهيءَ جا ڏار ڏار درشن به ڪيا هئائين. هنُ ڪي نايوديءَ نيٺي اهڙو اعليٰ ڪيو هو، جو ڪرِ ۾ به پرينءَ پي پاڻ پسايس، تنهن ڪري هو دنيا جي مڙني مذهبن جي بنيادي وحدت جو قائل هو ۽ مذهبن جي بنيادن تي انسانن ۾ اختلاف عين اسلام جي بنيادي اصولن جي خلاف ٿي سمجهيائين. هو 'صوفي لاڪوفي' هو ۽ صرف وصال جو ورق پڙهيو هئائين. ٻي لات ذري جيتري به پڙهڻ لاءِ تيار نه هو. هن رب العالمين کي يار ڪيو هو، تنهن ڪري هن جيڏانهن ٿي نظر ڪئي ته سڄڻ ٿي سامهون آيس. هن وٽ شڪ ۽ گمان هئا ئي ڪونه. هن مذهبن جي نالي ۾ انسانن کي جدا ڪندڙ ماڻهن کي 'ڪوبج' ڪري ڪوٺيو آهي. هن انساندات جي مڙني مرضن جو علاج محبت ۽ پيار جي نسخي ۾ ڏٺو هو. چوي ٿو ته:

ڪنيس ڪوبجن، تن طبيب نه گڏيا،
ڏيٺي ڏنبَ ڏڏن، پاٺان ڏٻل ڏڪوٺيو.

2. سنڌين جي قوميت

هن ساري انساندات کي، قرآن جي آيت مطابق هڪ جماعت ڪري ٿي سمجهيو "ڪان الناس اُمة واحدة".

ليڪن سڃاڻپ ۽ سهوليت لاءِ گڏ ٿي ترقي ڪرڻ لاءِ هو قرآن جي ٻي آيت مطابق "وجعلنا ڪم شعوبا، وقبائل لتعارفوا". سنڌين کي جداگانه قوم ڪري سڏڻ کي گناهه نه سمجهندو هو. سنڌين جي جدا هستي قبول ڪرڻ مان سندس مقصد انساني تفريق جو نه هو، بلڪ بين الاقواميت تي پهچڻ جو ڏاڪو هو.

هن گهڻو ڪري ساري سنڌ گهمي ڏٺي هئي، ملڪ غربت، جهالت ۽ ڏک هر طرف گهڻو ڏٺو هئائين، سنڌي عوام جي حالت ڪسمپرسيءَ واري هئي، چوڌاري جڏهن نظر ٿي ڪيائين ته قومن جا قافلا ترقيءَ جي سفر ۾ اڳتي وڌي ويل هئا، پر سنڌي اڃا نياڳ جي ننڊ ۾ مٿن جيئن منهن ويڙهي ستا پيا هئا. هو 'ڇورا نندورا' هئا، جن جو مائٽ مٽ ڪونه هو، سندن پاڙي وارن کي پروڙ ڪانه هئي ته سندن رات ڪا رنج ۾ ٿي گذري، تنهن ڪري هن سيني "سورن وارين" کي پاڻ ۾ پچار ڪرڻ، قوم ۽ ملڪ جا درد ۽ ڏک اورڻ، "ڏکين جي مڙي پنڻ ڪرڻ" واسطي 'سنڌي اتحاد' جو آواز اٿاريو. انهيءَ خيال ۾ اهڙو محو ٿي ويو، جو هنَ مذهبن جا مصنوعي ويڇا وساري ڇڏيا ۽ سيني سورن وارن کي گڏڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ سڪن وارن کي مخاطب ٿي چيو ته:

"اڻ ڏکوئيون ڏکن جي، کوه پڇن پون،
ناه اوراڻو ان کي، ٿيون لوک رياڻون رون،
پنڻ پيڙبون هونِ، پارَ تنهين جا پڌرا."

هن سنڌ جي مارئيءَ کي عمرڪوٽ جي غلاميءَ واري زندگيءَ کان آجو ڪري، ملير جي آزاديءَ واري دنيا ۾ وٺي وڃڻ کي پنهنجو مقصد مقرر ڪري ڇڏيو هو. پاڻ کي سنڌي عوام يعني مارن جو هڪ فرد سمجهي وينو هو ۽ چيائين ٿي ته

"جيها جي تيها مون مارو مڃيا"

هن ور ور ڏيئي چيو ٿي ته:

"اچو سورن واربون، ڪريون سور پچار."

اهڙيءَ طرح

"ديسي سيڻ ڪجن پرديسي کهڙا پرين"

به سندس تعليم جو مکيه جزو رهيو ٿي، ان مقصد يا 'هاڙهي ڏي هلڻ' لاءِ، هن جي نظر ۾ صرف 'اندر جي اڏ' وارن کي هلڻو هو.

3. حب الوطني

شاهه صاحب جي ساري فلاسافي وطن جي بنياد تي بيهاريل هئي. وطن جي حب کي هن ايمان جو جزو ڪري ٿي سمجهيو. هن کي ذاتي تجربي ۽ تاريخ جي معلومات مان پروڙ پئجي چڪي هئي ته اعتقاد جي بنياد تي قوم جو نهڻ انهيءَ وقت جي ماڻهن جي ذهني معيار مطابق نه هو ۽ انهيءَ قسم جا خيالات هوا ۾ ڪوٽ اڏڻ جي برابر هئا. کيس معلوم هو ته ماڻهن جي چوڻ ۽ ڪرڻ ۾ هميشه تفاوت پيئي رهيو آهي. هڪ هنڌ اهڙين ڳالهين کي نظر ۾ رکي چيائين ته:

اندر ڪوڙو ڪانءُ، ٻاهر ٻولي هنج جي،
اهڙو نلهو ٿانءُ، پڇي چوند پورا ڪرين.

هو وطن جي سرسبز ٿيڻ ۽ عوام جي سکئي ٿيڻ لاءِ دعا گهري چوي ٿو ته:

"وطن وسائيج، ته سنگهارن سک ٿئي"

پنهنجي ديس جي ماڻهن لاءِ کيس جيڪا محبت هئي، ان جو اندازو هيٺين سٽن مان پئجي سگهندو.

"ڳالهيون ڪنديءَ ڪاڪ جون، ڳوڙها پيس ڳڙي"
"سندي سنگهارن، جوءِ جو جياري جڏڙين"
"جيها جي تيها، مون مارو مڃيا"
"ٿر ٿر اندر ٿانءِ، ونهين ويڙهيچن جو"

هڪ هنڌ حڪمران قوم جي فرد کي مخاطب ٿي چوي ٿو ته:

آءُ ڪيئن چڏيان سومرا، تن پنهوارن پچار،
جڙ جنهين جي جان ۾، لڳي ريءَ لهار،
ميخون محبت سنديون، هنئڙي منجهه هزار،
پکا ۽ پنوهار، ڏني مون ڏينهن ٿيا.

هو ڪٿي به هوندو هو ته وطن ياد هوندو هوس، چوي ٿو ته:

"قسمت آنديون ڪونجڙيون وطن سندن روهه"

"پري جنين جي پانءِ، پسان ملڪ ملير جو"
"ڪريان ٻي نه ڪنِ، ويندس وطن سامهون"

هن کي سدائين سنڌ تي سڪار ۽ سک جو اُونو رهندڙ هو. هن سنڌي عوام کي ويڙهيچا، وطن ڇاوا، پنوهار، مارو، اباڻا وغيره نالن سان ڪوٺي، سندن آزاديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ دعائون گهريون آهن. هن کي حڪمران طبقي ۽ ڏارين جي طاقت توڙي علمي لياقت جو به حال معلوم هو ۽ پنهنجي عوام جي ڪمزورين ۽ بي سرو سامانين جو به پتو هوس، تنهن ڪري ظاهري حالتون اميد افزا نه ڏسي، هو قدرتي ۽ بين الاقوامي تبديلين ۽ انقلابن ۾ اميدون ۽ آسرار رکي پئي هليو. ڪيس هميشه اميد پئي رهي ته ضرور تبديليءَ جي مند ايندي، انقلاب جا منڊل وڄندا، نين تحريڪن جا ڪڪر قلب جون ڪسون لاهيندا، ظلم ۽ ستم ڪان ستايل دلين ۾ وري نئون روح پوندو، گوندر لهندا، موزي ۽ ڏڪاريا ڏيهه مان ويندا. هاري همٿ ڪري ملڪ جي سڪل (سنل) ۽ سخت زمين (دلين) کي انقلاب جو هَرُ ڏئي حقيقي آزاديءَ جو ٻج وجهي سک ۽ سلامتيءَ جو فصل لڻندا.

4. دين ۽ سياست جي علحدگي

شاهه صاحب اسلامي تاريخ جي روشنيءَ ۾ دين ۽ سياست گڏي هلائڻ جا نقصان ڏسي چڪو هو، هن کي معلوم هو ته مسلمانن جي ڪثرت وٽ نه صحيح اسلام جو تصور باقي رهيل هو ۽ نه حڪمران طبقي ۾ خدا شناسي ۽ خدمت خلق جو

جذبو موجود هو، جو حڪومت کي اسلامي طريقي هلائين، بلڪ دين کي ذاتي ۽ طبقاتي مفاد لاءِ مروڙي ڪتب پئي آندو ويو. دين جي اثر هيٺ حڪومت هلائڻ وارا ماڻهو ئي گدر ڪري ويا. هڪ هنڌ انهيءَ حالتن کي نظر ۾ رکي چوي ٿو ته:

ويا سي وينجهار، هيرو لعل وندين جي،
تنين سندا ويان، سيهي لهن نه سار،
ڪُٽين ڪُٽِ لهار، هاٿي انهن پيٺئينءَ.

هن ڏٺو پئي ته دين ۽ ان جي شريعت کي حڪمران طبقي جي سياه ڪارين لڪائڻ، طاقت ۽ اقتدار قائم رکڻ لاءِ اوزار ڪري پيو ڪتب آندو ويو. هن کي ان وقت جي مُلن جو پورو پتو هو ته حاڪمن جي چوڻ تي، ڪيئن نه مذهب کي مروڙي سروڙي ظاهر ڪيائون، اهڙن ماڻهن لاءِ چيائين ٿي ته:

ڦريا پسي ڦيڻ، ڪرين ڪير نه چڪيو،
دنيا خاطر دين، وڃائي ولها ٿيا.

هن کي پتو هو ته شخصي ۽ طبقاتي مفاد عوام جي مفاد لاءِ مخالف هئا، تنهنڪري وڏين ملڪيتن ۽ اقتدار رکڻ وارا حاڪم جڏهن مذهب جو نالو وٺندا هئا ته ان ۾ ڪا به سچائي ڪانه هوندي هئي، هو صرف عوام کي ڏوکي ڏيڻ لاءِ مذهب جي نالي ۾ آڙ وٺڻ جي نيت سان اهڙا آواز اٿاريندا هئا. انهيءَ لاءِ شاه صاحب چوي ٿو ته:

ڪيئن ماپندا من، خودي ۽ خدا،
ٻن ترارين جاءِ، ڪانهي هڪ مياڻ ۾.

5. مدافعانه ذهنيت

شاه صاحب ڪڏهن به سواءِ پاڻ بچائڻ ۽ غلاميءَ کان آزادي حاصل ڪرڻ جي، تلوار ڪڍڻ جي صلاح نه ڏني، هو اڳرائي ۽ ارهه زورائي، پوءِ اها ڪٿي ڪهڙي به نالي ۾ هجي، جي برخلاف هو. جنگجو پاليسيءَ جي مخالف هو. ان بابت سندس خيالن جو پتو سندس هيٺين بيتن مان پئجي سگهندو:

هو چوندي تون مَ چؤ، واتان وائي،
اڳ اڳرائي جو ڪري، خطا سو کائي.

ليڪن ان مان اها معنيٰ ڪڍڻ غلطي ٿيندي ته هو بزدليءَ جي تعليم ڏئي ٿو.

۽ پاڻ بچائڻ ۽ آزادي هٿ ڪرڻ يا قائم رکڻ لاءِ، سر جي سٽ هڻڻ کان ڪيٻائي ٿو. ان لاءِ سندس هيٺيون بيت شاهد آهي:

هَٿَڻ هَڪلڻ، ٻيلي سارڻ، مانجهيان اي مرڪُ،
وجهن تانَ نہ فرقُ، رُڪَ وهندي راند ۾.

حق لاءِ لڙندڙن ۽ آزاديءَ جي پروانن جي باري ۾ هڪ هنڌ چوي ٿو تہ:

آيا اجارين، تيغون تراريون تيورا،
ساڳيون ساڻن هٿ ۾، ڪلهنئون نہ لاهين،
ايا ئي آهين، مهانين مرڻ تي.

جنگ جي ميدان ۾ مخالف جي طاقت، لشڪر، ساز ۽ سامان جو ڪوبہ اثر نٿو پوي. هو پِڙ ۾ پرزا ٿيڻ واري سورهہ کي شاباس چئي، ٻي همٿن ۽ پٺي ويندڙن کي ننديءِ چوي ٿو تہ:

پُٺي آئين پٺڻا، لڄائيني مون سيڻ،
ويٺيون وجهن ويڻ، منهن مٺاها جن جا.

## ڊاڪٽر اقبال جو نقطہ نگاهہ

### ١. وحدت الشهود

اسلام جي برتري مذاهب عالم تي: ڊاڪٽر اقبال، برعڪس شاهہ صاحب جي، مسئلہ وحدت الوجود کي قومن جي ترقيءَ جي راهہ ۾ رڪاوٽ ٿو سمجهي. هن جي نزديڪ انسان جو آخري ڪمال هن ۾ نہ آهي تہ، پنهنجي هستي فنا ڪري، هستيءَ مطلق ۾ جذب ٿي وڃي، بلڪ شرف انسانيت انهيءَ ڳالهہ ۾ آهي تہ انسان پنهنجي اندر خودي پيدا ڪري، خود ذات مطلق کي، پنهنجي اندر جذب ڪري، هو چوي ٿو تہ:

خودی کو کر بلند اتنا کہ ہر تقدیر سے پہلے
خدا بندہ سے خود پوچھے، بتا تیری رضا کیا ہے

(بال جبريل)

ڊاڪٽر اقبال يورپ جي فيلسوف هيگل تي انهيءَ ڪري سخت نقطہ چيني ڪري ٿو، جو مسئلہ وحدت الوجود جو حامي هو ۽ سندس لاءِ چوي ٿو تہ:

طائر عقل فلک پرواز او دانی کہ چیست
ماکیان کمزور و مستی خایہ گیرد بی خروس

(پيام مشرق)

انهيءَ سبب ڪري يونان جي حڪيم افلاطون کي سنڌس بي ثباتي دنيا جي راين سبب "راهب ديرينا" ۽ "از گروهه گو سفندان قديم" سڏي ٿو. ڇاڪاڻ ته هن جي نظر ۾ اهڙا خيال قومن ۾ زندگي نشا ڦوڪيـن، مورڳو انهن کي موت جي ننڊ سمهارين ٿا.

ڊاڪٽر اقبال نابوديءَ جي برخلاف آهي. شاهه صاحب وانگر ته:

"نابوديءَ نيئي، وڃي عبد کي اعليٰ ڪيو"

کي نشو مڃي. هو خوديءَ ۾ سڀ ڪجهه ڏسي چوي ٿو ته:

پيکر هستی ز آثار خودی ست
هرچه می بینی ز اسرار خودی ست
آن نمودن خویش راخونے خودی ست
خفته در هر ذره نیروئے خودی ست
قطره چون حرف خودی ازبر کُند
هستیءِ بے مایه را گوهر کند
کوه چوں از خود رود صحرا شود
شکوه سنج جو شش دریا شود

ڊاڪٽر اقبال انسان جي انفراديت جو زبردست حامي آهي ۽ بني نوع انساني جي ترقيءَ ۽ اصلاح لاءِ 'انسان ڪامل' جي رهبري جي ضرورت محسوس ٿو ڪري، سنڌس نظر ۾ مذهب اسلام (جو دين فطرت آهي) جا پيرو مسلمان ئي، اِها رهبري ڪرڻ جا لائق آهن. سنڌس خيال ۾ مسلمان دين فطرت جا پاسبان، فڪر ۽ عمل جي وحدت جا رهنما آهن، جن جي نگاهه ۾، انسانذات جي موجوده، مصيبتن کان نجات صرف مسلمانن جي ذريعي حاصل ٿي سگهندي. ان ڪري هو چوي ٿو ته:

تو نه مٹ جائیگا ایران کے مٹ جانے سے
نشئه مئے کو تعلق نہیں پیمانے سے
چشم اقوام سے مخفی ہے حقیقت تیری
زندہ رکھنی ہے زمانہ کو حرارت تیری
کب کو قسمت ـ امکان ہے صداقت تیری
ختم کاہے کو ہو، کام ابھی باقی ہے
نور توحید کا اہتمام، ابھی باقی ہے

(بانگ درا)

## 2. مسلمانن جي جداگانہ قوميت

ڊاڪٽر صاحب مٿي ڏيکاريل نظريي جي ڪري مسلمانن کي، دنيا جي ٻين قومن کان مذهب جي بنياد تي علحده قوم ڪري سمجهي ٿو، ملڪ، نسل، رنگ وغيره جي بنيادن تي قومن جو نظريو، سندس اڳيان فرسود ۽ نقصانڪار آهي. سندس انهن خيالن جي شهادت، سندس هيٺين بيتن مان پسجي سگهندي:

قلب ما از هند و روم و شام نيست
مرزبوم او بجز اسلام نيست
با وطن وابسته تقدير اهم
بر نسنب بنياد تعمير اهم
ملت مارا أساس ديگر است
اين أساس اندر دل ما مضمر است
مدعائے ما، مال ما يکيست
طرز و انداز و خيالِ ما يکيست
ناز نعمتهائے او اخوان شديم
يك زبان و يك دل و يك جان شديم

(رموز خودی)

ٻئي هنڌ بانگ درا ۾ هيٺين طرح چوي ٿو:

اپنی ملت پر قياس اقوام مغرب سے نہ کر
خاص ہے ترکيب ميں قوم ۔ رسول ھاشمی
ان کي جمعيت کا ہے ملک و نسب پر انحصار
قوت ۔ مذھب سے مستحکم ھے جمعيت تری
دامن دين ھاتھ سے چھوٹا تو جميعت کہاں
اور جميعت ہوئی رخصت تو ملت بھی گئی
قوم مذھب سے ہے، مذھب جو نہيں تم بھی نہيں
جذبہ باہم جو نہيں، محفل انجم بھی نہيں

(بانگ درا)

## 3. وطن پرستيءَ جي مخالفت

ڊاڪٽر اقبال قوميت جي نظريي جو بنياد، مذهب تي رکندي، حب الوطني کي بت پرستيءَ سان تشبيھ ڏيندي، ان کي مذهب لاءِ زهر قاتل ٿو سمجهي.

موجوده زماني ۾ دنيا جي قومن جي باهمي جهڳڙن جو بنياد انهيءَ ڳالهه کي ٿو سمجهي. تجارت جي فروغ واسطي پين ملڪن کي قبضي ۾ آڻڻ جو ڪارڻ به انهيءَ کي ٿو ڄاڻي، انسانذات کي ڪن ملڪن ۾ محدود ڪري، ان کي ٽڪرن ۾ ورهائڻ جي برخلاف آهي، مسلمانن کي هو مشورو ڏئي ٿو ته ڪنهن خاص ملڪ سان دل نه ٻڌن، بلڪ ساري دنيا کي پنهنجو وطن ڪري ڄاڻن، سندس انهيءَ خيال جي تائيد ان جي هينين بيتن مان ٿئي ٿي:

ان تازه خداؤں میں بڑا سب سے وطن ہے
جو پیرہن میں ہے رقابت کا کفن ہے
اقوام جہاں میں ہے رقابت تو اسی سے
تسخیر ہے مقصود تجارت تو اسی سے
ہو قید مقامی تو نتیجہ ہے تباہی
رہ بحر میں آزاد وطن صورت ماہی

رہے گا راوی و نیل و فرات میں کب تک
ترا سفینہ کہ ہے بحر بیکراں کے لئے

جوہر مایا مقامے بستہ نیست
بادہ تندش بجانے بستہ نیست

مسلم امتی دل باقلیمی مبند
گم مشو از جہان چون و چند

ہے ترکِ وطن سنت محبوب الاھی
دے تو بھی نبوت کی صداقت کی گواھی

دنيا جي انهن قومن لاءِ، جي وطن تي بنياد ٿيون رکن، هينين طرح فرمائي ٿو:

ان چنان قطعه اخوت کرده اند
بر وطن تعمیر ملت کرده اند
تا وطن را شمع محفل ساختند
نوع انسان را قبائل ساختند
مردمی اندر جهان افسانه شد
آدمی از آدمی بیگانه شد

روح از تن رفت و هفت اندام ماند
آدمیت گم شد و اقوام ماند

(رموز خودی)

## 4. مذهب ۽ سياست جي اجتماعيت

ڊاڪٽر اقبال دين کي دنيا جي ڪاروبار کان علحده نٿو رکڻ گهري، هو اسلام کي منظم دين ڪري زندگيءَ جي هر مسئلي ۾ ان جي رهبري ضروري سمجهي ٿو، هو انهيءَ رستي زمين تي عدل ۽ انصاف قائم ڪري، امن ۽ سلامتي قائم ڪرڻ گهري ٿو. اڄوڪي دنيا جي دستور (جنهن ۾ سياست کي مذهب کان علحده ڪيو ويو آهي) کي پسند نٿو ڪري.

هن جي نظر ۾ سياست حڪومت دين کان جدا ڪرڻ بعد بي روح ٿي پيئي آهي ۽ ڪاغذي عهدنامن، قانونن ۽ قاعدن مان جان نڪري ويئي آهي، انهيءَ جي تائيد ۾ سندس هيٺيان بيت شاهد آهن:

مری نگاه میں ہے یہ سیاست لادین
کنیز اہرمن و دون نہاد و مردہ ضمیر
ہوئی ہے جو ترک کلیسا سے حاکمی آزاد
فرنگیوں کی سیاست ہے دیو بے زنجیر
متاع غیر پہ ہوتی ہے جب نظر اس کی
تو ہیں ہراول لشکر کلیسا کے سفیر

(ضرب کلیم)

«ہوئی دین دولت میں جس دم جدائی
ہوس کی امیری، ہوس کی وزیری.»

هو گذريل اسلامي دؤر جي ياد مسلمانن کي تازه ڪرائي ٿو: ان وقت لشڪر جو سپهه سالار ۽ مسجد جو امام ساڳيو هو. ان جي هڪ هٿ ۾ تلوار هئي ته ٻئي ۾ قرآن لتڪيل هوندو هوس. دين ۽ دنيا ٻنهي ۾ پورو هوندو هو. هو مسلمانن کي دنيا جي امامت ڪرڻ جي تلقين ٿو ڏئي.

## 5. جارحانہ ذهنيت

ڊاڪٽر اقبال مسلمانن کي انسانن جي رهبريءَ جو لائق سمجهي غلبہ اسلام آٽڻ ۽ خدمت ڪبريٰ قائم ڪرڻ ٿو گهري. مسلمانن کي دنيا ۾ دارالاسلام قائم ڪرڻ لاءِ جهاد جي تلقين ٿو ڪري ۽ ڪين ياد ٿو ڏياري ته هو تلوارن جي ڇانوَ ۾

پلجي جوان ٿيا آهن، خود سندن قومي نشان ۾ انهيءَ ڪري خنجر ۽ هلال ٺهرايو ويو آهي. سندس انهيءَ خيالن جي شهادت سندس هيٺين بيتن مان ملي سگهندي.

یہ نکتہ سر گذشت ملت بیضا سے ہے پیدا
کہ اقوام زمین ایشیا کا پاسبان تو ہے

سبق پھر پڑھ صداقت کا، عدالت کا، شجاعت کا
لیا جائے گا تجھ سے کام دنیا کی امامت کا
نہیں تیرا نشیمن قصر سلطانی کے گنبد پر
تو شاہین ہے بسیرا کر پہاڑوں کی چٹانوں میں

در کف موسیٰ همیں شمشیر بود
کار او بالاتر از تدبیر بود
پنجه حیدر که خیبر گیر بود
قوت او از همیں شمشیر بود

(رموز بی خودی)

سوچا بھی ہے اے مرد مسلمان کبھی تونے

(ضرب کلیم)

آ تجھہ کو بتاؤں میں تقدیر اُمم کیا ہے
شمشیر و سنان اول طاؤس و رباب آخر

(بال جبریل)

شاهه صاحب ۽ ڊاڪٽر اقبال جي نظرين جي هن مختصر وضاحت مان ظاهر آهي ته ٻنهي پنهنجي نقطه نگاهه کان انسانذات جي ترقي ۽ اصلاح ٿي گهري. انهي واسطي قومن کي بيدار ڪري منجهن روح ڦوڪڻ ٿي گهريو. جيتوڻيڪ سندن طريقيڪار الڳ هئا، ليڪن ڪيترا نقطا ساڳيا ڏسيائون ٿي. مثلاً

**١. عشق جي تلقين**

ٻنهي وٽ هر قومي مرض جو علاج عشق قرار ڏنو ويو آهي. سندن چوڻ هو ته عشق کان سواءِ انسان بي جان آهي، جيستائين ڪن قومن عشق جي شراب مان ڍڪ نه پيتو آهي، ان وقت تائين هو ڪوبه وڏو ڪم ڪري نه سگهندا.

شاهه صاحب فرمائي ٿو ته:

جڏهن وهي تنهن وات، ڪپر پچن ڪوڙيون،
جن کي سک ساهڙ جي، سي گهيڙ پڇن نہ گهات،
جن کي عشق جي اوسات، سي واهڙ پائنيں وڪڙي.

پاڻ م ڪڇ پاڻ سين، وسيلا وڃاءِ،
عشق ساڻ اُناءِ، پيهہ پرين جي پار ڏي.

سڪڻ اُنين نہ سڌ، جيئن لکيو لياڪا پائنين،
پنهي پريان جي نہ ٿنين، متي اگڻ اڌ،
اي پڻ ڪوڙي سڌ، جيئن ڪليو ڪايو سمهين.

ڊاڪٽر اقبال چوي ٿو تہ:

عشق کے ہیں معجزات سلطنت و فقر و دین
عشق کے ادنیٰ غلام صاحب تاج و نگین
عشق مکان و مکیں، عشق زمان و زمین
عشق سراپا یقین اور یقین فتح باب
در جہاں ہم صلح و ہم پیکار عشق
آب حیوان، تیغ جوہر دار عشق
جب عشق سکھاتا ہے آداب خود آگاہی
کھلتے ہیں غلاموں پر اسرار شہنشاہی

2. قرباني

پنهي صاحبن جو چوڻ آهي تہ خطرن کي منهن ڏيڻ ۽ تڪليف برداشت ڪرڻ کان سواءِ ڪابہ قوم ترقي ڪري نہ سگهندي.

شاهہ صاحب فرمائي ٿو تہ:

سڪڻ ۽ سوري پنهي اکر هيڪڙي،
وهڻ وانڌين تي ڪارڻ ضروري،
پنهي جي پوري، جيءَ ڏني ريءَ نہ جڙي.

پهرين ڪاتي پاءِ، پڇج پوءِ پرينءَ،
ڏک پريان جو ڏيل ۾ واڄٽ جيئن وڄاءِ،
سيخن ماهہ پچاءِ، جي نالو ڳيڙءُ نينهن جو.

ڊاڪٽر اقبال چوي ٿو ته:

ميار بزم بر ساحل که آنجا
»حيات بر کنارهٔ نرم خيز ست
بدريا غلط با موجبش در آويز
حيات جاودان اندر ستيز است«

### 3. خودشناسي

پنهنجي صاحبن هڪ مشهور حديث ته:

”من عرف نفسه فقد عرف نفسه“

مان سبق وٺي قوم کي پاڻ سڃاڻڻ جي تلقين ڪئي آهي. شاهه صاحب فرمائي ٿو ته:

پيهي جان پاڻ ۾ ڪيم روح رهاڻ،
ته نڪو ڏونگر ڏيهه ۾، نڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هئا.

هوت تنهنجي هنج ۾، پڇين ڪوه پٽي،
”وفي انفسڪم افلاتبصرون“ سوجهي ڪر سهي،
ڪڏهن ڪانه وئي، هوت ڳولڻ هت تي.

اسين سڪهون جن کي، سي تان اسين پاڻ،
هاڻ وڃ گمان، صحي سڃاتا سپرين.

ڊاڪٽر اقبال فرمائي ٿو ته:

ڈھونڈھنے والا ستاروں کی گذر گاھوں کا
اپنے افکار کی دنیا میں سفر کہ نہ سکا
اپنی حکمت کے خم و پیچ میں ایسا اُلجھا
زندگی کی شب تاریك سحر کر نہ سکا
جس نے سورج کی شعاعوں کو گرفتار کیا
آج تك فیصلہ نفع و ضرر کر نہ سکا

انهن متفق نقطن جي علاوه پنهنجي جي تعليم جا ٻيا ڪي پهلو بلڪل هڪ

پٺي جي برعڪس آھن. مثلاً: شاھ صاحب جي تعليم مساوات ۽ جمھوريت طرف ڇڪي ٿي، مگر ڊاڪٽر صاحب فسطائيت ۽ قومي برتريءَ جو سبق سيکاري ٿو.

شاھ صاحب سنڌين کي دنيا جي قومن اڳيان بنا ڪنھن مذھب ۽ مدت جي تميز جي آزاد ۽ ترقي يافته ڪري ھڪ جھڙي درجي تي آڻڻ گھري ٿو ته ڊاڪٽر صاحب وري مسلمانن کي شجاعت، عدالت وغيره جي ذريعي ٻين قومن جي ليڊرشپ ڪرائڻ گھري ٿو. جيئن ھٽلر، نسل جي بنياد تي جرمنن جي ٻين قومن تي ليڊريءَ جو قائل ھو، تيئن ڊاڪٽر صاحب وري مسلمانن کي مذھبي بنياد تي امامت ڪرائڻ گھري ٿو. چاھي ڊاڪٽر صاحب چڻ ته "ان اڪرڪم عندالله انقاڪم" کي وساري ڇڏي ٿو، انھيءَ جي برعڪس شاھ صاحب چوي ٿو ته:

"ڪانه پڇي ٿو ذات، جي آيا سي اڳھيا."



فصل ستون

# شاهه جا مذهبي رايا

مورک مامر نہ ٻجهتا، هيڏانهن هوڏانهن ڪن،
سي ڪينئن پرين پسن، ڪتر جن اکين ۾.

انسانذات جي ڀلائي ۽ بهتري، درستي ۽ ترقيءَ لاءِ جي راهون ۽ رستا، طريقا ۽ تجويزون ابتدائي ڏينهن کان وٺي اڄ تائين نسل انساني جي خير خواهه ۽ سمجهدار مفڪرن طرفان سوچيا يا رٿيا ويا آهن، انهن مان مذهب به هڪ مکيه رستو يا طريقو آهي.

"واٽون ويهه ٿيون، ڪوه ڇاٽان ڪيڏانهن ويا."

جيتوڻيڪ مذهب جو اصل مقصد ۽ مراد انساني اتحاد ۽ ترقي هئا:

تان ڪا ڪاني پاءِ، ونس ۾ وصال جي،
دوبينائي دور ڪري، معرفت ملهاءِ،
سپريان جي سونهن ۾، رخنو ڪونہ رهاءِ،
اک اشهد چاءِ، تہ مسلماني ماڻئين.

پر قدرت جي ٻن مکيه طاقتن، خير ۽ شر، چڱائي ۽ مٺائيءَ جي هر جڳهه ۽ هر ڳالهه ۾، ڪارڪنن تي اثر انداز ٿيندڙيون نظر ٿيون اچن. تن جي زد کان مذهب بہ خالي نہ رهيو آهي. جيڪڏهن غور سان ڏسبو تہ معلوم ٿيندو تہ هڪ طرف اگر مذهب انساني ترقيءَ ۾ معاون ثابت ٿي ڪم آيو آهي، تہ ٻئي طرف انساني ڪمزورين ۽ خامين، ان کي ذاتي ۽ طبقاتي مفاد جي حصول لاءِ هٿيار طور ڪتب آندو.

جيڪڏهن مذهب هڪ طرف وحدت ۽ محبت انساني توڙي خدمت خلق جو ڪم ڏنو آهي تہ ٻئي طرف ان جي نالي ۾ انسانن ۾ تفريق ۽ ڪلفت، ظلم ۽ استبداد، وهم پرستي ۽ جهالت کي ڪافي تقويت پهتي آهي.

مذهب بذات خود مقصد ۽ مراد نہ آهي، ليڪن مقصدن کي حاصل ڪرڻ ۽ نتيجن تي پهچڻ جو آلو ۽ اوزار آهي، جنهن جي افاديت جو سارو دارومدار انهيءَ ڪي ڪم آڻيندڙن تي آهي: چاهين تہ ان کي خير لاءِ ڪم آڻين، چاهين تہ شر لاءِ

جهڙيءَ طرح بدن انساني کي تندرست ۽ توانو رکڻ، مرضن ۽ بيمارين کان آجي ڪرڻ لاءِ، حاصل ڪيل تجربن، معلومات ۽ علاجن جي مجموعي کي علم طب سڏجي ٿو ۽ ان ۾ ابتدا کان وٺي آبهوا، ملڪي قومي حالتن، جدا جدا وقتن ۽ زمانن جي تجربن جي بناءِ تي مٿي ذڪر ڪيل مقصدن جي حصول لاءِ، ڪيئي نظريا ۽ طريقا جهڙوڪ: 'ائلوپٿي'، 'هوميوپٿي'، 'نيچروپٿي'، 'يوناني طب' ۽ 'آريويدڪ' وغيره پيدا ٿي چڪا آهن، ايتري قدر جو هرهڪ نظريي يا طريقي علاج ۾ به ڪيئي شاخون بنجي چڪيون آهن ۽ خود انهن شاخن اندر پڻ تشخيص ۽ علاج ۾ به ڊاڪٽر يڪسان نٿا ٿين.

اهڙيءَ طرح سان ڪائنات جي پيدائش، بقا ۽ زوال جي سببن، مقصدن جي معلومات، مادي ۽ روح جي علم، انسان جي ترقي، خوشحاليءَ ۽ امن جي حصول لاءِ، مذهب مڪيه طريقو ٿي ڪتب آيو آهي.

طب وانگر مذهب به فروعات ۽ تفصيلات ۾ پوڻ ڪري پنهنجي اصل مقصدن کان دور ٿي ويو آهي. جنهن ڪري اهو به لاتعداد ڀاڱن ۽ حصن ۾ ورهائجي ويو آهي.

ڪوڙين ڪاپائون، تنهنجون لکن لک هزار،
جيءَ سيڪنهن جيءَ سين، درسن ڌارون ڌار،
پريم تنهنجا پار، ڪهڙا چئي ڪيئن چوان.

نتيجو اهو نڪتو آهي ته مقصدن ۽ طريقي ڪار جي وچ ۾ شناخت نه رهي آهي ۽ مذهب اتحاد جي بدران نفاد جو ڪارڻ پئي بنيو آهي، سچ ۽ ڪوڙ، صحيح ۽ غلط گڏجي پيا آهن.

هن مضمون ۾ آءٌ حتي الامڪان اها ڳالهه واضع ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس ته، جنهن زماني ۾ شاهه صاحب پيدا ٿيو، ان وقت مذهب تي عام طرح ۽ اسلام تي خاص طرح، ڪهڙا اثر پيل هئا، مذهب جو ڪهڙو مفهوم ٿي ورتو ويو، ان ڪي ڪهڙن مقصدن لاءِ ڪتب ئي آندو ويو ۽ ان مان عام مائهن کي ڪيتري قدر فائدو ٿي پهتو. ڇاڪاڻ ته شاهه صاحب پنهنجي ڪلام ۾ جن راين جو اظهار ڪيو آهي، انهن جي معنيٰ ۽ مطلب کي پوريءَ طرح سمجهڻ لاءِ ان وقت جي مذهبي حالتن ۽ حقيقتن جو علم هئڻ لازمي آهي.

شاهه صاحب هڪ مذهبي گهراڻي جو فرد ۽ درويشن جي اولاد مان هو، سندس تربيت جنهن طريقي تي ٿئي ٿي، ان موجب ڪيس اسلام کي دين مڪمل ۽

بھترين لائق حيات ڪري، ذهن نشين ڪرايو ويو هو. خدا شناسي، محبت انساني ۽ خدمت خلق ان جا مکيه جزا ڪري ٻڌايا ويا هئا.

پر وڏو تي، آس پاس جي عملي زندگيءَ تي نظر ڪري ڏٺائين ته، حقيقتون برعڪس ڏسڻ ۾ آيس ۽ ٻڌل ڳالهين ۽ ڏٺل حالتن ۾ گهڻو تفاوت نظر آيس.

جه صرافن لڌيو، ته تون پڻ لڌج سون،
قدر لهنداءِ ڪون، نيٺي گڏينداءِ گڏونءَ سين.

ان وقت هن ڪي مسلمانن جي مذهبي زندگيءَ ۾، ڪم و بيش هيٺين قسمن جون خاميون ڏسڻ ۾ آيون.

1. مذهب جي نالي ۾ ڳالهائيندڙ حاڪمن، عملدارن، مولوين ۽ پيرن جي قول ۽ فعل ۾ گهڻو تفاوت نظر تي آيس.

هو وڏيون ڳالهيون ڪندا هئا، عمل ان جي برعڪس هئن. مذهب اسلام ڪي ان وقت متي ذڪر ڪيل طبقي جي ذاتي ۽ طبقاتي مفاد لاءِ ڪتب پئي آندو ويو. جن ڳالهين ان ڪي دنيائي عمل ۾ بين الاقوامي ۽ عالمگير شهرت ۽ حيثيت تان هيٺ ڪيرائي، اُن جي ترقي پسندي، عوامي مفاد، انقلابي جذبي، وسعت خيالي ۽ عوامي دلچسپيءَ جي صفتن ڪي وڏو نقصان پهچايو هو.

اندر ڪوڙو ڪانءُ، ٻاهر ٻولي هنجھ جي،
اهڙو ئلهو ئانءُ، پڇي چونه پورا ڪرين.

2. ان وقت جي مُلن ۽ پيرن ۾ بي علمي، جهل، حسد، فخر، ڪوتاهه نظري ۽ تنگ خيالي گهڻي قدر پکڙيل هئي، جنهن ڪري سندن باهمي اختلافن ۽ جهڳڙن ڪري، مذهبِ اسلام انسانذات جو اتحاد ته درڪنار، پر خود مسلمانن ۾ گهر گهر نفاق ۽ نفرت جو ڪارڻ بڻايو ويو هو ۽ مسلمان جدا جدا گروهن جي مجموعي جو جم غفير بنجي چڪا هئا.

وڳر ڪيو وتن، پرت نه ڇنن پاڻ ۾،
پسو پکيئڙن، ماڻهنان ميٺ گهڻو.

3. شاهه صاحب ڪي محسوس ٿيڻ لڳو ته، ان وقت جي گهڻن مسلمانن مان خدا شناسي محبت انساني، خدمت خلق جو مادو گهٽجي ويو هو ۽ ان جي عيوض شرڪ ۽ جهل، خودي ۽ خودمطلبي، ڪلفت ۽ نفرت سستي ۽ ڪاهليءَ جاءِ گزين ٿي چڪيون هيون، جنهن جو نتيجو اهو ٿي نڪتو ته، جو مذهب انسانذات ڪي

مسڪيني، جهالت، بداخلاقي، بدامني ۽ غلاميءَ جي ذلت مان ڪڍي، ان کي خوشحالي، صحيح سمجهه، بلند اخلاقي، امن ۽ آزاديءَ جي منزل مقصود تي پهچائڻ جو پيغام ڪٿي نمودار ٿيو هو، سو خود چند افراد جي ذاتي ۽ طبقاتي مفاد خاطر مٿي ذڪر ڪيل مرضن جي زور وٺائڻ جي ڪم پئي آندو ويو.

اڄو پاڻي لڙ ٿيو، ڪالوربو ڪنگن،
ايندا لڄ مرن، تنهن سرَ مٿي هنجهڙا.

اهڙين حالتن هيٺ جڏهن مذهب اسلام پنهنجي اوائلي قوت فروغ ۽ انقلابي خاصيت وارو اثر، گهٽي قدر وڃائي چڪو هو، تڏهن مسلمانن کي سياسي، اقتصادي ۽ اخلاقي زوال کان بچائڻ لاءِ ڪيترن عالمن کي مسلمانن جي جداگانه قومي نظام قائم ڪرڻ، مذهب کي چند اعتقادي اصولن ۽ ڪن مخصوص عبادتن جي محدود دائري ۾، بند ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿي، جهڙيءَ طرح هڪ بيمار کي شفاخاني اندر تيمارداري ۽ علاج جي ضرورت ٿئي ٿي.

اهڙيءَ طرح هنن ملت جي حفاظت ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿي ڪئي، ليڪن تجربي مان معلوم ٿي ٿيو ته مرض بڑهتا گيا جوں جوں دوا کی“

شاهه صاحب انهن خامين ۽ ڪوتاهين جي ڪارڻ معلوم ڪرڻ ۽ انهن جي دورو ڪرڻ لاءِ، صحيح حل ڳولا ڪرڻ واسطي، سنڌ جي سير تي نڪتو ۽ ورهين جي سياحت ڪرڻ بعد، جن نتيجن تي پهتو، انهن جو پتو سندس ڪلام مان پئجي سگهي ٿو.

اهو بهتر ٿيندو جيڪڏهن پڙهندڙن اڳيان اسان ان وقت جي مسلمانن جي مذهبي رجحانات جي مختصر تصوير پيش ڪريون، جا شاهه صاحب پنهنجي سير ۽ سفر جي دوران ۾ ڏٺي هوندي ۽ ان مان شاهه صاحب تي جي اثر پيا هوندا، ان جو به اندازو ٿي سگهندو.

سنڌ ۾ مسلمان ان وقت، هاڻي وانگر ٻن طبقن ۾ ورهايل هئا. هڪ هو حڪمران طبقو ۽ ٻيو هو عوام جو طبقو. پهرين طبقي ۾ ڪلهوڙا حاڪم، پير ۽ سادات، زميندار ۽ جاگيردار، ملا ۽ مولوي هئا ۽ ٻئي طبقي ۾ غريب خانه بدوش ماڻهو (مارو) هاري، مهاڻا، ڪاسبي وغيره هئا.

پهرين صاحب اقتدار طبقي جي، مختلف گروهن جو مختصر احوال پيش ڪندس. ان کان پوءِ عوام جو ذڪر ڪيو ويندو.

### 1. ڪلهوڙا حاڪم

ان وقت جا حاڪم ڪلهوڙا هئا، جي ڪنهن وڏي يا بهادر قبيلي جا سردار ڪونه هئا، سندن اقتدار ۾ اچڻ، مذهب ۽ شريعت اسلام جي نالي ۾ ٿيو هو، سندن ابتدائي شهرت، پير طريقت جي حيثيت ۾ ٿي.

ان ۾ جيتوڻيڪ سندن وڏن ۾ پرهيزگاري ۽ سادگي ڪٿي رهي هوندي، ليڪن حڪومت ۽ ملڪيت جي فراواني سندن عملي زندگيءَ ۽ اخلاقن ڪي بگاڙڻ ڪانسواءِ نه رهيا هئا.

ظاهري بزرگي، حڪومتي رعب جي نمائش، عياش زندگي گذارڻ، سندن طبيعت جا جزا ٿي پيا هئا، پنهنجي طاقت، حڪومت ۽ مذهبي اثر قائم رکڻ واسطي، هر طرح جي منصوبن، دغا بازين، خونريزين، بزرگن ۽ درويشن کي تنگ ڪرڻ، ويندي قتل ڪرائڻ تائين کان به نه ٿي مڙيا. سندن سارو توجهه عوام جي ڀلي ۽ ترقيءَ، ملڪ جي سڌاري ۽ واداري جي بجاءِ، پنهنجي حڪومت ۽ ملڪيت وڌائڻ، بزرگي قائم رکڻ تي صرف ٿيڻ لڳو. مذهب کي انهيءَ ڳالهين جي حصول لاءِ، استعمال ڪرڻ شروع ڪيائون. جهڙيءَ طرح پاڪستان ۾ موجوده صاحب اقتدار طبقو، پنهنجي طبقاتي مفاد حاصل ڪرڻ ۽ اقتدار قائم رکڻ لاءِ، باوجود انهيءَ ڳالهه جي، ته نه وٽن صحيح اسلامي تصور موجود آهي ۽ نه ئي سندن عَملَ اسلامي آهن. ته به مذهب جو نالو وٺي، اسلامي حڪومت، مسلماني اتحاد ۽ غلبه اسلام جا راڳ ڳائي، هر طرح جا بُرا ڪم ڪري رهيو آهي ۽ هر آزاد خيال ۽ سندن نقطه چين کي اسلام پاڪستان ۽ مسلمانن جو دشمن سڏي، ختم ڪرڻ گهري ٿو ۽ انهيءَ پاليسيءَ کي توڙ رسائڻ لاءِ، پنهنجي طرفدار گروهه کي، مسلمان جي جماعت (مسلم ليگ) سڏي، ٻي ڪنهن به جماعت، گروهه، خيال يا نظريي کي زندهه رکڻ نٿو ڏئي، اها ساڳي حالت ڪلهوڙن جي هئي.

موجوده حاڪم جيڪڏهن پنهنجي سيموريءَ پاليسيءَ جو بنياد علامه اقبال جي 'پئن اسلامزم' جي تعليم تي رکن ٿا ته، ڪلهوڙا وري سيد محمد ميران جون پوري جي 'مهدويت' واري نظريي تي رکندڙ هئا. تفاوت صرف مختلف زماني، حالتن طريقي ڪار جو آهي، ليڪن ٻنهين نظرين جي پويان ساڳيو روح ڪم ڪندڙ آهي، اگر هن وقت 'ليگيت' جو دؤر آهي ته ان وقت 'ميانواليت' مشهور هئي.

### 2. پير طريقت ۽ سادات

هي طبقو اهل طريقت جي اولاد مان هو، اگرچه انهن جي وڏن پنهنجي قول ۽ فعل جي بلنديءَ ذريعي، عوام جي اخلاقي حالت سڌارڻ، ماڻهن ۾ رواداري ۽ محبت

پيدا ڪرڻ واسطي ڪابہ گهٽتائي ڪانہ ڪني هئي، ليڪن وقت جي گذرڻ ڪري، جيئن پيءَ مذهبي ادارن ۾ تنزل جا آثار نمايان ٿيڻ لڳا. تيئن هنن بزرگن جا پويان بہ انهيءَ لهر ۾ لڙهي ويا. ان وقت جي درگاهن جا اڪثر سجاده نشين، پنهنجي ملڪيتن وڌائڻ، عياشيءَ واري زندگي گذارڻ، ڪتن سان سوئرن جا شڪار ڪرڻ، ذاتي اقتدار، رعب ۽ اثر وڌائڻ منجهہ مشغول هئا. شريعت يا طريقت جي ڳالهين سان، سندن ڪو گهڻو واسطو ڪونہ هو. منجهانئن گهڻن جو مشغلو، پنهنجي بزرگن جي مزارن ۽ مقبرن تي ميلا لڳارائي، انهن تي طرح طرح بدعتي ڪمن جو رواج وجهڻ، شراب پيئڻ، جوا ڪرائڻ، چڪلن ڪلڻ جي اجازت ڏيڻ، راڳ ۽ ناچ جون محفلون گرم ڪرڻ. پاڻ ڪي محفلن ۾ ماڻهن جي ڪلهن تي ڪٽائي هلڻ، وڏي ٺاٺ سان مريدن وٽ وڃي مڪڙن وانگي، انهن جي ملڪيت تباهہ ڪرڻ. فيض پهچائڻ ڪان سواءِ، ٿلهيون بيعتون مريدن ڪان وٺڻ، وارن جون چڳون ڪترڻ، ڏاڳا وٺي ڏيڻ، ڳانا ٻڌائڻ، خاص قسم جو لباس، چند مريدن کي پهرائي، انهن کي خلافت جا لقب ڏيڻ، ماڻهن ڪان پيرن تي هٿ رکائڻ ۽ هٿن کي چميون ڏيارڻ، ڪائين ڪرامتن جي ڊپ سان جاهلن کي ڊيڄاري، مطيع ڪري، ڏن ۽ نذرانا وٺڻ، ٻني پيو هو.

### 3. زميندار ۽ جاگيردار

انهيءَ طبقي ۾ قبيلن ۽ پاڙن جا سردار ۽ وڏيرا، ارباب ۽ ڄام وقت جي حاڪمن جا عزيز يا منظورِ نظر اچي ٿي ويا.

انهيءَ طبقي جي ماڻهن کي زمين ۽ ٻي جائداد جي ذريعي جا طاقت ۽ ملڪيت هٿ آيل هئي، سا هو باهمي جهڳڙن، ذاتي اقتدار ۽ اثر وڌائڻ، عوام کي محڪوم رکڻ، شخصي عياشين، نشن، راڳن، ناچن، شڪارن، ملاڪڙن، ڪڪڙن، گهٽن ۽ تترن کي ويڙهائڻ، دعوتن ۽ ضيافتن تي خرچ ڪرڻ ۾ صَرف ڪندا هئا. سندن مذهبي مشغلا پيرن کي نذرانو ڏيڻ ۽ دعوتون ڪارائڻ، مسجدون ٺهرائڻ، مسجدن ۾ قرآن وٺي رکڻ، پيرن ۽ فقيرن جي قبن ۽ مقبرن جي ٺهرائڻ ۽ سينگارڻ تي خرچ ڪرڻ، مُلن ۽ مولوين جي پرورش ڪرڻ، يارهين، عرس، عاشوره، عيد جي موقعن تي، پنهنجي نام ناموس وڌائڻ خاطر، ماڻهن کي دعوتن تي سڏي، طرح طرح جا طعام ڪارائڻ تائين محدود هئا.

### 4. مُلا مولوي

انهن مان گهڻا اڌ پڙهيل ۽ ڪي تحصيل ٿيل مولوي هئا. سندن مذهبي مشغلا هيٺيان هئا.

مسجدن ۾ بانگون ڏيڻ، نمازون پڙهائڻ، مسئلن کي ختما ڏيڻ، ميتن کي غسل ڏيارڻ، نڪاح پڙهڻ، خيرات ۽ ختمن جون دعوتون کائڻ، پاڻ ۾ مذهب جي فروعاتي ڳالهين تان بحث مباحثو ڪرڻ، مخالفن تي ڪفر ۽ الحاد جون فتوائون ڪڍڻ ۽ نيڪاليون جاري ڪرڻ، مذهب جي اعليٰ اصولن کي نہ سمجهي يا ڄاڻي واڻي وساري فروعاتي ڳالهين کي خاص اهميت ڏيڻ، اصولن ۽ بنيادي مسئلن کان بي التفاتي ڏيکارڻ، حاڪمن ۽ وڏن ماڻهن جي سهوليت خاطر مذهب کي مروڙي سروڙي ان ۾ ڦيرڦيرون گهيريون ڪرڻ، ظاهرداريءَ کي اندر جي اجارڻ تي ترجيح ڏيڻ، بنا مطلب ۽ معنيٰ سمجهڻ جي قرآن ۽ ڪتاب پڙهڻ، روزا رکڻ تي زور ڏيڻ، ليڪن حلال جي ڪمائيءَ تي گذر ڪرڻ جي پرواهہ نہ ڪرڻ، ظاهري پاڪيزگيءَ کي اخلاقي، پرهيزگاريءَ کان وڌيڪ سمجهڻ، عوام ۾ محبت پکيڙڻ بدران، نفاق جي باهہ ٻارڻ، اسلام کي رسم، رواجن، چند عبادتن ۽ اعتقادن جي مجموعي ۾ محدود ڪرڻ، رشوتون وٺي غلط فتوائون ڏيڻ، چلم ۽ حقي جي منع ڪرڻ، ناس کي جائز ٺهرائڻ، دهل وڄائڻ يا نہ وڄائڻ کي جائز ۽ ناجائز ٺهرائي ماڻهن ۾ ڏڦيڙ وجهڻ، راڳ ڳائڻ يا ٻڌڻ کي غير شرع ٺهرائڻ، سرود وڄائڻ يا ٻڌڻ کي گناهہ سڏڻ، ڊگهي سٿڻ پائڻ کي ناجائز قرار ڏيڻ، وار وڏا يا ننڍا رکائڻ لاءِ جدا جدا رايا ڏيڻ، ڏاڙهي مٺ جيڏي يا خسخسي ڇڏائڻ تي بحث ڪري، ڪاغذ ڪارا ڪرڻ، وارن کي رنگ ڏيئي ڪارو يا ڳاڙهو ڪرڻ جي سوال تي سخت اختلاف رکڻ، مڇون ڪترائڻ يا ڊگهيون رکڻ تي سني ۽ شيعہ تي پوڻ تي زور ڏيڻ، عاشورن ۾ ماتم ڪرڻ، نماز ۾ هٿ ٻڌڻ تہ دن کان هيٺ يا مٿي تي وڏا بحث مباحثا ڪرڻ، تيرهن سؤ ورهيہ اڳي گذريل سياسي اختلاف جهڙوڪ: خلافت جي حقدار هئڻ واري مسئلي تي ايتري قدر تڪرار ڪرڻ جو فساد ۽ جهڳڙا پيدا ٿي پون، سيد کي ذات سڏڻ يا نور جي پيدائش سڏڻ تي جهيڙا ڪرڻ، سجده تعظيمي جي جائز ۽ ناجائز هئڻ بابت لنبيون لنبيون اختلافي فتوائون ڏيڻ، مخالفن کي خارجي، رافضي وهابي، ملحد، مشرڪ ۽ ڪافر جي لقبن سان مخاطب ڪرڻ، شيعي، سني، مالڪي، شافعي، اهل حديث مقلد ۽ غير مقلد جي تفاوتن ۽ فرقن ۾ ملت کي تقسيم ڪرڻ، پير پرستي ۽ قبر پرستي ڪرڻ، تعويذن، پليتن، ڦيڻن ۽ چندن ۾ اعتقاد رکڻ، ڪارن ڪڪڙن ۽ گهٽن جو چوراهن تي اڇلائڻ، ميت جي ٽيجهي، ستين ڏينهن، يارهين، ايڪيهين، چاليهن ڏينهن ۽ ٻارهين مهيني قرآن جا ختما بخش ڪري طرح طرح جا طعام ان جي عزيزن وٽان کائڻ، هڪ کان وڌيڪ چئن تائين شادين کي سنت نبوي سڏي عياش

زندگي گذارڻ، ٻانهن ۽ ٻانهين جو جواز ثابت ڪرڻ، بادشاهين، جاگيردارين ۽ زميندارين کي جائز ٺهرائي انهن جي طرفداري ڪرڻ، سندن زندگيءَ جا ادنيٰ ڪرشما هئا.

مختصراً صاحب اقتدار طبقي جي ماڻهن جو اهو حال هو، وري جيڪڏهن ان وقت جي عوام جي مذهبي مفهوم ۽ اعتقادات تي نظر ڊوڙائبي تہ ڪم و پيش هيٺين نموني سندن حالت ڏسڻ ۾ ايندي.

ا. جهالت

سنڌ هندستان جي هڪ گوشي ۾ هئي ۽ منجهس آمدرفت لاءِ سنا رستا نہ هئا، اتي جي رهاڪن جو گهڻو حصو خانہ بدوش زندگي گذاريندو هو، شهري زندگي ڇتي هئي، ويتر حڪومت طرفان تعليم لاءِ ڪو خاطر خواهہ انتظام نہ هئڻ ڪري سنڌ جا عوام اڪثري علم کان بي بهره، ملڪ کان ٻاهر جي اثرن کان پري ۽ جهالت ۾ وڪوڙيل هئا. سواءِ ڪن مکيہ شهرن جي باقي جڳهن تي ڪي اڌ پڙهيا ملا صرف قرآن شريف معنيٰ کان سواءِ پڙهائيندا هئا ۽ ڪٿي ٿوري پارسي بہ پڙهائي ويندي هئي. هزار تي هڪ ماڻهو بہ لکي پڙهي سگهڻ وارو مشڪل ملي سگهندو هو

اگرچہ ڪلهوڙا سنڌي خاندان جا هئا، ليڪن مٿن ٻاهرين جي اندا دند پوئلڳي ڪرڻ جي عادت ويهي ويل هئي. مذهبي خيالن ۾ سيد محمد ميران جونپوري جي مهدوي طريقي جا پوئلڳ هئا، جو طريقو اڄڪلهہ جي پئن اسلامزم جا جزا پاڻ ۾ رکندڙ هو. شريعتي ڳالهين ۾ هو قدامت پسند، ڪٽر ۽ تنگ خيال مولوين جا همدرد ۽ پوئلڳ هئا. سندن سياست ڪم و پيش اورنگزيبي طريقي تي هلندڙ هئي، انهيءَ ڏِنِ ۾ ايتري قدر قائل هئا، جو سندن درٻاري زبان بہ سنڌيءَ جي عيوض مغلن جي پوئلڳي ۾ پارسي هئي، پنهنجي سنڌي زبان جي جيارڻ لاءِ ڪجهہ نہ ڪيائون. اگرچہ ان وقت ڏاري سنڌي زبان ۾ شاعريءَ رستي زبان کي جيارڻ لاءِ تحرڪ پيدا ٿي چڪو هو. پارسي زبان صرف چند مٿئين طبقي جي ماڻهن جي زبان ٿي ڪتب ٿي آئي، جنهن ۾ چند درسي ڪتابن کانسواءِ تاريخ، تصوف، فلسفي وغيره تي ڪتاب عام پڙهيلن وٽ ڪو ورلي پهچي ٿي سگهيو. ڇاپي جو دستور سنڌ ۾ ڪونہ پيو هو. ڪتاب ماڻهن وٽ گهڻو ڪري قلمي ڪم ايندا هئا، جنهن ڪري ڪتابن جي اڪثري قلت هوندي هئي. انهيءَ وقت تائين دنيا ۾ ظاهر ٿيل علمن تي سنڌيءَ ۾ ڪتاب قريباً ناياب هئا.

مذهب جي واقفيت عام طرح چند عبادات، فقه، اعتقادات، رسوم ۽ زهد

جي طريقن تائين محدود هئي. مذهب کي هڪ طرف مُلن ۽ مولوين جي بحث مباحثن ۽ طبع آزمائين جو پليٽ فارم بڻايو ويو هو، ته ٻئي طرف پير صاحبان ان کي ذاتي طاقت ۽ اقتدار وڌائڻ جو ذريعو ڪري ٿي ڪتب آندو، تنهن ڪري عوام اڻ ڄاڻائيءَ جي اونهائيءَ ۾ پيل هئا، جنهن جو لازمي نتيجو وهم پرستيءَ جي ڦندي ۾ ڦاسڻ ۾ ٿي نڪتو.

2. وهم پرستي

انهيءَ وقت ڌاري عام ماڻهن جي وهم پرستيءَ جي اها حالت هئي، جو منجهن مان اڪثر ۾ جنن، ڀوتن، جادوءَ ٽوڻن جو خوف ويهي ويل هو. جيڪڏهن ڪو بيمار ٿي پوندو هو ته ان کي اڪثر جن يا پريءَ جو آسيب يا لڳت ڪري تصور ڪيو ويندو هو ۽ انهيءَ جي راضي ڪرڻ يا ڪڍائڻ لاءِ ڪوششون ڪيون وينديون هيون. ڪن پيرن، فقيرن ۽ مُلن کي انهيءَ ڪم ۾ مشق ٿي ويئي هئي، جن وٽ پري پري کان ماڻهو ڪهي اچي ڇنڊو، ڦيڻو، تعويذ، ڏاڳو، پليتو ڪرائيندا هئا. ڪامڻ ٽڻ، وير مٽ ۽ جادو جو به خوف عوام ۾ ويٺل هو، جن جي ڪڍڻ لاءِ ڀوپا، پڙهيا پنڊت ڪم ڏيندا هئا. پيرن جا پڙ ۽ شادمانا باسڻ، وڻن ۾ ٻانبيٽيون ٻڌڻ، ٽڙن تي ڏيا ٻارڻ، ڪن جاين، مقامن، مساڻن، وڻن (ڪرڙ ڪنڊن، نمن، ٻيرن، پيرن) کي اگرو ڪري ليکڻ جو عام دستور هوندو هو. جانورن جي قرباني ڪرڻ، ڪڪڙ، ڳهنا، ٻڪر گهوڙي ٻاهر ڦٽا ڪرڻ، قبرن، مقبرن، ساون وڻن، درياءَ پير (خواجه خضر) کي ڪرامت يا شفا جي صفتن سان موصوف سمجهي، اتي باسون باسڻ جو عام رواج هو.

انهيءَ وقت ڌاري هڪ جناتي فقيرن جو ٽولو پيدا ٿي پيو هو (جن مان ايا تائين ڪي جبلن طرف هليا اچن) جي سرندا ڏنبورا وڄائي، سرود سان ماڻهن کي ڌمالون ڪرائي، جنن کي ريجهائي رام ڪندا وتندا هئا. اهڙيءَ طرح مذهب جي تعليم کي وهم پرستي ڇانئجي ويل هئي، جو مُلن ۽ پيرن کي عوام تي قبضي ڪرڻ ۽ اثر وهارڻ ۾ ڪا ڏکيائي ڪانه ٿئي ٿي. ان وقت جا حاڪم ڪلهوڙا پڻ عام ماڻهن جي پير پرستيءَ جو فائدو وٺي حڪمران ٿي ويٺا هئا.

3. خوف

جڏهن عوام جون دليون جهالت ۽ وهم پرستيءَ سان ڀريل هونديون آهن ته انهيءَ ڪري خوف جو ماحول پيدا ٿيندو آهي، تڏهن چالاڪ ۽ هوشيار ماڻهو اهڙين حالتن جو ناجائز فائدو وٺي، مٿن قابض ۽ حڪمران ٿيڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. تنهن ڪري ماڻهو ٻن طبقن ۾ ورهائجن ٿا. هڪڙي صاحب اقتدار طبقي جا ٿين ٿا ۽ ٻيا

غريب ۽ محڪوم: پهرين طبقي جا ماڻهو عوام ڪي جهالت، وهم پرستي ۽ محڪوميءَ مان ڪڍڻ جي عيوض، انهن ڪي شخصي ۽ طبقاتي غرضن لاءِ استعمال ڪري، هميشه ڪين محڪوم ۽ مسڪين رکڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. دنيا جي تاريخ شاهد آهي ته مذهب ڪي ڪيئن نه، انهيءَ طبقي پنهنجو اوزار ڪري پئي ڪتب آندو آهي. سنڌ به انهيءَ عام قاعدي کان مستثنيٰ نه رهي آهي. هندن ۾ برهمڻن ۽ اوچ ذات وارن جا، شودرن ۽ گهٽ ذات وارن مٿان مظالم، يهودي مذهب جي اڳواڻن جون سنڌن مخالفن سان تڪليفون، پروٽسٽنٽ ۽ رومن ڪٿلڪ جا جهڳڙا ۽ ”انڪيوزيشن“ وارن جا وحشياڻا فيصلا، انهيءَ مسئلي تي ڪافي روشني وجهن ٿا. هر ملڪ ۾ مڪاني حالتن، ماڻهن جي طبيعتن وغيره جي بناءَ تي، چالاڪ ۽ هوشيار ماڻهن عوام جي وهم پرستي، جهالت ۽ خوف جو ناجائز فائدو وٺي، مذهب ڪي جدا جدا نمونن ۽ طريقن سان پنهنجي مفاد لاءِ پئي ڪتب آندو آهي، تنهن کان انڪار ٿي نٿو سگهي. جيڪڏهن اسان مسلمانن جي تاريخ تي نظر ڊوڙائينداسون ته، اتي به اهو دستور عام نظر ايندو.

مذهب اسلام اگرچه انسانن ۾ مساوات، اخوت ۽ آزادي پيدا ڪرڻ لاءِ وجود ۾ آيو. ليڪن فطرت انساني جي ڪمزوري، ان جي مڃيندڙن ڪي به انهيءَ اعليٰ اصولن جي پيروي کان بدلائي ڇڏيو ۽ انهن ۾ نسلي ۽ طبقاتي امتياز پيدا ٿي پيا ۽ مسلمان حاڪم ۽ محڪوم، شاهوڪار ۽ غريب، جاهل ۽ عالم، ڏاڍي ۽ هيڻي جي گروهن ۾ ورهائجي ويا. اتحاد جي جڳهه تي نفاق پيدا ٿيو ۽ محبت جي جاءِ نفرت والاري.

اهو دنيا جو دستور آهي ته قومن جي تنزل سان سنڌن مذهبي اعتقاد ۽ خيالات ۾ فتور پيدا ٿي ويندو آهي. فطري ڪمزوري هر موقعي ۽ محل تي پنهنجو ڪم ڪندي رهي ٿي. پيغمبر خدا حضرت محمد ﷺ عرب جي ماڻهن ڪي، اسلام جي روشنيءَ سان نوازيو ۽ گمنامي جي زندگيءَ مان ڪڍي ترقيءَ ۽ اوچ جي راهه تي آندو. ان وفات ڪئي ته اڪثر اصحاب ۽ مسلمان خلافت جي فيصلن، جنهن ۾ حڪومت ۽ اقتدار سمايل هئا، ۾ اهڙو مشغول ٿي ويا، جو سنڌن لاش مبارڪ ڪجهه وقت بنا دفن ڪئي؛ پيو رهيو ۽ آخر چند ماڻهن ڪيس ڪي دفنايو. سنڌن چئن يارن مان ٽي خليفا، جن ڪي خلفاءِ راشدين جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو، انهيءَ مذهب جي پوئلڳن هٿان مذهبي اختلافن ڪري شهيد ٿيا. رسول الله ﷺ جي ڏهٽن مان امام حسن رضي الله عنه ڪي زهر ڏيئي شهيد ڪرائڻ، امام حسين رضي الله عنه ڪي سختيون ڏيئي، عزيز اقربن سميت ميدان ڪربلا ۾ شهيد ڪري، سر نيزي تي

چاڙهي گهمائڻ، بنو اميه، بني عباس حاڪمن جون امامن، بزرگانِ دين مٿان سختيون ۽ ظلم ڪرڻ ۽ هڪ ٻئي سان لڙي مسلمان جو بي انتها خون هارڻ، جا فعل ڪنهن کان مخفي ۽ ڳجها نه هئا. منصور کي سنگسار ڪرائڻ، شمس تبريز جي کل لهرائڻ، سرمد جو شهيد ڪرائڻ، شاه عنايت جو قتل، بلاول رحمة الله عليه جو گهاڻي ۾ پيڙجڻ، اسلامي تاريخ جي لاتعداد مثالن مان ڪجهه آهن، جن مان پتو پئجي سگهندو ته سياسي ۽ ذاتي مقصدن حاصل ڪرڻ خاطر مذهب کي ڪيئن نه اوزار ڪري ڪتب پئي آندو ويو هو. دين مڪمل جي پيروڪارن جا اهي حال وڃي ٿيا ته اسلامي اصول ۽ روايات کي ختم ڪري خلافت تي زوريءَ قبضو ڪندڙ يزيد طرف اصحاب، عالم، حافظ ۽ مسلمانن جي ڪثرت ٿئي ته رسول الله ﷺ جي ڏهٽي اسلامي اصول جي علمبردار، صابر، شاڪر، زور ۽ زبردستيءَ اڳيان سر نه نوائيندڙ امام حسين رضي الله عنه جي طرف، سندس ڪٽنب سميت چند ماڻهو وڃي رهن ٿا.

درحقيقت دنيا ۾ گهڻو ڪري جاهل ۽ وهم پرستن جي ڪثرت پئي رهي آهي، انهيءَ عام دستور کان ڪنهن به مذهب جا ميڃيندڙ مستثنيٰ نه آهن. حقيقي اسلام اگرچه بهترين اصولن ۽ زرين تعليميات جو حامل آهي، ليڪن جيڪڏهن تاريخ تي نظر ڪبي ته، پتو پئجي ويندو ته ابتدا کان وٺي، سموري وقت ۾، نه ڪثرت تعداد مسلمانن کي ان جو صحيح مفهوم ۽ مطلب سمجهه ۾ آيو آهي، نه مٿس عمل ڪيو اٿن، بلڪ هر وقت ۽ زماني ۾ چالاڪ ۽ خود مطلب ماڻهن انهيءَ جي نالي ۾ پنهنجا مقصد ۽ مرادون پوريون ڪرڻ لاءِ، عوام کي پئي ڏوڪا ڏنا آهن.

شاه صاحب جي زماني ۾ به اهڙي حالتن وانگر اورنگزيبي متعصب ۽ تنگ نظر سياست جا آثار اڃا باقي هئا. سنڌ جا حاڪم ڪلهوڙا انهيءَ نقشِ قدم تي هلي ماڻهن جي سادگيءَ ۽ جهالت جو فائدو وٺي، مذهب جي نالي ۾ پنهنجو اقتدار قائم رکندا آيا. هنن جي طرفدار مُلن ۽ پيرن جو هڪ طائفو پيدا ٿي پيو هو، جو ساڳيءَ پاليسيءَ کي هلائيندو ٿي رهيو.

ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته انهن حقيقتن کي معلوم ڪري، شاه صاحب جي دل کي تسڪين حاصل ڪانه ٿي، جنهن ڪري هيٺين قسم جا بيت چيا اٿس:

ويا سي وينجهار، هيرو لعل وندين جي،
تنين سندا پوريان، سيهي لهن نه سار،
ڪٽين ڪٽ لهار، تنين سندي پيٽئين.

اڄ نہ اوطاقن ۾، طالب تنواريس،
آديسي اٿي ويا، مڙهيون مون ماريس،
جي جيءَ کي جياريس، سي لاهوتي لڏي ويا.

پڙهيو ٿا پڙهن، ڪڙهن ڪيس قلوب ۾،
پاٽان ڏوهہ چڙهن، جيئن ورق واريس وترا.

سا سٽ نہ ساريس، الف جنهن جي اڳ ۾،
ناحق نهاريس، پنا ٻيا پريس لاءِ.

هن حق کي پروڙڻ لاءِ جر ۽ جبل جهاڳيا، درويشن ۽ بزرگن سان ملاقاتون ڪيون. قدرت جا نظارا ڏٺا، تنَ کي تسيا ڏنا، اندر اُجاريا، پاڻ مارڻ ۽ سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪئي. سندس فڪر جڻ هيئين سوال جي جواب ڳولڻ ۾ رڌل رهيو تہ:

اسلام باوجود مڪمل ۽ آخري مذهب هئڻ جي، ڇو نہ پنهنجي پيروڪارن کي خاص طرح انسانذات جي، عام طرح اتحاد ۽ ترقيءَ لاءِ رهبري ڪري سگهيو آهي ۽ ان جا ڪهڙا ڪارڻ هئا؟

## 4. اسلام دين مڪمل

دين اسلام مڪمل ۽ آخري پيغام هو، ان ۾ هن کي اهل طريقت جي تربيت ۽ تعليم هيٺ پلجڻ ڪري ڪوبہ شڪ نہ هو، ليڪن ان جو ڪمال هيٺين ڳالهين ۾ سمايل هو:

1. ان جي مسلي دنيا تي اهو راز معلوم ٿيو تہ زماني جي ابتدا کان وٺي خدا شناس، اتحاد ۽ ترقي، انسان جي لاءِ، هڪ 'قانون فطرت' ڪم ڪندو پئي رهيو آهي، جنهن جي سمجهاڻي جدا جدا زمانن، حالتن، انساني ضرورتن ۽ سمجهہ مطابق مختلف زبانن، اداڻن ۽ نمونن ۾ چڱي پئي ڏني آهي، ليڪن انهيءَ جو بنيادي مقصد ۽ مراد ساڳيو ئي هو. 'اسلام' ان قانون فطرت جو ٻيو نالو آهي.
2. اسلامي تعليم ذريعي اهو بہ ظاهر ٿيو تہ هر ملڪ زماني ۽ قوم ۾، ان قانون فطرت جا شارح وحدت انساني لاءِ محبت ۽ ترقيءَ جو پيغام وٺي آيا، جنهن صورت ۾ انهن سڀني جي تعليم جو مقصد ساڳيو هو، تنهن ڪري سندن تعليمات ۾ فرق ڪرڻ، يعني انهن کي هڪ ٻين جي متضاد ۽ مخالف سمجهڻ ٺيڪ نہ هو. اهي سڀئي قانون فطرت جا پيغامبر ڪري وسهڻ، اسلامي اصولن جو بنيادي جزو هو.

3. جهڙيءَ طرح سج جي روشني يا هوا چند ماڻهن، قومن ۽ ملڪن جي ملڪيت ٿي نٿي سگهي، بلڪ ان کي ڪن سان مخصوص ۽ محدود ڪرڻ، انساني مفادن لاءِ نقصانڪار آهي. اهڙيءَ طرح اسلام (قانون فطرت) کي ڪنهن گروهه جو ورثو يا ملڪيت بنائڻ يا چند ماڻهن تائين محدود ڪرڻ، منشاءِ فطرت ۽ اسلامي اصولن جي خلاف آهي.

ليڪن ان وقت شاهه صاحب کي، حالتن مطابق، جنهن مروج اسلام جو نقشو نظر جي سامهون آيو، تنهن ۾ ڪيس مٿي ذڪر ڪيل لياقتون ۽ خاصيتون عدم موجود ڏسڻ ۾ آيون، نه ان جي ذريعي خدا شناسي ٿي سگهي ٿي ۽ نه وري انساني اتحاد ۽ ترقيءَ لاءِ ڪو خاطر نتيجو ٿي نڪتو. ان جا مجيندڙ هر انسان کي محبت ۽ خدمت خلق ذريعي پاڻ ڏي ڇڪي نٿي سگهيا، بلڪ خود سندن قومي شيرازو پرزا پرزا ٿي چڪو هو.

جيڪڏهن انهن سارين خامين لاءِ سبب ڳولڻ جي ڪوشش ڪبي، ته هيٺيان مکيه ڪارڻ معلوم ٿي سگهندا.

1. مذهب ۽ سياست جو گڏجڻ.
2. دين کي منظم ڪري مسلمانن جي روزاني زندگيءَ جي هر معاملي تي، قانون شريعت کي زوريءَ مسلط ڪرڻ.
3. اسلام جي بنيادي اصولن کي وساري ان کي چند اعتقادن ۽ عبادات جي دائري ۾ محدود ڪري ڇڏڻ.

**1. مذهب ۽ سياست جي گڏجڻ جا نقصان**

"جنهن اخلاق جو محرڪ جذبو مذهب کان حاصل ڪيل هجي، تنهن جو ملڪ جي سياست مٿان اثر ۽ ضابطو هئڻ، اصولي نقطہ نگاهه کان صحيح آهي. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن ملڪي معاملات کي اخلاق جي اثر ۽ ضابطي کي آزاد رکبو ته خودمطلب ۽ حريص ماڻهو ۽ طبقا، انساني مفادن جي خيال کيَ بالاءِ طاق رکي، سياست کي پنهنجي ذات ۽ طبقاتي مفاد لاءِ ڪتب آڻيندا ۽ عام ماڻهو محڪوم ۽ مظلوم رهندا ايندا. تنهن ڪري سياست ملڪ کي اخلاقي اصولن مطابق هلائڻ نهايت ضروري آهي. اهي ئي ڳالهيون مذهب جو نچوڙ آهن ۽ مذهب جي سياست تي اثر ۽ ضابطي جي معنيٰ ۽ مطلب ۾ اهي ئي راز سمايل آهن.

ملڪن ۽ قومن جي ترقيءَ ۽ واڌاري جي راهه ۾ خود مطلبي ۽ خود غرضي ڏيون رنڊڪون آهن، هر شهري عام طرح هر پبلڪ ورڪر کي، خاص طرح، پوءِ اهو

سياسي ليڊر هجي يا حڪومت جي ڪاروباري مشين جو تنخواه دار خادم، اخلاق جي رسي هٿ مان نه ڇڏڻ گهرجي. جيڪڏهن قومي ڪارڪن بچاءَ ڪرڻ ۾ صحيح طريقي تي نه هلندا ۽ منجهن خود غرضي، ريا، غرور، رشوت، شراب خوري ۽ عياشي پيدا هوندي ته ملڪ جو ڪاروبار خراب، نظام بگڙيل، حالتون فساد واريون هونديون ۽ ازانسواءِ ملڪ مسڪيني، جهل ۽ بداخلاقي ۾ گهيريل هوندو.

انهيءَ ڪري ئي ملڪي معاملات هلائڻ لاءِ اصولن، پاليسي ۽ پروگرام جي صحيح ۽ ٺيڪ هجڻ سان گڏ انهن جي سر برآوري لاءِ امانتدار، بااخلاق، خلق خدا جي محبت ۽ خدمت جي جذبي رکڻ وارن ڪارڪنن ۽ عملدارن جي لامحالا ضرورت محسوس ٿئي ٿي.

سياست تي مذهب جي اثر ۽ ضابطي جو صحيح مفهوم ۽ راز اهوئي آهي.

ليڪن انساني تاريخ ان امر جي شاهد آهي ته ابتدائي آفرينش کان وٺي اڄ تائين هر دؤر ۽ زماني ۾ ماڻهن جو ڪثير تعداد روحاني ۽ اخلاقي ترقيءَ جي ان بلند معيار تي ڪونه پهتو آهي، جو خود مطلبي ۽ استعمال غرضيءَ جي خواهشن کي ڇڏي، پنهنجي شخصي ۽ طبقاتي مفاد کي عوام جي نفعي، لاءِ قربان ڪري، ڏکهي نظر کان ڪم وٺي، قول ۽ فعل ۾ يڪسان ٿي سگهي. پيغمبر، درويشن، فيلسوفن ۽ امتن جي حڪيمن جا قول ۽ فعل يڪسان هئڻ ڪري، ابتدا ۾ البت سندن تعليم مان عوام کي فائدو پئي پهتو آهي. ليڪن جيئن سندن ذاتي اثر ٿڌو ٿيندو ويو، ته ماڻهو وري پنهنجي فطري ڪمزورين ۽ خامين سبب، انهن جي تعليم کي ناجائز فائدن لاءِ ڪتب آڻڻ لڳا ۽ اهي ڳالهيون جي ڪنهن وقت باعث خير هيون، سي انساني ڪمزورين جي ڪري شر جو ڪارڻ بڻجي پيون.

عوام کي سوچي سمجهي پوئلڳي ڪرڻ جي طاقت ڪانه هوندي آهي، هڪ دفعي جيڪڏهن انهن کي ڪن ڳالهين يا ڪارڪنن بابت، چڱو ويساهه وهجي ويو ته پوءِ گهڻي وقت تائين انڌا ڌنڌ پوئلڳي ڪيو، خوش اعتمادي سان انهن اصولن جي نالي ۾ ناجائز فائدو وٺندڙ، چالاڪ ۽ خود مطلبن جي پٺيان پيا هلندا آهن. جيسين تائين جو ڪافي وقت گذري ۽ تجربو کين معلوم ڪرائي ته سائن سنن ۽ سهڻن ڳالهين، دلاويز ۽ دلڪش نظارن جي دلبي ۽ دلاسي تي ڌوڪو ڪيو پيو وڃي ۽ انهيءَ ظاهري همدرديءَ ۽ بلند لفاظي جي آڙ ۾ کين ڦاسائڻ لاءِ وڏو جار وڇايل آهي.

تاريخ عالم جي عام واقعن کي ڇڏي، اگر صرف تاريخ اسلام جي واقعات تي نظر ڪبي ته انهيءَ انساني ڪمزوريءَ جا ڪارناما، اتي به نمايان ايندا.

سياست ۾ مذهب کي گڏڻ ۽ ڪارڪنن جي قول ۽ فعل جي يڪسان نه هئڻ ڪري، مذهب کي عوام ۾ اتحاد ۽ ترقي پيدا ڪرڻ جي عيوض، نفاق ۽ رجعت جو ڪارڻ بڻايو ويو آهي. پيغمبر خدا ﷺ جي وفات بعد، جي اختلاف خلافت لاءِ پيدا ٿيا، انهن جي اثر کان مذهب به بچي نه سگهيو.

ڪربلا جي واقعات، بني اميه ۽ بن عباس جي سياسي اختلافن ۾ مذهب کي ڪتب آڻڻ ڪري، مذهب فرقه بنديءَ ۾ ورهائجي ويو. شيعه، سني، خارجي، رافضي وغيره فرقا انهن اختلافن جي ڪري پيدا ٿيا. مذهب مسلمانن ۾ اتحاد آڻڻ جي عيوض ڪمزوريءَ ۽ نفاق جو ڪارڻ ٿي پيو. اسلام جو فرقي بنديءَ ۾ ورهائجڻ، مسلمانن جو هڪ ٻئي کي ڪثرت تعداد ۾ قتل ڪرڻ، منجهن طرح طرح جي خرابين جهڙوڪ: بادشاهي، زميند اري، جاگيرداري، عدالتي معاملن ۾ انتظامي ڳالهين جو اثر انداز ٿيڻ، نسلي ۽ طبقاتي امتيازن جي ڪري مساوات جي ٽٽڻ، آزاد راءِ ۽ جماعت بنديءَ تي رڪاوٽن جي پوڻ، بيت المال کي چند شخصن، قبيلن يا طبقن جي ذاتي طبقاتي مفاد لاءِ ڪتب آڻڻ، حاڪم، قاضي، عالم وغيره جي چونڊ لاءِ علمي، اخلاقي، انتظامي لياقتن جي عيوض نسلي، خوشامدي، پيسي وغيره جي لياقتن کي ترجيح ملڻ وغيره اهڙا معاملا هئا، جي مذهب جي نالي ۾ چالاڪ سياستدانن جي هٿان سرزد ٿيا. حڪومت اگرچه مذهب جي نالي ۾ ٿي ڪئي ويئي، ليڪن حڪمران طبقي ۾ نه اخلاق باقي رهيل هو نه اصول، هنن جا قول ۽ فعل هميشه جدا ٻئي رهيا، نتيجو اهو ٿي نڪتو ته سياست تي مذهب جو اثر ۽ ضابطو هئڻ جي عيوض خود مذهب چالاڪ سياستدانن جي اثر ۽ ضابطي هيٺ، سندن خود مطلبين ۽ منصوبي سازين جو آلو ٿي پئي ڪتب آيو. انهن حالتن ڪري عوام تان مذهب جو اخلاقي اثر گهٽ ٿيڻ لڳو ۽ مذهب ڪن اعتقاد ۽ عبادات جي دائري ۾ محدود ٿي پيو ۽ دين مڪمل جو انساني ڪمزورين ڪري اهو حال ٿيو جو دنيا جي ٻين مذهبن جو ٿيو هو.

اهڙين حالتن هيٺ مذهب جي تجديد ۽ نظام جي ضرورت محسوس ٿي.

2. نظام دين

تاريخي تجربي موجب شريعت جي حڪومت ۽ ديني نظام جو لازمي نتيجو اهو نڪرڻو آهي ته زندگيءَ جي هر شعبي تي مذهب جو ضابطو ۽ اثر هڪ باقاعده شرعي نظام جي ماتحت ڪرڻو پوي ٿو. جنهن جو سمورو اختيار ۽ ضابطو ملڪي حاڪمن، عالمن ۽ قاضين جي هٿ ۾ رهي ٿو، ان جي هلائڻ ۾ عوام کي دخل

حاصل ڪونہ هوندو آهي. خدا تعاليٰ، قرآن، سنت نبوي جي تشريح جي نالي ۾ حاڪم ۽ مذهبي مهندار، حڪومت ۽ طاقت ڪي پاڻ ۾ ونڊي ورهائي ڪم آڻيندا آهن. اهڙا حاڪم جن جي سڄي زندگي فرعونن جي گذري ٿي، غريبن جي پگهر جي ڪمائيءَ تي رنگ رليون ڪرڻ، ڪوڙ، ٺڳيون، ڌوڪا، منصوبا بازيون ۽ ظلم جن جو روزمره جو ڌنڌو ٿئي ٿو، سي خود ملن ۽ قاضين ڪي خوش رکڻ سان "محي الدين و ملت" جي القابن سان اسلام جا علمبردار بنجيو پون. خدا پرست، بااخلاق عالم ۽ قاضي گوشہ نشيني جي زندگي اختيار ڪن ٿا يا جيلن جون هوائون ڪائين ٿا. راشي، خوشامندڙيا، خودمطلب ۽ جاهل مولوي ۽ قاضي، انهن حاڪمن جي دلالي ڪري، مذهب ڪي مروڙي سروڙي، گهر جي ڪچڙي بنائي ڪم پيا هلائين ٿا.

تاريخ اسلام اهڙن مثالن سان پيري پيئي آهي. انهيءَ طريقي سان مذهب ڪي استعمال ڪرڻ جي ضرورت تڏهن پوي ٿي، جڏهن ڪي ماڻهو طاقت ء اقتدار ڪي برقرار رکڻ ٿا چاهين، انهن ڳالهين جو نتيجو اهو ٿو نڪري تہ هڪ مصنوعي طريقن سان صبح شام مذهب ڪي زور وٺائڻ جي گفتگو ٿينديي رهي ٿي ۽ ٻئي طرف صاحب اقتدار طبقي جي قول ء فعل جي يڪسان نہ هئڻ جو مظاهرو ڏسي، عوام تان مذهب جو اخلاقي اثر ۽ رسوخ گهٽجڻ لڳي ٿو، ڪن مذهبن جي ختم ڪرڻ جو ڪارڻ بہ اهوئي سبب بڻيو آهي.

ان ڳالهہ کان انڪار ڪري نٿو سگهجي تہ دنيا جي هر ڪاروبار لاءِ هڪ حد تائين نظام ۽ ضابطي جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي.

تجارت، مالي ڪاروبار، زميسنداري، حڪومت، سياست جي هلائڻ لاءِ نظام ۽ ضابطي جو هئڻ ضروري آهي، خود ڪائنات جو ڪاروبار بہ ڪنهن نہ ڪنهن ضابطي ۽ پروگرام مطابق هلي رهيو آهي، اهڙيءَ طرح سان مذهبي تعليم ۽ اصولن جي پکيڙڻ لاءِ ڪنهن حد تائين نظام جي ضرورت ٿئي ٿي.

جيڪڏهن قدرت دنيا جي ڪاروبار واسطي نظام، ضابطي شريعت ۽ قانون کي حد تائين ضروري ٺهرايو آهي، تہ ان جي ارتقا، ترو تازگي، خوبصورتيءَ واسطي تبديلي ۽ انقلاب، آزادي ۽ تجديد کي بہ لازمي قرار ڏنو اٿس. جينوٽيڪ وڻن، کيتن، جانورن، ماڻهن ۽ نظارن جي نشونما، ڪن بنيادي فطرت جي قانون مطابق ٿئي ٿي تہ انهيءَ قانون جو هڪ اهو جزو بہ آهي تہ ڪنهن بہ شيءِ کي ساڳي نموني، مقرره ميعاد کان وڌيڪ گهٽي وقت تائين رهڻ نہ ڏئي، ڇاڪاڻ تہ ان ڪري ان جي ردي ۽ بيڪار ٿيڻ جو امڪان آهي. ساڳيو قانون مذهبن جي شريعت، قومن جي

جماعت سازين ۽ بين پروگرامن سان لاڳو آهي. ملڪن، ماڻهن ۽ زمانن جي حالات بدلجڻ ڪري هر شيءِ ۽ ڳالهه جي تجديد يا تبديليءَ جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي.

مذهب اسلام جيتوڻيڪ دين مڪمل آهي ۽ بين الاقوامي اتحاد ۽ ترقيءَ جا جزا رکي ٿو. ليڪن سياست جو مذهب تي اثر، عالمن ۽ قاضين جي فطري ڪمزورين ۽ خامين، طبيعت انساني جي حرصن ۽ سڌن، دنياوي حالات جي تبديلي، مذهبي مهندارن جي اصولن تي فروعن کي ترجيح، مقصد ۽ ذريعي جي تميز کي وسارڻ، سندس فروع ۽ تجديد جي مادي کي ڪوهي ڇڏيو هو. جنهن ڪري انسانذات کي پنهنجي همه گير آغوش ۾ آڻي، ان جو اتحاد ۽ ترقي ڪري نه ٿي سگهيو. باوجود مجددن، مهدين، صالحن جي ڪوششن ۽ پرهيزگار ۽ عادل حاڪمن جي جدوجهد جي، ان جو وڌڻ ۽ ويجهڻ گهٽجي چڪو هو. ان کي زندهه ڪرڻ جا ٻه رستا رهيا ويا هئا. هڪڙو نظام دين ۽ شريعتي راڄ جو رستو هو، ٻيو ان کي سياست جي اثر ۽ ضابطي مان ڇڏائي، شريعت جي تنگ نظرئي مان ڪڍي عوام جي اخلاقي ۽ روحاني ترقيءَ لاءِ ڪتب آڻڻ جو رستو هو. پهرين جا مهندار عالم ۽ مُلان هئا ته ٻي جا مهندار اهل طريقت ۽ صوفي هئا.

مُلن جو زور ظاهرداري، عبادات، لباس، زهد ۽ فقهي فيصلن طرف گهڻو ٿيو، جنهن لاءِ کين حڪومت جي مدد جي ضرورت ٿئي ٿي. ٻئي طرف صوفي صاحبن جي ساري تعليم جو بنياد وحدت ڪائنات، صحبت انساني ۽ خدمت خلق تي ٻڌل هو. هنن جو زور تزڪيه نفس، قرباني ۽ ساديءَ جي زندگيءَ گذارڻ تي هو. هنن جي تعليم ۽ مذهب جو جوهر سمايل هو، پر انهن اصولن جي پرچار ۽ عمل لاءِ، انهن کي به نظام ۽ گروه سازي، جي ضرورت پئي. اهو قدرت جو قائدو آهي ته جڏهن قاعدا ۽ ضابطا ڪاروبار کي تربيت ڏئي، راهه کي هڪ طرف سهل بنائين ٿا ته انهن جي ڪثرت سختي ۽ عادت زندگيءَ مان اجتهاد ۽ انقلاب جا جذبا ختم ڪيو ڇڏين.

تصوف اسلام کي شريعت جي تنگ دائري مان آزاد ڪري، مذهب جي روح حقيقي سان روشناس ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي، ليڪن وقت جي گذرڻ ڪري ان جا ڪارڪن به ساڳي مرض جو شڪار ٿي پيا. هنن سلسله طريقت کي فروغ ڏيڻ لاءِ پيري مريدي، ذڪر، اشغال، ورد وظائف جاري ڪري خانگاهن ۽ سجادن کي وجود ۾ آندو. هنن وٽ تزڪيه نفس، محبت ۽ خدمت خلق جي عيوض ظاهري تقدس ۽ بزرگي، حسد ۽ خودي، نذر نيازن تي گذر ڪرڻ، بدعتن، عياشين، دنياوي اقتدار ۽ شخصي ملڪيت گڏ ڪرڻ جي جاءِ ورتي. جنهن ڪري هي گروهه به پنهنجي مشن ۾

ناڪامياب ٿيو. مُلا ۽ مولوي شريعت اسلامي کي تنگ دائري ۾ آڻي، ان کي پنهنجي شخصي اقتدار ۽ دماغي طبع آزمائيءَ جو اکاڙو بنائي چڪا هئا ته پير صاحبن وري عوام جي وهم پرستي ۽ جهالت جو فائدو وٺي تصوف کي مذاق ڪٽي بنايو هو. اهڙين حالتن هيٺ اسلام چند اعتقادات ۽ عبادات جي دائري ۾ محور ٿي پيو هو ۽ ان جي پيروڪارن ۾ تنگ نظريي ۽ نفرت گهر ڪري ويئي هئي. منجهن سون فرقن کان به مٿي گروهه پيدا ٿي پيا هئا.

هرهڪ فرقي پاڻ کي 'ناجي' ۽ ٻين کي 'ناري' ڪري پئي سمجهيو.

اهو حال هو اسلام جي پوئلڳن جو، ليڪن ٻين مذهبن جن کي قرآن حق تي ۽ منشائي الاهي مطابق موڪليل ظاهر ڪيو هو، انهن جي سمجهڻ يا حال معلوم ڪرڻ کي به گناهه پئي سمجهيو ويو.

نتيجو اهو نڪتو ته دنيا جي ٻين مذهبن جي مقابلي ۾ سندس پوئلڳن جو قومي وقار، اقتدار، شيرازو، علمي واقفيت، رواداري ۽ عوام ۾ مرغوبيت گهٽ ٿيڻ لڳي ۽ مسلمان دين مڪمل جي پيروڪارن عيوض ٿن سَون لڙندڙ ۽ جهڳڙيندڙ فرقن جي جمر غفير، فرسوده، تنگ نظر، وجعت پسند ۽ دقيانوسي خيالن جي ماڻهن جو مجموعو بڻجي پيا، جن کي دنيا جي ترقي ۽ تعمير ۾ رڪاوٽ وجهندڙ ڪري ٿي سمجهيو ويو. اهي "بيمار قوم" آزادي ماڻڻ کان نااهل ڪري ٿي سمجهيا ويا. هنن وٽ هر قسم جو آرٽ (هنر) گناهه، هر نئين ايجاد ٿيل شيءِ بدعت هئي. هو رواداريءَ کان نامانوس، پيار ۽ محبت کان ناآشنا هئا.

هنن وٽ راڳ ۽ سرود ٻڌڻ، ڏاڙهي مڇون ڪوڙائڻ، تصويرون ڏسڻ ۽ ڪڍڻ، غير جي زبان سکڻ ۽ لباس پائڻ، سڀ گناهه جي لسٽ ۾ داخل هئا. مطلب ته مسلمانن جي دنيا کي چڻ ڪفر، الحاد ۽ گناهه لپيٽجي ويل هئا. ڪين خير ۽ برڪت ڪنهن به طرف ڏسڻ ۾ نٿي آيا. هر سخت هوا، هر مخالف آواز، هر اختلاف ۽ هر نئين شيءِ مان خطرا ٿي محسوس ٿين. اسلام کي تنگ ڪوٺڙيءَ جي شفاخاني ۾ محفوظ رکڻ کان سواءِ بچائي سگهڻ محال پئي نظر آين.

شاهه صاحب جي زماني جي مسلمانن ۽ مروج اسلام جي ڪم و پيش اها حالت هئي، هن ان کي چِتائي ڏٺو، درويشن سان مليو، سير ڪيائين، غور ۽ فڪر بعد هيٺين نتيجن تي آيل ٿو ڏسجي.

1. وحدت وجود.

2. وحدت مذاهب.

3. پيار مذهب جو جز روح آهي.
4. عبادت جي صحيح معنيٰ خدمت خلق آهي.
5. ارتقا انساني جو راز امن ۽ سلامتيءَ ۾ آهي.
6. صحيح تعليم پاڻ سڃاڻڻ ۾ آهي.
7. حصولِ مقصد قربانيءَ سان حاصل ٿئي ٿو.

### 1. وحدت وجود

هن ڪي عالمِ ناسوت جي مختلف شين، نظارن ۽ خيالن، اول ۾ حيران ڪيو ٿو ڏسجي. ليڪن آخر هو هن نتيجي تي پهتو ته جملي هستيءَ جو حقيقي بنياد "هستيءِ مطلق" يا "وجود ڪل" آهي. انهيءَ ذات حقيقي کي ٻن نقطه نگاهن سان ڏسي سگهجي ٿو. هڪ 'حق' جو جملي عالم اظهار جو جوهر آهي ۽ ٻيو 'خلق' يا 'عالم صفات' جو ان ذات حقيقي جو مظهر آهي. اهي ٻئي شيون هڪ آهن، ليڪن ٻڌڻ ۽ ڏسڻ ۾ ٻه پيون معلوم ٿين.

ظاهري دنيا جون بي شمار ۽ لاتعداد شيون، حادث ۽ عارضي آهن ۽ پنهنجي وجود جو مدار، قائم دائم يا لذات مطابق ۽ واحد تي رکن ٿيون. "هستيءِ مطلق" ساڳي وقت هر مظهر کي پنهنجي وحدت جي احاطي ۽ تسلط ۾ رکي ٿي. "والله بکل شيءِ محيط" انهيءَ نظريي مطابق ڪائنات قديم، غير فاني ۽ دائمي آهي، ڇاڪاڻ ته اها قديم، دائم يا بالذات جو ظهور آهي.

آخرت به سدائين ٺهندي رهي ٿي. دنيا جي پوري طرح پڄاڻي نه ٿيڻي آهي، نڪا ان جي آخري حد آهي، جنهن کي آخرت چئجي ٿو، سا سدائين پئي هلي. هيءَ دنيا ۽ ٻي دنيا صرف هر وقت ۽ هر زمان ۾ پيدائش عالم جي جدا جدا ۽ نئين نئين مظهرن جا جدا جدا نالا آهن ۽ شڪلين بدلائڻ جا مظهر آهن. جي هڪ شڪل گم ٿئي ٿي ته اها ٻي شڪل اختيار ڪري ٿي ۽ اها تبديلي هميشه جاري آهي. هر نئين شيءِ پراڻي شڪل جو مسلسل مظهر آهي. شاهه صاحب جا ڪي بيت سندس انهن خيالن جي ثبوت ۾ پيش ڪجن ٿا:

وحدت تان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل،
حق حقيقي هيڪڙو، ٻولي ٻي م ڀل،
هو هلاچو هل، باالله سندو سچڻين.

سوئي هيڏهن، سوئي هوڏاهن، سوئي من وسي،
سوئي سو پسي، تنهين سندي سوجهري.

پڙاڏو سو سڏ، ور وانيءَ جو جي لهين،
هئا اڳهين گڏ، پر پڌن ۾ پـ ٿيا.

ڪوڙين ڪايائون، تنهن جون لکن لک هزار،
جيءَ سيڪنهن جيءَ سين، درسن ڏارون ڏار،
پريم تنهنجا پار، ڪهڙا چئي ڪيئن چوان.

## 2. وحدت مذاهب

جهڙيءَ طرح خلقت اشياءَ ۾ ڪثرت ٿي نظر اچي، اهڙيءَ طرح ابتدائي، زماني ڪان وٺي هر ملڪ، هر قوم جي رهبري ۽ هدايت لاءِ ڪيئي پيغمبر، حڪيم، فيلسوف پڻي پيدا ٿيا آهن ۽ انهن جون سمجهاڻيون ۽ تعليمات بہ جدا جدا نموني ۽ طريقي جون پيون ڏسڻ ۾ اچن، جو متاڇري نگاهہ ڪندڙ منجهي پوي ٿو.

صحيح ۽ غلط، حق ۽ ناحق، مفيد ۽ نقصانڪار جو پتو پوڻ بہ مشڪل ٿيو پوي. ڏسڻ ۾ اچي ٿو تہ شاهہ صاحب ڪي بہ ان خيال ستايو ٿو ڏسجي، پر معلوم ا ن ٿئي ٿو تہ وحدت وجود جي راز معلوم ڪرڻ بعد ڪيس مذاهب جي وحدت جو پتو بہ پيو آهي. آخر جيڪڏهن جملي اشياءِ هستيءَ ۾ وحدت سمايل آهي تہ انهن جي قانون فطرت يا مذهبن ۾ اختلاف ڪيئن ٿي سگهي ٿو.

جهڙيءَ طرح شين جي شڪلين ۾ اختلاف جي باوجود انهن ۾ بنيادي وحدت موجود آهي، اهڙيءَ طرح ڪيس معلوم ٿيو تہ مذاهب - عالم جي ظاهري ڪثرت جي پويان باطني وحدت لڪيل آهي.

مذهبن جا بنيادي مقصد گهڻو ڪري ساڳيا آهن. شاهہ صاحب جا چند بيت سندس اهڙن خيالات جي تائيد ۾ پيش ڪجن ٿا.

مني هاٿيءَ سيرن مامرو، اچي پيو انڌن،
مناڙين هٿن سين، اڪئين ڪين پسن،
في الحقيقت فيل ڪي، سڄا سڃاڻن،
سندي سردارن، بصيرت بينا ڪري.

ڏسن جي ڏسين، تہ همہ ڪي حق چئين،
شارڪ شڪ مَ نہ ني، انڌا انهيءَ ڳالهہ ۾.

ڪيئن مطالع منون، هر جو ورق وصال جو،
تنهن ۾ تون هيين تون، پي لات نہ لحظي جيتري.

قرب ڪبرياءُ، ماءُ ملاقي نہ ٿئي،
پورو اي پرياءُ، صوفي جي صلح ۾.

### 3. محبت (پيار) مذهب جو روح آهي

جي مذهب اتحاد ۽ انساني ترقيءَ لاءِ راهبر آهي تہ ان جي ساري تعليم جو نچوڙ جنهن بنيادي شيءِ تي رکيل آهي، اها آهي 'محبت'. هي هڪ قسم جي ڪشش آهي، جا ميلاپ يا وصال طرف انسان کي ڇڪي ٿي. دنيا جي ڪاروبار ۾ قدرت طرفان بہ مکيہ طاقتون نظر اچن ٿيون، هڪ آهي قوت جذب، ٻي آهي قوت رد.

پهرين ميلاپ، محبت، وصال، اتحاد تعمير ۽ ترقيءَ طرف ڇڪيندڙ آهي. ٻي جدائي، نفرت، فرق، نفاق تخريب ۽ تنزل تائين پهچائي ٿي. مذهبي زبان ۾ ان کي شيطاني طاقت سڏين ٿا.

روح کي ٻن درجن مان لنگهڻو پوي ٿو. هڪ اعليٰ مڪان مان، هيٺ لهي عالم ناسوت ۾ اچڻ جو درجو آهي، ٻيو ناسوت مان وري اصل ڏي وڃڻ جو درجو آهي. پهرين کي صوفي زبان ۾ نزول ۽ ٻي کي عروج سڏين ٿا. جڏهن ماڻهو مذهب جي نفس تي غور ڪري ٿو تہ کيس پتو پوي ٿو تہ نزول جي رستي کي ڇڏي عروج ڏي هلڻ، شيطاني رجحانات کي ڦٽو ڪري ملڪوتي رجحان طرف لاڙو ڪرڻ، تخريب کي ڇڏي تعمير طرف خيال رکڻ، نفرت کان پاسي ٿي، محبت ۾ محور ٿيڻ ئي مذهب جو حقيقي مطلب آهي، تنهن ڪري سڀ بزرگ ۽ صوفي عشق ۽ محبت کي حقيقي مذهب سمجهي، ان جي ساراهہ ڪندا ويا. شاهہ صاحب بہ انهيءَ راز جي رمز پروڙي آهي ۽ چوي ٿو تہ:

مون کي اکڙين، وڏا ٿورا لائيا،
تہ پڻ پرين پسن، ڪٿان جي ڪر سامهون.

ڪر ڪاربندو سي، ماڻو جن پرينٽو،
جوش جلايا جي، ماري تنهن مات ڪيو.

حوصلو حيرت جو، آهي نہ مٿي عام،
سندي محبت مام، ڪوڙ پروڙي ڪينڪي.
لوڪان نحو صرف، مون مطالع سپرين،
سوئي سو حرف، پڙهيو پڙهان من ۾.

### ٤. عبادت جي صحيح معنيٰ خدمت خلق آهي

شاهه صاحب ڏٺو تہ مذهب جي معنيٰ چند عبادتن جو مجموعو ورتي وڃي ٿي ۽ قرآن شريف جي آيت تہ ”ماخلقت الجن والانس الايعبدون“ جي عام طرح معنيٰ نيازون، روزا، ذڪر، فڪر وغيره ڪئي وڃي ٿي، نتيجو اهو وڃي نڪتو ٿي تہ هرڪو ماڻهو پڙهي، روزا رکي، انسانذات جي خدمت جي بدران پنهنجي خود غرضيءَ ۾ محو ٿي رهيو هو.

مُلا ۽ مولوي غلط فتوائون ڏئي، فساد ڪرائي، مفت جا مال ڪائي صرف نماز ۽ روزي جي ذريعي نجات لاءِ ڪافي سمجهي، حقوق العباد کان پاڻ کي هڪ طرف آزاد سمجهي رهيا هئا تہ پيران طريقت، زهد - تقويٰ، ذڪر فڪر ڪرڻ کي صحيح عبادت سمجهڻ لڳا هئا ۽ خلق خدا جي خدمت ڪرڻ بدران، پنهنجي خدمت ڪرائڻ ۾ مشغول هئا. شاهه صاحب انهيءَ ڳالهہ تي بہ غور ڪيو ٿو ڏسجي ۽ هن نتيجي تي پهتل هو تہ سچي عبادت جي معنيٰ، مخلوق خدا جي بنا غرض جي خدمت ڪرڻ ئي آهي.

ماڻهو هن دنيا ۾ صرف روزا نمازون پڙهڻ لاءِ پيدا ڪونہ ٿيو آهي، پر انهيءَ جي زندگيءَ جو مقصد، هن دنيا ۾ سک سلامتي آڻڻ، انسان کي جانورن واريون خواهشات کان آزاد ڪري، روحاني ترقي، تعمير عالم، حسن اخلاق جي صفتن سان مالامال ڪرڻ لاءِ، خدمت خلق ئي آهي. جڏهن ڏٺائين ٿي تہ ماڻهو ظاهري عبادت کي ئي نجات جو ذريعو سمجهي، صرف ان طرح مشغول آهن تہ ڪيس عجب ٿيو ٿي. سندس انهيءَ قسم جي خيالن جو پتو هيٺين بيتن مان پئجي سگهي ٿو:

پڙهيو ٿا پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوب ۾،
پاٽا ڏوهہ چڙهن، جيئن ورق ورائين وترا.

روزا ۽ نمازون، اي پڻ چڱو ڪم،
او ڪو بيو فهم، جنهن سان پسجي پريں کي.

اکر ڇتي هيڪڙي، پهون جي نہ بجهن،
ڪوه ڪبو ڪي تن، سجي سٽائي ڳالهڙي.

تهڙا ڇاليها نہ ڇاليهہ، جهڙو پسڻ پرين جو،
کهڙي ڪاتب تون ڪرين، هٿئي پنن پيهہ،
جي ورق ورائين ويهہ، تہ اکر آهوئي هيڪڙو.

5. ارتقا انسانيءَ جو راز امن ۽ سلامتيءَ ۾ آهي

شاهه صاحب غور ۽ فڪر بعد انهيءَ نتيجي تي پهتل هو ته دنيا جي تعمير ۽ انسانذات جي ترقي سواءِ امن ۽ سلامتي جي حاصل ٿي ڪين سگهندا. هو هر انهيءَ ڳالهه جي مخالف هو، جنهن مان انسانن جي وچ فساد پيدا ٿيڻ جو امڪان هو. هن اسلام کي فتح ۽ حڪمرانيءَ جو مذهب ڪري نه ٿي سمجهيو، نڪو مسلمانن کي قومن جي امامت ڪرڻ جي تلقين ٿي ڪيائين. هن مومن ۾ منهن پائي غربت ساڻ گذارڻ جي تلقين هڪ طرف ڪئي ته ٻئي طرف صاف چيائين ته:

هوَ چوندئي تون مَ چئو، واتان ورائي،
اڳ اڳرائي جو ڪري، خطا سو کائي.

هو سڌن کي مارڻ، طمع کي ترڪ ڪرڻ، ويرين جو واهرو ٿيڻ، ڳولن جي گولي ٿيڻ، ڪيني کي قتلام ڪرڻ، ڳر ۾ پرين پسڻ، خوديءَ کي ڪانئڻ، سڄ جي سين هٿڻ، تن کي تسيا ڏيڻ، لنگ ۽ لانگ ڪڍڻ، ماري مات ڪرڻ، سڀ ۾ پرين پسڻ جي تعليم ڏني ٿو. هو دشمن يا مخالف کي حملي ڪان روڪڻ لاءِ هيٺين قسمن جا الفاظ ڪتب آڻي ٿو:

ڪشي ڪان ڪمان مان، ميان مار م مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجو ئي توکي لڳي.

6. صحيح تعليم پاڻ سڃاڻڻ ۾ آهي

شاهه صاحب کي معلوم ٿي چڪو هو ته انسان اشرف المخلوقات آهي. هن ۾ نور الاهي جو جلوو نمايان نظر ٿي آيس. هن کي انسان جي زندگيءَ جي مقصد جي ڀرپور ڄاڻ هئي. هن ساري ڪائنات جي خلق کي بيڪار ۽ بنا مقصود جي پيدا ٿيل نه ٿي سمجهيو. هن کي احد ۽ احمد، جز ۽ ڪل، پکي ۽ پڃري، پنهون ۽ سسئي، فرد ۽ قوم جي تفاوتن ۽ بنيادي وحدت جو سمورو راز معلوم هو. هن نابوديءَ جي وسيلي اعليٰ ٿيڻ جو مطلب سمجهي ورتو هو، تنهن ڪري پنهنجي ڪلام وسيلي هن جز کي ڪل ۾ فنا ڪرڻ، فرد کي قوم لاءِ قربان ٿيڻ جي تلقين ڪندي چيو آهي، ته اهو درجو تڏهن حاصل ٿي سگهندو، جڏهن حقيقي 'پاڻ سڃاڻڻ جي پروڙ' ماڻهوءَ ۾ پوندي. هن جو چوڻ آهي، انسان جو اعليٰ درجي تي پهچڻ صحيح تعليم ذريعي ئي حاصل ٿي سگهندو ۽ صحيح تعليم جي تشريح ان ڳالهه ۾ ڪئي اٿس ته انسان پنهنجي صحيح حقيقت سڃاڻڻ جو ماهر ٿئي، ان وقت ئي سندس خوف ۽ خطرا، وهم ۽ گمان، ڪفر ۽ شرڪ، ٻيائي ۽ عبديت دور ٿي سگهندا ۽ ماڻهو ترقي ڪرڻ جي لائق ٿي سگهندو. سندس هيٺيان بيت ان جي اهڙي خيالات جو ثبوت پيش ڪندا:

اسين سڪون جن کي، سي تان اسين پاڻ،
هاٺي وچ گمان، اسان صحيح سڃاتا سپرين.

هيڪر هنڻ چڏ، تہ اوڏي ٿئين عجيب کي،
"مارايت شيئاً الا ور الله ايت" نيني اجها اوڏانهين اڏ،
تہ هوت توهين کان هڏ، پرين پاسي نہ ٿئي.

هو پڻ ڪونهي هن ريءَ، هي نہ هن هان ڌار،
"الانسان سري وانا سره" پروڙج پچار،
ڪندا ويا تنوار، عالم عارف اهڙي.

پاڻ پردو پاڻ کي، طالب سڄ تون،
نڪا هان نہ هون، پردا سپ پاسي ٿيا.

سو پکي سو پڃرو، سو سر سوني هنج،
پيهي جان پروڙيو، مون پانهنجو منجهہ،
ڏيل جنهنجو ڏنجهہ، سو ماري تو منجهہ ڦري.

7. مقصد جو حصول قربانيءَ سان حاصل ٿئي ٿو

شاهہ صاحب جي نتيجي تي پهتو هو تہ جيڪڏهن صحيح تعلم جو راز پاڻ سڃاڻڻ ۾ لڪل هو تہ صحيح عمل، سواءِ قرباني جي پيتا جي وسيلي، حاصل ٿي نہ سگهندو. هن جڏهن جو طرف نظر تي ڪئي ـ ڏٺائين ٿي تہ هر ننڍي شيءِ وڏيءَ ۾ سمائجڻ لاءِ پاڻ قربان ڪري رهي آهي، هر شيءِ جو دائو زمين ۾ گڏجي عالم جمادات جي ناهڻ ۾ مدد ڏيئي رهيو آهي، اهڙيءَ طرح جمادي جزا نباتات جي عالم پيدا ڪرڻ لاءِ، وقت بہ وقت پاڻ کي قربان پيا ڪن. نباتات وري حيوانات جي زندهہ رهڻ لاءِ، قوت جو ڪم ڏئي رهي آهي. وري جي غور ڪندا تہ انهيءَ مادن مان وري هرهڪ جزو پئي جي بقا لاءِ مددگار ۽ معاون آهي، جا معاونت قربانيءَ کان سواءِ حاصل نٿي ٿي سگهي. اهو سلسلو ڪائنات جي هر مظهر ۾ نظر ايندو.

ماڻهو بہ انهيءَ قانون فطرت کان آزاد نہ آهي. پيءُ ۽ ماءُ کي اولاد لاءِ قرباني ڪرڻي پوي ٿي. فردن کي قبيلن لاءِ ۽ قبيلن کي قومن لاءِ ۽ قومن کي انسانذات جي ڀلائي ۽ بهتريءَ لاءِ، ڪي ذاتي قربانيون ضرور ڪرڻيون آهن. تنهن ڪري فلسفہ عمل تي نظر ڪبي تہ ان جو جوهر قرباني ئي ڏسڻ ۾ ايندو.

شاهہ صاحب جي بيان ڪيل مذهبي راين کي جيڪڏهن اسان اختصار ڪري پيش ڪريون تہ، ان جو لب لباب هيٺين طرح ٿيندو.

- ساري ڪائنات ۾ گونا گون مظهرن جي باوجود به بنيادي وحدت قائم آهي.
- انهي بنيادي وحدت جي راز کي معلوم ڪرڻ ۽ سمائجڻ لاءِ رستو ۽ طريقو مذهب آهي.
- مذهب ابتدا کان وٺي، باوجود ظاهري اختلافن جي هڪ ئي آهي.
- انهيءَ مذهب جو روح يا جوهر محبت يا عشق آهي.
- محبت ۽ عشق ترقي انسان ۽ تعمير عالم لاءِ خدمت خلق امن ۽ سلامتيءَ جو سبق ڏني ٿو.
- انهيءَ سبق جي پڙهڻ ۽ سمجهڻ لاءِ پاڻ سڃاڻڻ ضروري آهي.
- پاڻ سڃاڻڻ سواءِ صحيح عمل جي بيڪار آهي.
- صحيح عمل جو راز قربانيءَ ۾ سمايل آهي.

شاهه صاحب جي اهڙن خيالات جي ثبوت ۾ سندس هيٺيان بيت پيش ڪجن ٿا:

سوريءَ سڏ ٿيو، ڪا هلندي جيڏيون،
وڃڻ تن پيو، نالو نينهن ڳنهن جي.

پهرين ڪاني پاءِ، پڇج پوءِ پرينتو،
ڏک پريان جو ڏيل ۾، واڄٽ جيئن وڄاءِ،
سيخن ماهه پچاءِ، جي نالو ڳنهين نينهن جو.

پچ پتنگن کي، سنديون ڪامڻ حبرون،
اٿيو وجهن آگ ۾، جيءُ پنهنجو حي.
جيري جنهين جي، لڳا نيزا نينهن جا.

سرها ڏنم سي، جن جي ساڃاهه سرائين سين،
تيغ تنين جي، کي، ڪٽ نه لڳي ڪڏهين.

سڪڻ ۽ سوري، پني اکر هيڪڙي،
وهڻ واٽڙين تي، ڪارڻ ضروري،
پنهي جي پوري، جيءُ ڏني ريءَ نه جڙي.

گندي ۽ گراهه، جن سناسين سانڍيو،
انهن کان الله، اڃا آڳاهون ٿيو.



فصل انون

# شاهه صاحب جي ڪلام جون خصوصيتون

شاهه صاحب جي ڪلام جون خاص خصوصيتون هيٺيون آهن:

1. اهو سنڌي قوميت جي جذبي سان ڀريل آهي، وطن ۽ ان جي هر شيءِ جي پريت ان جو مکيه جزو آهن.

ساري ڪلام جون اڪثر آکاڻيون، سواءِ ڪربلا جي واقعي جي سڀ سنڌي ڪتب آنديون اٿس.

2. سنڌس ڪلام ۾ ڪتب آندل ٻولي به سواءِ چند حوالن جي صفا ڇند سنڌي آهي. ايتري قدر جو ڪي لفظ جن جو رواج اڄڪلهه نڪري ويو آهي، سي نج سنڌي هئڻ ڪري سمجهڻ به ڏکيا پيا لڳن.

3. ٽين خاصيت شاهه صاحب جي ڪلام ۾ اها آهي، ته اصل هندي شاعريءَ جو تتبع ڪندي، هن عورت کي عاشق ۽ مرد کي معشوق بنايو آهي، جو دستور پارسي ۽ عربي شاعريءَ ۾ ڪونه آهي.

4. شاهه صاحب جي ڪلام جي اها به خصوصيت آهي ته ڪلام ۾ قصا سڀ افسوسناڪ پڇاڙيءَ جا بيان ڪيا اٿس، سنڌس ڪلام تڪڙي نفعي ۽ وقتي ڪاميابيءَ ڏي ماڻهوءَ کي ڪونه ٿو ڇڪي، عارضي نفعو دائمي مقصد جي حصول لاءِ قربان ڪرڻ، سنڌس ڪلام جو روح آهي.

5. مثنوي روم وانگر سارا قصا ۽ ڪهاڻيون بيان ڪري پوءِ ان مان نصيحتون نٿو ڏئي، بلڪ هن جي خيال موجب اهي ڪهاڻيون زبان زد عام هئڻ ڪري، ان جو دهرائڻ ضروري نه ڄاتي، صرف انهن ڪهاڻين يا بيان ڪيل شين مان ڪي نتيجا ڪڍي، سورمن جي جذبات ۽ شين جي صفتن جو بيان ٿو ڪري.

شاهه صاحب مختلف مڪاني ڪهاڻين ۽ شين بنسبت جڏهن ڪجهه چوڻ گهري ٿو، ته انهن جون خاصيتون اکين اڳيان اٿس ۽ سنڌس هرهڪ بيت جدا معنيٰ ۽ نصيحت رکي ٿو.

## 1. سر ڪلياڻ

هن سر جي پهرين فصل ۾ وحدت وجود جو ذڪر ڪري، ٻين فصلن ۾ هو، انهن عاشقن ۽ نيهن وارن جو ذڪر ڪري ٿو، جن جي اڳيان وڏا مقصد ۽ مرادون آهن، جن ٻي حاصل ڪرڻ لاءِ، هو هر طرح جي قرباني ڪرڻ واسطي تيار آهن. نيهن وارن کي هو ٻن گروهن ۾ ورهائي ٿو، هڪڙا سچا ۽ سرويچ آهن جي ڪڏهن به سسي نٿا سانديِن، ڪڙي ۽ قاتل جا هيراڪ ٿيو وڃن، چاڪ اٿن، ته به نٿا سلين، وهه ڏسيو پيا وسهن، ڪاتيءَ پٺي ڪنجهن ڪين ٿا، سيخن ۾ ماهه پچائڻ لاءِ تيار آهن، جن لاءِ سوري سينگار آهي، نيزي تي سر چاڙهي نروار ٿيڻ لاءِ تيار وينا آهن، جن کي مقصد ۽ معشوق جي راهه مان موٽڻ ۽ مرڻ مٺو آهي. سوري ۽ سيج برابر اٿن، تن جو ذڪر ڪري چوي ٿو:

سوري آهي سينگار، اصل عاشقن جو،
مڙڻ موٽڻ ميهڻو، ٿيا نظاري نروار،
ڪسڻ آهه قرار، اصل عاشقن جو.

ٻيا سڌڙيا آهن، جي ڪلالن جا ڪات ڏسيو موٽيو وڃن، ڏوران نهاريو، شرابن جون سڌون پيا ڪن، هنن وٽ هي هڏ ۽ چم پيارو آهي، مٿو ماٿي وٽ لاهي رکڻ کان پيا ڇرڪن. انهن لاءِ چوي ٿو ته:

سڌڙيا شرابن جون، ڪه پچارون ڪن،
ڪات ڪلالن ڪڍيا، ته موٽيو پوءِ وڃن،
پڪون سي پيئن، سر جنين جا سٽ ۾.

## 2. سر يمن ڪلياڻ

هن سر ۾ هو عوام جي مصيبتن ۽ تڪليفن، اهنجن ۽ ايذاون جو ذڪر ڪندي، ملڪ جي خدمت جي خواهش رکندڙن کي مخاطب ٿي، کي هدايتون ۽ نصيحتون ڏئي ٿو. چوي ٿو ته:

سگهن سڌ نه سور جي، ته گهايل ڪيئن گهارين،
پنل پاسو پٽ تان، واڍوڙ نه وارين،
پر ۾ پچن پرينءَ لاءِ، هي هنجهون هارين،
سڄڻ جي سارين، تن رويو وهامي راتڙي.

ڪين وري صلاح ڏئي ٿو ته جي ٿيو پيچ اوهان ملڪ ۽ ماڻهن جي محبت رکو ٿا ته:

اگهائي سگهيا ٿيا، جي ويٺا وڃ ويڄن،
ترسي طبيبن، تڇيلي هوند چڱا ڪيا.

وهن ويڄن وٽ، جي سڪين ته سگهو ٿئين،
اڳين عادتن مٽ، ته اگها عاجز نه ٿئين.

ليڪن ساڳئي وقت خود - مطلب ۽ جاهل ڪارڪن يا ملڪي ليڊرن جي ڦندي ۾ ڦاسڻ کان منع ڪندي چوي ته:

ڪنيس ڪويڄن، جو تن طبيب نه گڏيا،
ڏيئي ڏنڀ ڏڏن، پاٽان ڏيل ڏڪوئيو.

پوءِ ڪيئن پتنگن جا مثال ڏيئي مقصد ۽ مراد لاءِ، مرڻ ۽ قربان ٿيڻ جو سبق، ڪيئن کان سکڻ جي هدايت ڪري چوي ٿو ته:

پڇ پتنگن کي، سنديون ڪامڻ خبرون،
آٽيو وجهن آگ ۾، جيءُ پنهنجي جي،
جيري جنهين جي، لڳا نيزا نينهن جا.

هڪ هنڌ ڪين خبردار ڪري چوي ٿو:

سڪن اڻين ته مُعڻا، جيڻ لکڻ نيڪا پائس،
پئي پربان جي نه ٿئس، ستي اگڙيا آءُ،
اي پڻ ڪوڙي سڌ، جتن ڪِلبو ڪاٻ شميئي.

## 3. سر ڪنيات

هن سر ۾ مقصد صوفي وٽ وحدت جي وادي آهي ۽ محب وطن وٽ ملڪ ۽ قوم جي آزادي ۽ ترقي آهي. معشوق ساز هڪ جاءِ تي چنڊ جي حسن جي ڀيٽ ڪئي اٿس. چوي ٿو ته:

چوڏهين چنڊ اڀرين، سهسين ڪرين سينگار،
پلڪ پربان جي نه پڙين، جي حيلا ڪرين هزار،
جهڙو تون سڀ ڄمار، تهڙو دم دوست جو.

ٻيءَ جاءِ تي ان کي پرينءَ ڏي پيغام نيڻ لاءِ، قاصد ڪري رتو اٿس ۽ چوي ٿو ته:

نا سيندي نگاهه، پهرين ڪج پرينءَ ڏي،
احوال عاجزن جا، آکج لڳ الله،
روز نهارين راهه، اکيون اوهانجي آسري.

هڪ جاءِ تي اُنَ کي قاصد ۽ پريندءِ وٽ پيغام پهچائيندڙ ڪري ورتو اٿس. مقصد کي پهچڻ، ڪٺن سفر سمجهي، اُن کي منٿ ڪري ڪيس چوي ٿو ته حالتون سٽايون اٿئي، مون کي جلد نيئي محبوب سان ملاءِ.

راتڻ سهائي پون سنئيـن، پٽن وڏو پنڌ،
هلندي حبيبن ڏي، ڪرها موڙ مَ ڪنڌ،
پنڌڻ سوئي پنڌ، جو پهچائي پرين کي.

اُن جي مشابهت هڪ جاءِ تي خادم ملڪ يا سالڪ راهه سان ڪندي، ان کي دنيا جي ڪٺن مسافرين طئي ڪرڻ واسطي، همٿائڻ لاءِ ننگ وجهي چوي ٿو ته:

ڪرها ڪر سجان، پيڪو ۽ پانهن جو،
اصل آهي اوهان جو، ناليرو نڏاڻ،
ڪرها اسان ساڻ، ڪي چانگا ڪچ چگايون.

4. سر سريراڳ

هن سر ۾ حياتيءَ کي ستاٽي سمنڊ جي مسافريءَ سان مشابهت ڏني ويئي آهي، جنتي ڪيئي لڙَ، لهرين، لس ۽ ليٽن سان مسافر کي منهن مقابل ٿيڻو پوي ٿو، جتي آب جو انت نه آهي، چڪڻ چاڙهه ۽ ڪپر ڪارونپار آهن. ان ۾ محب وطن يا صاحب اخلاق کي سچ جي سوداگر سان تشبيهه ڏنل آهي. ان ۾ سندس رهبري ۽ هدايت لاءِ، ڪي تجويزون پيش ڪيل آهن. جن مان توڪل، توبه، پانهپ، سچي دل سان شيوا ڪرڻ يعني پنهنجي مقصد سان محبت رکڻ، غفلت کي ترڪ ڪرڻ يعني جاڳڻ پاٽيٽ پرکڻ، ابتدا ۾ ترهو تاڻي بڌڻ، ملان معلم ٻچي خبرون پروڙڻ مکيه آهن. چوي ٿو ته:

ڪوها ڪاٺهه ڪٺي، ان وڏا انر آسري،
الا جهري مَ ان جي، اولي جي اتي،
وڻجارن وٺي، سو وکر وڏو ٻيڙئيـن.

لڙ لهريون لس ليٽ، جتي انت نه آب جو،
الله اول مَ ان جا، ٻيڙا متي ٻيٽ،
جوکو تنئي مَ جهاز کي، ڦرهي اچي ۾ ڦيٽ،
لڳي ڪام ليٽ، هن غاريبي غوراب کي.

جنين سودي سچ سين، وڪر وهائيو،
بخرو لهم البشريٰ جو انهيءَ لئي آئيو،
ان کي لالڻ لنگهايو، ساندارو سمنڊ جو."

تڪل: 'ڏيئي ٻتوڪل تڪيو آر لنگهيا آسان'،
توبه: 'توبه جي تاثير سين تري ويا طوفان'،
ٻانهپ: 'ٻانهپ جو ٻيڙئين وڪر وڏائون'،
سيوا ڪرڻ: 'سيوا جن سچان، وير نه وڙهي تن سين'،
غفلت: 'جاڳو جي يارا، ته تڙ تواني نه ٿئي'.
غوطه زني: 'اندائون عميق مان جوتي جواهرن،
اي گت حوصن، جيئن سمنڊ سوجهيائون'

موتين جو پاٿيئڙ پرکڻ:

وڃن م وينجهار، پاٿيئڙ جي پرکڻا،
ڪنير پايو اکئين، لهن سي ڪنهن سار؛
موتيءَ جي مزاج جو، قدر منجهه ڪنار،
صرافنئون ڌار، ماڻڪ ملاحظو نه ٿئي.

ترهو ٽاٽي ٻڌڻ:

ٽانگهي ۾ ٽاٽي، ٻڌ پنهنجو ترهو،
اونهي ۾ آٿي، ڪونه ڏيندءِ ڪو ٻيو.

معلم پڇڻ:

ملا معلم خبرون، پڇي پروڙيج.

هن سر ۾ هڪ هنڌ زندگيءَ جي بهترين ڪارنامن بابت ذڪر ڪندي فرمائي ٿو ته:

وڪر سو وهاءِ، جو پنئي پراٽو نه ٿئي،
وبڇيندي ولات ۾، ذرو ٿئي نه ضاءِ،
سا ڪا هڙ هلاءِ، آڳهه جنهن جي اپئين.

چڱن عملن ڪرڻ لاءِ چوي ٿو ته:

دنگيءَ ۾ داٽا، وني وجهه وڪر جا،
وير وڙهندي ويسرا، ويهه م ويڳاٽا،
هي نند نه ڄاٽا، ڪڏهين هٿنڌئي ڪن ۾.

5. سر سامونڊي

هن سر ۾ هن انهن محب وطنن جو ذڪر ڪيو آهي، جي قوم ۽ ملڪ خاطر گهر ڇڏي بي گهر ٿيــن ٿا ۽ ورهيــن جا ورهيـہ قيدن ۽ جلاوطنيــن جي سزا ڀوڳيــن ٿا، سدائيــن مســافريءَ ۾ آهن، جنهن ڪري سندن ونيون پيرون واجهائيــن، وڻ ٽڻ وانئٽيون ٿين، ڏيا پاريــن ۽ سڪائون پاسيــن. انهن جي درد ڀريئي داستان جو ذڪر ڪندي چوي ٿو تہ:

سامونڊيڪو سنگ، آهي گوندر گاڏئون،
انگهن ڇاڙهي انگ، ويو وڻجارو اوهري.

سامونڊي ساري، مٿي تڙ گذاريان،
مون کي ٿي ماري، انهين سنڌي ڳالهڙي.

لاهيندا ۽ ڪن، ڳالهيون هلڻ سنديون،
ڏيندا مون ڏکن، وهہ وجهندا جندڙو.

جر تڙ ڏيا ڏي، وڻ ٽڻ ٻڌي وائنٽيون،
الا ڪانڌُ اَچي، آسائتي آهيان.

ٻيڙيءَ جي پنڌ، نينهن نہ ڪجي ان سين،
اُيا ڏنيِ ڏس، جي سڙهہ ڏيئي سير ٿيا.

وڃيئي وسري شالا جو تون سودو سڪيو،
اچا آئيــن ڪالهہ، پڻ ٿو سفر سنبهين.

6. سر سهڻي

هن سر ۾ شاهہ صاحب مقصد (معشوق سان) حقيقي نيهن جي ناتي جو ذڪر ڪري ٻڌائڻ گهري ٿو تہ، مطلوب کان سواءِ طالب بيڪار آهي، انهيءَ کان سواءِ ناپاڪ، اڌورتو ۽ نجس رهي ٿو ۽ انهيءَ جي حصول سان پاڪ، صاف ۽ ستڙو ٿئي ٿو، ليڪن اعليٰ مقصد کي پهچڻ سولي ڳالهہ نہ آهي، اُتي درياءَ جي دهشت، ڪاريون راتيون، ڪنن جا ڪڙڪا ۽ دلين جا ڏڙڪا راهروءَ کي پيش اچن ٿا. اتي سندس رهبر راهہ صرف يار يا مقصد جي محبت رهي ٿي، جنهن جي ڪشش ڪيس لنؤ لايو ڇڏي، جتي ڪڙيــن جا ڪڙڪا سندس رهبري ڪن ٿا. مرڻ تہ هر ڪنهن لاءِ اُئيــن

ئي آهي، ليڪن مقصد جي راھ ۾ قربان ٿي، سر ڏيڻ ڪري ٻڏيءَ جا ٻيٽا ٿيـن ٿا. مقصد سان محبت لاءِ چوي ٿو ته:

توڏيءَ ٻي نه تات، مينهار ٿي من ۾،
جيئڻ پيس رات، هو ساهڙ هو سهڻي.

مقصد کان سواءِ زندگيَ بيڪار آهي، واسطي چوي ٿو ته:

ساهڙ ڏاران سهڻي، آڏوتي آهي،
ڪنديون جو ڪاهي، پاسي تنهن پاڪ ٿئي.

مقصد تائين پهچڻ ۾ جي مشڪلاتون سامهون اچن ٿيون، تن بابت چوي ٿو ته:

دهشت ڏوم درياءَ ۾، جت لُڙ لهريون لس ليت،
آٿيو اوپارن ۾، ٻانـدي ٻوڙي ٻيـت،
جت چڪڻ جي چپيٽ، ات ساهڙ سير لنگهاءِ تون.

مقصد جي محبت ڪيئن نه ڪيس ڪشش ڪري ٿي، ان لاءِ چوي ٿو:

اديون سڀ اندام، منهنجا چڙن چوريان،
لارُن لنؤ لاٿي، ما ڪيئن اچيان عام؟
لڱس جنهن جي لام، سو دوست دلاسا مُنجي.

اعليٰ مقصد جي راھ ۾ قربان ٿيڻ لاءِ چوي ٿو ته:

"نه ڪر ڪيئن سٽي، جي سير نه گهڙي سهڻي،
هت حياتيءَ ڏينهڙا، هڏهن تان نه هٿي،
چُڪيءَ تنهن چري ڪٽي، جو ڏنس ان ڏهي،
سهڻيءَ ڪي سيد چوي، وڏو قرب ڪُهي،
هنئين هوند مٿي، پر ٻڏيءَ جا ٻيٽا ٿيا.

مقصد کي پهچڻ لاءِ مسلسل ڪوشش جي درڪار آهي، ڪا حد مقرر ڪري نٿي سگهجي. چوي ٿو ته:

نڪو سنڌو سور جو، نڪو سنڌو سڪ،
عدد ناهي عشق، پڄاڻي پار لهي.

جي قيام مڙن، ته ڪر اوڏا سپرين،
تهان پوءِ سڄڻ، واڌايون وصال جون.

مقصد جي حاصل ڪرڻ ۾ جي شيون رنڊڪون ٿيون وجهن، انهن لاءِ چوي ٿو ته:

ڪنڌي جهليو ڪانهن، عاشق اُبو آهون ڪري،
تو ڪينئن ٻوڙي سهٽي، ٻيلي منهنجي پانهن،
درياءَ توتي دانهن، ڏيندس ڏينهن قيام جي.

واهڙ پريون نه پاءِ، تو پڻ ليکو ڏيٺو،
سندا سانوڻ ڏينهڙا ، هنشينا نه هونداءِ،
وهائيءَ ويندا، اُوپر اتاهان لهي.

7. سر سارنگ

هن سر ۾ ملڪ مان غلامي، اڻ هوند ٽارڻ، عوام جي خوف ۽ ڊپ کان هڪايل دلين کي همت واري آب گوندري سان تازو توانو ڪرڻ، مهانگي لاءِ ميڙڻ ۽ پنجن مان پندرهن ڪرڻ وارن ڏڪارين ۽ موذين جي مرڻ، لوڪ مٿان گوندر گنوائڻ جو ذڪر ڪيو اٿس. وطن جي گهٽيل هوا ۾ انقلاب جي مانداڻ جي اُميد ۽ آسرو رکندي، اتر سان ڪارن ڪڪرن جي وسڻ، هارين جي هر سنباهن، ملڪ تان ڏولائي جي ڏينهڙن لهڻ، سڳھارن جي سرهي ٿيڻ، اَن جي ارزان ٿيڻ، مينهن جي موڪ چرڻ، پٽ پٻر پاهڻ جي ٿيڻ، ماتين ۽ مکڻ جي اچڻ جو بيان ڪري ٿو. هي سارو سر انقلابي رنگ سان رڱيل آهي. ان ۾ غلاميءَ ۽ مسڪينيءَ جي ستايلن کي همت ۽ دلداري ڏياري وئي آهي ۽ چيو ويو آهي ته سدائين اُهَ اُساتَ ڪانه هوندي، سڳھوٽي جهڙتڙ جهات ڏيندي، پٽ پسائيندو ۽ قلب جون ڪسون لاهيندو:

سارنگ سار لهيج، الله لڳ اچين جي،
پاٽي پوڄ پٽن ۾، ارزان اَن ڪريج،
وطن وسائيج، ته سنگهارن سک ٿئي.

لڳه پس لطيف چئي، آڳميو آهي،
وٺو مينهن وڏڦڙو، ڪيو ڏڻ ڪاهي،
چوڌاري پٽ پئو، سمر سنباهي،
وهو مَ لاهي، آسرو الله مان.

مند ٿي مندل وڄيا، تاڙي ڪي تنوار،
هارين هر سنباهيا، سرها ٿيا سنگهار،
اڄ پڻ منهنجي يار، وسڻ جا ويس ڪيا.

حڪم ٿيو بادل کي، ته سارنگ سان ڪڄن،
وڄون وسڻ آئيون، ٿه ٿه مينهن ٿمن،
جن مهانگي لٿي ميڙبو، سي ٿا هٿ هڻن،
پنجن منجهان پندرهن ٿيا، ائن ٿا ورق ورن،
ڏڪاريا ڏيه مان، شال موڏي سڀ مرن،
وري وڏيءَ وَسُ جون، ڪيون ڳالهيون ڳنوارن،
سيد چئي سپين، آهه توهه تنهنجو آسرو.

## 8. سر ڪيڏارو

هن سر تي اڪثر عالمن جو اختلاف آهي ته، انهيءَ جا گهڻا بيت شاهه صاحب جي عام اصول جي برخلاف آهن ته ٻاهر جو قصو بيان ڪري، ليڪن آءٌ هيٺين سببن ڪري، ان راءِ جو آهيان ته، هن قصي تي شاهه ضرور ڪي بيت چيا آهن.

1. شاهه صاحب جي ڏينهن ۾ عالمن اندر محرم ۾ ماتم ڪرڻ ۽ نه ڪرڻ جي سوال تي جو اختلاف هو، ان ۾ شاهه صاحب ماتم جي جواز وارن عالمن جي گروهه سان واسطو رکندڙ هو.
2. شاهه صاحب جا پويان ماتم ڪندا اچن ٿا ۽ خود شاهه صاحب جي رکيل دستار جو رنگ به ڪارو آهي. فقيرن ۽ خليفن جون دستارون به ڪاريون آهن.
3. شاهه صاحب اڪثر اُهي قصا پنهنجي ڪلام ۾ آندا آهن، جن جي پڄاڻي افسوسناڪ آهي. جنهن صورت ۾ هي هڪ اسلامي تاريخ جو غير معمولي افسوسناڪ واقعو آهي، ان ڪري ان کي، پنهنجي ڪلام ۾ جاءِ ڏيڻ سندس عام اصول جي برخلاف نه آهي. هن قصي ۾ جي خاص خصوصيتون آهن، تن شاهه صاحب تي اثر ڪيو ٿو ڏسجي، ماڻهن جي ڪثرت جو ناحق تي گڏ ٿيڻ، امام کي مرغوب نه ڪري سگهيو. حڪومت ۽ طاقت اڳيان باوجود بي سرو سامانيءَ جي سر نه نمايائين. حق لاءِ لڙندڙن جي ساراهه ۽ بزدليءَ کي ننديڻ سچن ۽ بااصول ماڻهن جو سچ جي راهه ۾ سختيون سهڻ ۽ اوچ حاصل ڪرڻ خاص ڳالهيون آهن، جن جو بيان هن سر ۾ آيل آهي:

سختي شهادت جي، نسوروئي ناز،
کي رند پروڙين راز، قضئي ڪربلا جو.

جنهين جهيڙيو اڄ، عليءَ جي اولاد سين،
پئي تنين کان پڇ، جي جماعتي يزيد جا.

ڪلي وير ڪٽڪ ۾، سانو سپ نہ هون،
پڙ تي سيني پون، موتڻ جنهين ميٺو.

دوست کهائي ڏاڍلا، محب مارائي،
خاص خليفن کي، سختيون سهائي،
الله الصمد بي نياز، سا ڪري، جا چاهي،
انهيءَ ۾ آهي، ڪا اونهي ڳالهہ اسرار جي.

مر مرين، آءٌ روئين، موٽي ڪانڌ مر آءٌ،
مچڻ تو پنان، ڪچا ڪنر جيڏيون.

ڳجهن ويني ڳهاريا، ڏنجها ڏک ڳهٽا،
ٽنگي لٿين توڻ جي، سوره ساماٽا،
ڪندا راماٽا، ڪونئر ڪلي جا ڪوڏيا.

هٿن، هڪلڻ، پيلي سارڻ، مانجهيان اي مرڪ،
وجهڻ تان نہ فرق، رک وهنديءَ راند ۾.

منهن مٺاهان جن جا، سي پٽيو ڪين پار،
جيڏيون هن جهونجهار، سپ اجاري اڇا ڪيا.

پڇي آئين پڇٽا، لچايئي مون سين،
ونئيون وجهن وڻ، منهن مٺاهان جن جا.

9. سر سسئي آبري

هن قصي ۾ شاهہ صاحب سسئي پنهون، ڪيچ جي ملڪ، جبلن ۽ جهنگن، ڏيرن، سورن جو خاص طرح ذڪر آندو آهي. جيڪڏهن انهن اکرن جي سياسي معني وٺبي تہ سسئي هڪ ڪمزور ۽ مظلوم عوام آهي. پنهون پهلوان ۽ ٻاهمت قوم جو

ليدر آهي. ڪيچ آزادي ۽ ترقيءَ جو ملڪ آهي، ڏير مخالف طاقتون آهن، جي عوام جي ترقيءَ جي راهه ۾ رڪاوٽون ٿيون وجهن. جهنگ ۽ جبل مقصد جي حصول جي راهه ۾ رنڊڪون ۽ مشڪلاتون آهن. سور ۽ ڏک، رهبر راهه آهن. جهڙيءَ طرح سائڪرين مٺاڻ جو جوهر آهي؛ اهڙيءَ طرح ڏک ۽ سور محبت جو جوهر آهي ۽ منجهس انتهائي خوشي سمايل آهي. مقصد کي پهچڻ لاءِ ماڻهوءَ کي تڪليف ۽ مشڪلاتن، ڏکن ۽ ڏاکڙن جو عادي ٿيڻو آهي، صحيح سلامت بنا تڪليف جي مقصد کي پهچڻ ڪوڙي سڌ آهي، اتي صرف اندر جي اڌ وارا ڏونگر ڏوري پهچندا.

جڏهن نااميدي نه واري، تڏهن ئي اميد ڪي اوڏو ٿيو. البت اتي پاروچاتي پاڄهه جي ضرورت پوي ٿي. انهيءَ پنڌ ۾ نه صرف ظاهري جدوجهد جي ضرورت آهي، پر اندر ۾ نيٽن ڪي نائي نهارڻو آهي، عمل سان گڏ عقل به ضروري آهي، اتي هيج جو هٿڻ ضروري آهي، نه ته صرف سڌن وارا وچ ۾ ويهي رهندا سڪن ۾ سنگتي گهٽا هوندا آهن، ليڪن ڇپر ۾ چلڻ لاءِ ڪو ڇتو ساٿي ملي ٿو. جن کي وندر يعني ڏکن جي واديءَ مان لنگهڻ جي قوت هجي، سي مسافريءَ جا پلي سندرا ٻڌن، ٻيون جي ڏک جهلي نه سگهن، سي سڌ ئي ڪاند ڪن. البت محبت سان مقصد جي پنڌيان جي پورن ٿيون، اهي وڏي طالع واريون آهن. انهن سان جهڙي تهڙي جي جاءِ نه آهي. مقصد کي وساري ويهڻ ٺيڪ نه آهي، ان کي هلندا ئي هٿ ڪري سگهندا.

هل هنئن سين هوت ڏي، پيرين پنڌ وسار،
قاصدائي ڪار، ڪين رسائي ڪيچ کي.

سيپيني ساري سسئي، گهر ڪندون تون گهور،
وچي ڏور ۾ ڏور، دران منجهه دوست ٿيو.

هيج نه هوندو جن، سي ڪيئن وندر وڃنديون،
وهو وچ رهن، سهسين سڌن واريون.

سڪن واري سڌ، متان ڪا مون سان ڪري،
اندر جنهين اڌ، ڏونگر سي ڏوريندريون.

عمر سڀ عشق سين، پنهون جي پچن،
ربس رزاليون تن سين، ڪجاڙي ڪي ڪن،
مارگ جي مرن، وڏو طالع تن جو.

تکيانـي تر تيلھ، چڙھ چکيائي چوٽئين،
ھلندي ھوت پنھونءَ ڏي، پڙ مڙيئي پيل،
اٿـي راتـو ريل، ويئن تان واري وري.

ھيکليائي ھيل، پوربنديس پنھونءَ ڏي،
آڏا ڏونگر، لکيون، سوربون سڄن سيل،
تہ کر پيلي آھن پيل، جي سور پريان جا ساڻ مون.

منڌ نہ منجھان تن، پسي لڪ لڏن جي،
ڪا پر ڪاھوڙين، سا بر سکي سسئي.

(١١) سر معذوري

ھن سر مر بہ ذکر سسئي ۽ پنھونءَ جو آھي، ليڪن جذبات جدا بيان ڪيل آھن. مقصد کي ڪھڙيءَ طرح پھچي سگھبو، ان مان فائدا ڪھڙا آھن، ھمت جو اظھار مرڻ کان اڳي مرڻ، ٿڌيءَ تتيءَ ھلڻ، ”جھلي نہ وھڻ، ڏاران پسڻ مقصد جي“ ڏکن واريون پيون کي بہ ڏکويو ڇڏين، پريـن کي نہ گڏجڻ ڪري افسوس ڪرڻ، عشق جو آواز ۽ ٻيا اھڙا جذبا بيان ڪيل آھن، جنھن مان حد درجي جو سوز پيدا ٿئي ٿو:

ھلندي ھوت پنھونءَ ڏي، ڪَھجن ڪي ڪوٺيون،
پاھڻ تن پٽ ٿئي، جي لئي لالن لوٺيون،
سي سھيليون سڪ کي، چنجھون ۽ چوٺيون،
ٻانھون ٿي ٻوٽيون، تہ ڪتا ڪائينئي ڪيچ جا.

سٽر سين سگ ڪري، پرکنديـن پياس،
ڪير برھمڻ ڪن جي، ڪير چانـي ڪيٽاس،
ھوند نہ سنڌ سياس، ھن پرئين ڪيس پڌري.

ڪھي جا ڪيـن ڪٽي، پريـنءَ پھتي سا،
وھي ويڙھجي جا، وصل تنھن وڄاسيو.

مر تہ موچاري ٿييـن، ويھي وڃھ مر وير،
دل ۾ آن مر دور تون، ڦرڻ سندو ڦير،
توٽي لھيـن نہ پيـر، توءِ راحت آھي رڙھڻ ۾.

ٿڌيءَ ٽڪي نہ وهي، ٽنيءَ ڪري ٽانءِ،
وڏائين وٽڪار ۾، سسئي پانءِ سڪانءِ،
پڇي پهہ پکين کي، پيئي منڌ پريانءِ،
ڏنس ڏيهہ وٺن جا، الله لڳ اهڃانءِ،
مان پرچي پانءِ، اچي آرياڻي وري.

ڪو جو وڍيءَ وڍ، جنهن وڻ وڍيائين وڍ سين،
ڏک ڏکيءَ کي ڏڍ، جن ڏني سي ڏکيا ٿيا.

آڌ بہ ڳڌي پرينءَ کي، جوين ويو جاڙ،
اڌا آريچن کي، چاڙهيڪا ءِ چاڙ،
مون مٺيءَ کان نہ ٿئي، وڏپڻ منجهہ ولاڙ،
عمر سڀ اواڙ، ويرا تي واڪا ڪريان.

رڃن ۾ رڙ تي ڪر سارنگيءَ سار،
اي عشق جو آواز، سارڙهر رکن مند تي.

11. سر ديسي

هن سر ۾ بہ سسئي پنهونءَ جي نالي مختلف جذبات جو اظهار ڪيل آهي. هڪ هنڌ انهن شين جو ذڪر ٿو ڪري، جن کيس رنج رسايو آهي. چوي ٿو تہ:

ڏاگهن، ڏيرن، ڏونگرن؛ ٿنهين ڏنم ڏک،
سڀ سڀ پانيم سک؛ هيڪاند ڪارڻ هوت جي.

ٻئي هنڌ طالب کي خبردار ڪندي چوي ٿو تہ مخالف طاقتن کي، جڏهن اول ۾ ڏٺئي تہ چو نہ ٿي خبردار ڪيئي. جي ائين ڪرين ها تہ هي تڪليفون درپيش نہ اچنئي ها.

اگهڻ مٿي اوپرا، جڏهن ڏٺئي توڏا،
ونگيئي نہ وارن سين، تن گورن جا گوڏا،
تہ لکن جا لوڏا، هوند نہ سٺئي سسئي.

غير جنس ۽ مخالف طاقتن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو تہ:

ڌريان ئي ڌاريان، مت مٺي جا نہ ٿيا،
مدي ڏيرن من ۾، ڪليو ڪيڪاريان،
صبح ٿي ساريان، تہ اُٺ نہ اوطاقن ۾.

هڪ جاءِ تي سسئي پنهنجي مخالفن جو ذڪر ڪندي انهن جو شمار ڪري ٿي:

اٺ ويري، اونار ويري، ويري ٽنڙم ڏير،
چوٿون ويري واءُ ٿيو، جنهن لٽيا پنهونءَ جا پير،
پنجون وير سج ٿيو، جنهن اُلهي ڪئي اوير،
ڇهون ويري چنڊ ٿيو، ڪِڙبو نہ وڏيءَ وير،
واهيري جي وير، ڇلون ڪريان ڇپرين.

ڪيچ مان آيل قافلي جنهن جي تشبيهہ آزاديءَ جو پيغام پهچائيندڙ گروه سان ڪري سگهجي ٿي، تنهن بابت چوي ٿو تہ:

ڪيچان آيو قافلو، طرح موچاري توڏ،
سينگاريائون سيد چئي، ڪرها منجهان ڪوڏ،
لک لهي ٿي لوڏ، جيجان تن جتن جي:

مقصد جي راهہ ۾ طرح طرح جي رنڊڪن ۽ مشڪلاتن جو هيئين طرح ذڪر ٿو ڪري:

ڪرڙا ڏونگر ڪهہ گهٽي، جت برپٽ سڃ بيبان،
ڏاهن ڏاهپ وسري، ٿيا حريف ٿي حيران،
سسئي لنگهيو سيد چئي، محبت سين ميدان،
جنهن جو آرياڻي اڳواڻ، تنهن کي ڪانهي باڪ بهير ۾.

زندگيءَ جي ڪٺن سفر اندر همراهن ۾ اعتبار ڏارڻ اگرچہ ڪنهن حد تائين ضروري آهي، ليڪن گهڻو ڀروسو رکڻ بہ ٺيڪ نہ آهي.

شاهہ صاحب چوي ٿو تہ:

متان ڪا ٻڙي، ٻول ٻاروچي وسهي،
هوند نہ ستيس سرتيون، ويهي رهيس وڙي،
جت پنهنجي جوءِ ۾، گهارن مان گهڙي،
ڪيچن آءُ نہ ڪڙي، ڪنهن ڏکيءَ ڏاوڻ ڏائيو.

## 12. سر ڪوهياري

هن سر ۾ پڻ سسئي پنهونءَ جي نالي ۾ جذبت جو اظهار ڪيل آهي، پهرين فصل ۾ غفلت ۽ سستيءَ کي ڇڏي ترقيءَ جي راهہ ۾ هلڻ لاءِ نصيحت ڪيل آهي.

غافل غفلت ڇوڙ، تون ڪيئن اٿاسي اوجهرين؟
ڇپاتا ڇڙهي ويا، وڃي پهتا توڙ،
نيٺن ننڊ اکوڙ، جم ورن ۾ واڪا ڪرين.

ٻئي فصل ۾ مشڪلاتن ۽ مصيبتن کي مخاطب ٿي ڪيئن چوي ٿو ته:

ڏونگر ڏکوين کي، دلاسا ڏجن،
گهٽو پڇجي تن کي، جن وٽان هوت وڃن،
تون ڪيئن سنڌا تن، پهڻ پير ڏکوئيين.

ٽئي فصل ۾ پنهنجو تعلق ڪيچن سان ظاهر ڪندي چوي ٿو ته:

صل آريءَ ڄام، جي پلئه آءٌ پيئي،
هوءَ جا پائين پير ۾، تنهن جتيءَ نه جيهي،
وساري ويهي، تن ڪيچين کي ڪيئن رهان.

هڪ هنڌ اٺ ڏکوين جو ذڪر ڪندي ظاهر ڪري ٿو ته، اهي جدا ڪلاس جا ماڻهو آهن، انهن جو ڏک، درد ۽ مصيبت وارن سان ڪهڙو واسطو:

اٺ ڏکوئيون ڏکن جي، ڪوهه ٿيون پدر پون،
ناه اوراڻو اِن کي، ٿيون هڪ رباڻون رون،
پنڻ پيڙهم...، پار تنهين جا پڌرا.

پنهنجي تڪليفن ۽ ڏکن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته:

ڪنهن پر رتان پرينءَ کي، اندر ناهِ اُسات،
لوهوڪا لُڇن تي، ويري مٿي وات،
ڇپر ۾ ڇوسهات، ڏنم ڏکوين جا.

13. سر حسيني

هن سر ۾ به سسئي ۽ پنهونءَ جي آڪاڻي ۾ سسئيءَ کي جي تڪليفون، پنهل جي طرف کان هلڻ ۾ آيون، تن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته:

سرتيون سڄي سج، مٿان ڪا مونسين هلي،
پاٺي ناهه پنڌ گهٽو، اڳيان راتو رڃ،
مٿان مري اڄ، ڪا ڏئي پاراتو پرينءَ کي.

ٻيءَ جاءِ تي سسئيءَ جي عزم ۽ استقلال جو بيان ڪندي ظاهر ٿو ڪري ته:

مري ٿينداس مع، جت ڪارڻ جيڏيون،
ڪري ڪوهيارو سع، ويو ڇلاٽي ڇپرين.

اهڙيءَ طرح سسئيءَ کي جو پنهنجي محبوب ڏاران فراق آهي ۽ رستي جون تڪليفون آهن، تن لاءِ چوي ٿو ته:

ڪي ڏرتتي ماءُ، ڪي ڇر سندي سچٽين،
هلي ۽ واجهاءِ، پنهي چيرن وچ پر.

ماءُ سان گفتگو ڪندي، گهر جي ڪم ڪار بابت جو ذڪر سسئي ڪري ٿي، ان ڪي هن نموني ادا ٿو ڪري:

پهي ڪار پچاءِ، امڙ منهنجي آسري،
ڏيئي لت چرخي کي، پوٽيون پاٽيءَ پاءِ،
ڪتيم جنهين لاءِ، سو ڪوهيارو ڪيچ ويو.

پنهون يا اعليٰ مقصد جي قدر ۽ قيمت جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته:

جنهين ڏيکيو دل سين، پنيءَ سي پيئون،
ته پڻ ٿي ويئون، جي پنهون پاڻ لڪائيو.

هڪ جاءِ تي سسئيءَ کي مخاطب ٿي چوي ٿو ته:

ڪيئن آڙايئي پاند، پلڙ پرڏيهين سين،
متيون موڙهيئي سسئي، ڪيئي ڪوهيارو ڪاڻ،
زلي پايئي راند، بانيڻ عشق پروچ جو.

مشڪلاتن ۽ تڪليفن ڏاران مقصد کي پهچي ڪين سگهبو، ان لاءِ چوي ٿو ته:

ڏيکاريس ڏکن، گوندر گس پرين جو،
سونهائي سورن، ڪي هيڪاندي هوت سين.

ڪنهن وڏي مقصد لاءِ حقيقي طرح ڪا انقلابي جماعت ٺهي نه سگهندي، جيسين تائين سڀ مصيبت زده ۽ درد دل وارا ايڪي گڏ ٿين، ان تي چوي ٿو ته:

ڏکيون جان نه مڙن، تان تان پنڌ نه ٿئي،
پنڌ واريون پڌريون، ڳاڙها ڳل سندن،
بيون هنئين هٿ هڻن، رڻنديون رڻ واريون.

هڪ هنڌ ان اعليٰ مقصد جي لاءِ جدوجهد جو بيان ڪندي چوي ٿو ته:

جيڪا ڪندي. نينهن، مون جئن ٻاروچن سين،
سڪڻ سارو ڏينهن، چڙهڻ چاڙهيڪن تي.

اعليٰ مقصد طرف ويندڙ ماڻهن جي گروهه ڪان جدا نہ ٿيڻ بابت چوي ٿو تہ:

چيچ ۾ قطاران، ساٿ چڙهندو لڪئين،
مڇڻ ٿئين پشان، وڳ واٽ ئي نہ لهين.

هڪ جاءِ تي پڙ ۾ پرزا ٿيڻ ۽ مقصد واسطي جدوجهد ۾ فنا ٿيڻ جي تعريف ڪندي چوي ٿو تہ:

تون جي ڪالهہ مئي، تہ ڪالهہ ئي گڏينءَ پرينءَ کي،
ڪڏهين ڪانہ سُئي، تہ ڪا سکهي گڏي سڄڻين.

"اڳي پوءِ مران، مر مران مارڳ ۾،
مئي پوءِ پريان، خون منهنجون جيڏيون."

مصيبت زدن جي دنيا ئي الڳ آهي، هو سيڪجهہ پاڻ تي پيا سهندا آهن، جيئن پاڙي وارن کي ان جي خبر بہ نہ پوندي آهي، ان خيال کي هيئين طرح ادا ٿو ڪري:

پاڙي ناهہ پروڙ، تہ ڪا رات رنجائي گذري،
ٻانيڻ ٻروچن جي، گهائي وڏي گهور،
هڪ سسئي پيا سور، ويا پٽيندا پاڻ ۾.

سڪن ۽ ڏکن جي پيٽ ڪندي هيئين طرح چوي ٿو تہ:

ڏک سکن جي سونهن، گهوريان سک ڏکن ري،
جنهين جي وروَنهن، سڄڻ آئيو مان گهرين.

اعليٰ مقصد وارن کي تڪليفون اچڻ ٿيون ۽ عارضي نفعي حاصل ڪرڻ وارا ۽ خود مطلب سک ۾ رهن ٿا، تنهن حقيقت جو ذڪر ڪندي چوي ٿو تہ:

اوجهڙ وتان آئون، ٻيون سڀ سگهڙ ساٿ جي،
جا نينهن ڳندي نانءُ، سا مون جيئن پوندي مامري.

ور لکن جي لوڏ، گهوريا سک پنيور جا،
امڙ جي تون آڇئين، سي ڪم نہ اچن ڪوڏ،
هنئين منهنجي هوڏ، ٻڌي ٻاروچن سين.

سچن درد دل وارن ۽ حقيقي خادمن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو تہ:

ڏڪويس اهجان، ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو،
وڃن گوندر گڏيون، لوڪ نہ اُڇين پاڻ،
سورن اسان ساڻ، نڌيئي نينهن ڪيو.

## 14. سر سورٺ

هن قصي ۾ پنج مکيہ ناٽڪ ڪتب آيل آهن. 1. راءِ ڏياچ راجا جو، 2. جهونا ڳڙهہ جو، 3. سندس راڻيءَ سورٺ جو، 4. بيجل مشهور ساز وڄائڻ واري جو، ۽ 5. انيراءِ نزديڪيءَ جي راجا جو.

اهل طريقت وارن انهيءَ جو مطلب اهو ڪڍيو آهي تہ بيجل مرشد حقيقي آهي، جو جڏهن حق جو ذڪر ٿو تنواري تہ سندس سچو مريد راءِ ڏياچ سر سوڌو قربان ٿو ٿئي. ان ۾ سورٺ نفس اماره آهي، جو ان ڪم ڪرڻ ڪان ڪيس روڪي ٿو ۽ انيراءِ الستي آواز آهي، جنهن جي اشاري تي بيجل تند تنواري ڪيس آزمائڻ ٿو گهري. جهونا ڳڙهہ هي سڏن واري دنيا آهي. اگر انهيءَ آڪاٽي جي سياسي رنگ ۾ تعبير ڪبي تہ راءِ ڏياچ حقيقي خادم ملڪ سان مشابهت ٿو رکي، جهونا ڳڙهہ ملڪ جي حڪمرانيءَ سان تشبيهہ رکي ٿو. سورٺ خود مطلبيءَ جي آرزو آهي. بيجل پبلڪ جي عام راءِ آهي. انيراءِ عام راءِ کي غلط استعمال ڪرائڻ وارا خود مطلب سياسي ليڊر. سر ۾ شاهہ صاحب مٿين مفهوم مطابق هڪ سچي قومي ليڊر جو مثال پيش ڪندي، ظاهر ٿو ڪري تہ ان وٽ عام راءِ کي ڪيڏو نہ وزن آهي، جو ان جي اڳيان باوجود ان علم جي تہ ان کي ڪي نااهل ماڻهو خود مطلبي ۽ طبقاتي مفاد لاءِ ڪتب آڻي سندس مخالفت ڪري رهيا آهن تہ بہ هو ان جي اڳيان سر نمائڻ لاءِ تيار ٿيو وڃي ۽ ان کي فاسڻ وانگر ريٽي، طاقت هٿ ۾ رکڻ نٿو گهري. قرباني ۽ سخاوت (پر اپڪار) سندس مکيہ خاصيتن مان آهن. ٻئي طرف وري صحيح عام راءِ جي طاقت ظاهر ڪري ٿو. بيجل کي هڪ ايماندار هوشيار ۽ سندس اڳيان رکيل، مقصد جي حاصل ڪرڻ جي، ڪيتري قيمت تي بہ راضي نٿو ٿئي. راڳ سان عام راءِ جي ڪافي مناسبت ۽ مشابهت آهي، ٻنهي ۾ وڏو اثر آهي. ٻنهي کي مؤثر نموني ۾ پيش ڪرڻ سان ڪافي هيجان پيدا ڪري سگهجي ٿو.

رواجي راڳ راڳيندڙن يا پبلڪ جي نمائندن جي قيمت ٿي سگهي ٿي، ليڪن ڀٽائي صاحب جي نظر انهن راڳيندڙن ۽ نمائندن تي آهي، جن جو مقصد بلند ۽ اخلاق اعليٰ آهي. هو مال تي راضي ڪونہ ٿيندا آهن، پر سر مگڻ، سر گهرڻ جا

سوالي هوندا آهن. هنن جي نظر غريبن طرف ڪانه ويندي آهي، پر هو مير مارڻ تي هريل آهن. ڇٽ پٽڻ سان هٿڙ سندن ڪم آهي. اهڙن پبلڪ ورڪرن بابت شاهه صاحب فرمائي ٿو ته:

سؤ سرن پاڻي، جي تند برابر توربان،
هاٿل اوڏانهين ٿئي، جيڏانهين پيجل پرائي،
سڪڻو هڏ آهي، سر ۾ سچڻ ناهه ڪي.

انهيءَ آواز ۾ ايڏي طاقت آهي، جو نوابن ڪي نائي، سندن ساهه سوري ڪڍي ٿو. جهروڪن ۾ جهانءِ وجهي ٿو. جنهن جي اثر سان جهونا ڳڙهه ڳجهريو پون. هنڌين ماڳين هوءِ مچيو وڃي. ڪوٽ ڪريو پون. اهو تڏهين ٿي سگهندو، جڏهن راجا ۽ راڳائي يا حاڪم ۽ پبلڪ هڪ هوندا. ٻنهي ۾ اخلاق ۽ ايمانداري هوندي. هڪڙا پٽ ڪٽن، تازي گهوڙن ۽ هاٿين ۽ روح رچندن دانن تي راضي ڪونه ٿين. ٻيا اهڙا سخي ۽ پر اپڪار ٿين ٿا جو چون ٿا ته:

مٿي اُتي منهنجي، هئن سرن سؤ هزار،
ته تنهنجي تند تنوار، هر هر وڃيم هيڪڙو.

15. سر برو و سنڌي

هن سر ۾ مختلف جذبات جو اظهار ڪيل آهي. مثال خاطر ان مان هيٺيان بيت پيش ڪجن ٿا، جن مان پتو پئجي سگهندو.

اڄ پڻ اڪڙين، سڄڻ پنهنجا سارِيا،
ڳلن تان ڳوڙهن جون، بوندون بس نه ڪن،
سنڌي سڪ پرين، لوڪ ڏٺي ئي نه لهي.

ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور به اوڏا سپرين،
ڪي سنپرجن نه ڪڏهين، ڪي نه وسرن مور،
جنئن مينهن ڪنڌي پور، تئن دوست وراڪو دل سين.

ماڻهو گهرن مال، آءُ سڀ ڏينهن گهران سپرين،
دنيا تنهن دوست تان، فدا ڪريان في الحال،
ڪيو نام نهال، مون ڪي محبوبن جي.

16. سر مومل راڻو

هن سر ۾ مومل نالي هڪ شهزادي، ان جي طلسمي باغ، محلات ۽ راڻي مينڌري بنسبت هڪ آکاڻيءَ تي شاهه صاحب ڪلام چيو آهي، روحاني معنيٰ ته ڪهڙي به نڪري، سياسي نقطه نگاهه سان ان کي جيڪڏهن ڏسڻ جي ڪوشش ڪبي ته مومل جي هڪ هوشيار ۽ چالاڪ سياستدان سان تشبيهه ٿي سگهندي، جو پنهنجي طلسمي باغ ۽ محلات جي ڏوڪيبازين ۽ اٽڪلن سان عوام کي منجهائي سندن مال ۽ ملڪيت هٿ ڪري ٿو ۽ پاڻ حڪومت جا مزا پيو ماڻي، ان جي اڳيان وڏا ماڻهو پنهنجي خود مطلبيءَ ڪري گهڻو ڦاسن ٿا. ليڪن راڻو جنهن جي مشابهت هڪ عقلمند ۽ مخلص قومي خادم سان ٿي سگهي ٿو، سو پنهنجي مستقل مزاجي ۽ هوشياريءَ سان وڃي، ان کي مطيع ڪري ٿو. سياست ملڪ تي قبضي ڪرڻ بعد گلاب جي گلن جي رنگن وارا ويس، پانن جي پنن جهڙيون شالون، عطر ۽ عنبير، سون ۽ روپو مطلب ته طرح طرح جون نعمتون نصيب ٿيئن ٿيون ۽ عام طرح خود مطلب وڏا ماڻهو ان ڪري انهيءَ جي طلسم ۾ وڃي پاڻ ڦاسائيندا آهن. ليڪن قومي خادم ان تي قبضي ڪرڻ بعد به ان جي دام ۾ نه ڦاسندو آهي ۽ موٽي پنهنجي مقصد ڪي لڳي ويندو آهي، دنيا جي عياشي ۽ فرحتن جو ان تي ڪو به اثر ڪونه پوندو آهي. سياست وڏن ماڻهن کي ڦاسائي ٿي، ان لاءِ شاهه صاحب چوي ٿو ته:

مومل ماري مير، آهيڙين کي آڪري،
سوڍيءَ گهڻا سجهائيا، پڙهيا پنڊت پير،
هٿي تن کي تير، مٿيان جن مٿن ۾.

سياسي طلسمات ڪيئن پاڻ ڏي وڏن ماڻهن کي ڪشش ڪري ٿي. ان لاءِ چوي ٿو ته:

سون ورنيون سوڍيون، رهي رانديون ڪن،
اڱڻ اوطاقن ۾، ڪٿوري ڪٽن،
اوتيائون عنبير جا، مٿي طاق ٽڙن،
پاٽن پيلهون پڌيون، پسيو سونهن سڙن،
ٿيا لاهوتي، لطيف چئي، پسڻ لاءِ پرين،
اجهي ٿا اچن، ڪاڪ ڪڪوريا ڪاپڙي.

خود مطلب سياستدانن ۽ هڪ مخلص قومي ڪارڪن جي پيٽ ڪندي چوي ٿو ته:

روءِ راڻي جي ناهه ڪو، سوڍو سيني سونهن،
لاٿائين لطيف چئي، مٿان دليں دونهن،
ڪانهي ٻي ورونهن، ٿيو مڙوني مينڌرو.

مخلص قومي خادم کي صبر سان ميدان مارڻو آهي. ان لاءِ چوي ٿو ته:

سوڍا صبر تنهنجو، بي عقل آڻي باز،
سندي صبر ساز، توبهه ڪاريم تڪڙي.

سچي قومي خادم تي حڪومت جي عياشي ۽ نعمتون اثر ڪري نٿا سگهن. ان لاءِ چوي ٿو ته:

ڪاڪ نه جهليا ڪاپڙي، موهيا نه محلن،
پائن ۾ پانهن جي، پنڌن ڪين پڄهن،
لڪين لاهوتين، اهڙيون اوريان ڇڏيون.

سچا قومي خادم سياست ملڪ ۾ هڪ اڻ لڀ ۽ وڏي قيمتي سوکڙي ٿيندا آهن. اهي سياستدان ڪنهن لالچ ۽ لوڀ ڪري دلچسپي ڪونه وٺندا اهن، پر ملڪ ۽ ماڻهن جي سڌاري ۽ نفع لاءِ ملڪي سياست ۾ حصو وٺڻ لڳندا اهن. هو نازڪ مزاج ۽ نه ٽڪڻ وارا هوندا آهن، منجهن ذرا شڪ جو پوڙ پوءِ اهو ذاتي طمع جو هجي يا عوام جي گهٽ محبت ٿيڻ جي خيال جو هجي، هنن کي ميدان سياست مان نڪرڻ لاءِ ڪافي سبب ڏئي ٿو، پوءِ ورهين تائين ملڪي سياست ۾ ماڻهو انهن کي ياد ڪريو پيا رئندا ۽ هنجهون هاريندا آهن. شاهه صاحب ان لاءِ چوي ٿو ته:

راڻو پاڻيي راند، وڃيو ڪيئن ٻيا وَرَ رائيين،
ور وڏوڻو اينهين، جيئن پر پڇنوءِ پاند،
هي پڳيني هيڪاند، سوڍو سارينديءَ گهڻو.

راڻي ذاران راڄ ۾، مون نه گهرجي مال،
سوڍي کي سوال، ڪريان ٿي قرب ۾.

ڍولي ڍڪي آهيان، هيس اگهاڙي اڳ،
جوڙي وچان جڳ، ڪکر ڪيائيم ڪاڪ جو.

سوڍي ذاران سرتيون، ٿيو پٽن ۾ پَنگُ،
اباڻجي اڄ ويو، راڻا تو ريءَ رنگ،
هنئين سان هاجو ٿيو، پيو اوسيڙي انگ،
مون توهي سين سنگ، پڇايو، پڇان پهي.

17. سر ڪاهوڙي

هن سر ۾ شاهه صاحب انقلابي ڪارڪنن جي پاڻ بچائڻ، هلت چلت ۽ عادات ۽ اطوار، خاصيتن ۽ صفتن جو ذڪر ڪيو آهي. انهن جي ساراهه ڪندي چوي ٿو ته:

مون سي ڏٺا ماءِ، جنهين ڏٺو پرينءَ کي،
اُنهين سندي ڪاءِ، ڪري نه سگهان ڳالهڙي.

انهن جي اعليٰ مقصدن ۽ ڏکين پنڌن پيچرن جو ذڪر هينئين طرح ڪري ٿو:

ڏوٿي سا ڏوربن، جا جوءِ سُئي نه ٻڌي،
پاسا متي پاهڻين، ڪاهوڙي ڪوڙبن،
ويا اُت ووڙبن، جت نهايت ناهه ڪا.

سندن شڪل شباهت ۽ عادتن جو هن طرح بيان ڪري ٿو:

سڪا منهن سندن، پيرين پراٺا ڪيتڙا،
سا جوءِ ڏوري آئيا، سونهان جت منجهن،
ڳجها ڳجهيون ڪن، تهان پراهين پنڌ جون.

سندن ثمر ۽ ملڪيت مال جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته:

مون ڪاهوڙي لنگهيا، سمهن ڪين پٽي،
سمر ڪيائون سچ جو، ڏوري ڏٺ لهي،
ويا اُت وهي، جت نهايت ناهه ڪا.

انهيءَ سر ۾ جيڪي ڪجهه بيان ٿيل آهي، انهيءَ جو اختصار هي آهي ته انقلابي ڏٽ تي گذارو ڪندڙ آهن، ڏونگر ڏورڻ ڪم اٿن، سندن پير لڪن سين لڳيو ڇڄيو ڇيهون ٿيو پيو ٿا، هنن سمهي سک نه ماڻيو آهي، جهنگلن ۾ جهٽڪن ٿا. سنڌن سمر سچ آهي ۽ جاءِ رهائش رائو رچ آهي، ڏکن ۾ ڏيل هٽي وڃيو مقصد ماڻين. جيتوڻيڪ پنڌ پراهون اٿن ته به پيرن ۾ ڪرڪٽا به ڪونه اٿن. سندن اهڃاڻ اهو آهي ته انگ تي سڄي اِڳڙي ڪانه اٿن ۽ سدائين اوسيڙو انهيءَ پنڌ جو اٿن، پيرن ۾ پراٺا ڪيتڙا پايو، انهيءَ جوءِ تي هلن ٿا، جتي سونهان به منجهيو وڃن. انقلابي طريقن جي ساراهه ڪندي چوي ٿو ته:

ويجهو وڃ م وات ڪي، ڪهج ڏانهن ڪرات،
اُجهي منجهان آٽ، اوپسي ٿي آءُ تون.

ڪپيريءَ ۾ پير، ڪنهين پاتو پيربين،
جيان منجهن ماڙهئين، سڄڻ تيائئين سير،
آن پون سندو پير، ڪوڙن منجهان ڪو لهي.

## ١٤. سر رامڪلي

هن سر ۾ مذهبي ۽ اخلاقي رهبرن جو ذڪر ڪندي انهن کي ٻن قسمن ۾ ورهائي ٿو. هڪڙا نوري ۽ ٻيا ناري. چوي ٿو ته:

نوري ۽ ناري، جوڳيڙا جهان ۾،
ٻري جن ٻاري، آءُ نه جيندي ان ري.

پوءِ ٻنهي قسمن جي ماڻهن جون وصفون بيان ٿو ڪري. سندس خيال موجب نوري اُهي جوڳي آهن، جن ۾ هيٺيون وصفون هونديون آهن. آرام کي اُوڏا نه آهن، وتن ڳال ڪونهي، حال آهي، خود کي ڪائين ٿا، پاڻڻ پيچي ڇڏيو اٿن.

"نڪي ڪڻ پاڻ سين، نه ڪو ساڻ اٿن."

جزو وجائي ڪل سين ڪم رکن ٿا، لوڪ ۾ لڪا پئِنِ ٿا. ڪامڻ جون خبرون اٿن، ڳُجهه ظاهر نٿا ڪن، محبت جي ميدان ۾ لهي پيا آهن. پنج ڪٺي پنڊو لڪا وتن، اهي ڪاپڙي به سدائين صاحب ڪان پيا ڪنبن ٿا، "سدائين سفر ۾ راهه مٿي رهن ٿا." "تسيا ڏيٺي سريبر کي ساڙي ڇڏيو اٿن" جن جي ڪَتَ خاڪ آهي، جي نڪو ڏوهه کي، نڪو ڪي ثواب کي ڏسن ٿا، سيٺي سنگَ ڇنن ٿا، طمع سڀ ترڪ ڪن ٿا، گولن جا غلام ٿين ٿا، صبر جي شمشير سان ڪيني کي قتلام ڪن ٿا، وجود کي وجائي پاٽان پاسي ٿين ٿا. جا ڳالهه ماڻهن لاءِ مصيبت آهي سا سندن لاءِ راحت آهي، نينهن جو دل ۾ درد دکائين ٿا، بغض ڪونه اٿن، سندن اوڇڻ راز جي چادر آهي، نامرداري ۾ نجهرو اٿن، طعام جا طامائو ڪونه آهن، سڄ جي سڻن هٽن ٿا، پيٽ ڪٽي ڪين پنن ٿا. "بک مرندي بکٿيا، ڪنهن ڪان ڪين گهرن ٿا." چشن لاءِ پنهنجا پيٽ نه هيريا اٿن. سڏون ساڻ نٿا ڪٽن، پنهنجي پوڄا نٿا ڪرائين. "جهڙا جڳ ۾ اچن ٿا، تهڙا موٽي وڃن ٿا." جا ٻتن جي براد آهي، سا آديسن اِڃ آهي." جنهن مان لوڪ کي لڄ ٿئي ٿي، سو روپ اختيار ڪن ٿا.

نه ڪلن، نه ڪين، نه ڪي ڳالهائين،
ڪنهن جنهن ۾ آهين، سا پر پرزڙ ڏاڪڙو.

اهڙا رهبر اڻ لڀ ۽ وقت جا مهمان هوندا آهن، جيڪڏهن هٿ اچن ته هر گهڙي، انهن جي صحبت مان فائدو وٺڻ گهرجي، جي جيڪر ويا هليا ته پٺي پيري ملڻ مشڪل آهن.

تان ڪي ساٿ اور، جان ڪي آهين اوطاقن ۾،
ڏهه ڏهه پيرا ڏينهن ۾، پاڻ مٿائين گهور،
وڃا جي هنگلور، ته ڪوهه ملندءِ ڪاپڙي.

اهڙن بزرگن بابت جي گذر ڪري ويا آهن، هيئين طرح ذڪر ٿو ڪري:

اڄ نه اوطاقن ۾، سندي جوڳيين ذات،
ساري سناسين ڪي، رنم ساري رات،
مون تن جنين جي تات، سي لاهوتي لڏي ويا.

ٻيو گروهه ان قسم جي مذهبي مهندارن جو آهي، جن کي ٺاري ٿو سڏجي. انهن جا اهڃاڻ هيئيان آهن:

"گولا جي گراهه جا، جوڳا سي جوڳي،
ڦتل سي ڦوڳي، جنين شڪم سانديا."

هر هر اَميس ڪن ٿا ۽ ڏيهاڙي ڏوتيا ڏئن ٿا، پر نڪي رام ريجهائين ٿا ۽ نه ميس مارين ٿا، پنهنجي پوڄا ڪرائين ٿا، گنديون، گبريون ۽ لانگوٽين تي زور ڏين ٿا، پنڌ پڇڻ جي عيوض، اَن جي پڇا ڪن ٿا:

جنهن سناسيءَ سانديو، گندي ۽ گراهه،
انهيءَ ڪان الله، اجا اڳاهون ٿيو.

جيئن ٿا پڇن اَنُ ڪي، تئن جي پڇن پنڌ،
ته رڙهي لڏائون رند، لٽيين لک لطيف چئي.

19. سر رپ

هن سر ۾ شاهه صاحب غم ۽ اُوندهه جا جذبات نهايت سهڻي نموني ۾ پيش ڪيا آهن. چوي ٿو ته:

گوندر ڪيو غرق، ڦاءُ منهنجو جُندڙو،
ڏکوين مرڪ، مٿي سگر پندڙا.

جاءِ نہ سجو ڏينهن، هينڙو اوني وڳ جئن،
مون پربان سي نينهن، چنڻ ڪارڻ نہ ڪيو.

نيڻ نہ ننڊون ڪن، پڳو آرس اکئين،
اجهاميو پرن، توکي ساريو سپرين.

نهائينءَ ڪان نينهن، سکُ منهنجا سپرين،
سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦ نہ نڪري.

## 20. ليلا چنيسر

هن آکاڻيءَ ۾ چار مکيہ شيون آهن، جن پڙهندڙ جو ڌيان لهڻو. چنيسر، ليلان، ڪونرو ۽ هار. اهل تصوف وارن چنيسر کي ذات حقيقي، ليلان کي طالب، ڪونروءَ کي شيطان ۽ هار کي حرص هواسن سان تشبيهہ ڏني آهي.

جيڪڏهن انهيءَ آکاڻيءَ کي سياسي نقطہ نگاهہ سان ڏسبو تہ چنيسر جي اعليٰ مقصد، ليلان جي خادم ملڪ، ڪونروءَ سان خود مطلب سياستدان ۽ هار مان عارضي نفعي سان مشابهت ٿي سگهندي.

خادم ملڪ کي اعليٰ مقصد جي حصول کان ڪيئي خودمطلب سياستدان ۽ ظاهر جون لالچون، لقب ۽ سڏون مانع ٿيـن ٿيون، بعضي هو اکيـن جي ڏوَ کي پيارو ڪري، حقيقي مقصد کان غافل يا اڻ ڄاڻ ٿيو وڃي، جنهن ڪري ڪيس ڪيئي صدما سهڻا ٿا پون. اهڙن ماڻهن کي مخاطب ٿي چوي ٿو تہ:

مٺيو ناهہ مٺيون، جو تون پسي هار هرکئين،
اصل آهي اڳهين، سنديون ڪوڙ ڪٺيون،
ان گهوڙن هنئي گهٽيون، دوستان دور ڪيون.

سياسي دنيا ۾ ڪيترائي ڪارڪن اصولن کي ڇڏي، عارضي نفعي، شخصي فائدي ۽ اقتدار کي منو ڪن ٿا، جيتوڻيڪ انهن کي وقتي فائدو حاصل ٿئي ٿو، ليڪن تاريخ ان جي شاهد آهي تہ انهن جي پڇاڙي اڪثر خراب ٿئي ٿي، انهن واسطي شاهہ صاحب چوي ٿو تہ:

مٺيي تي موهجي، هاري! ڳيڙءِ هار،
ڪوڙيين ڪيا ڪيترا، انهين خر خوار،
پري ويو پنار، آئني ڏنئون ڏهاڳ جو.

اهڙن ماڻهن کي نصيحت ڪري چوين ٿو ته، انهيءَ وقتي نفعي حاصل ڪرڻ جي ڳالهين مان، ڪجهه به هڙ حاصل نه ٿيڻو آهي. جيڪي اصولن خاطر مشڪلاتن کي منهن ڏين ٿا، آخر ته نيٺ، انهن جي چڱي ٿيڻ واري آهي.

گهوريو سو سهاڳ، جنهن ۾ پسين پاڻ کي،
ڏوري لهه ڏهاڳ، جنهن ڪرلاهو داسڙو.

هڪ هنڌ انهن ماڻهن جو ذڪر ڪري ٿو، جي عارضي فائدي خاطري، اصولن، اعليٰ مقصدن کي ترڪ ڪن ٿا، جنهن ڪري سندن عزت خاڪ ۾ مليو وڃي ۽ دنيا ۾ به جٺ ٿئين ٿي:

ٽڙڪي پسي ٽوڪ، ترڪي تڪبر ۾ ٿي،
اچيو اچيو 'اگلي' چئي، ليلان کي لوڪ،
اندر اوپالن سين، ساڙي ڪيائونس سوڪ،
ٻالاپڻ جو ٻوڪ، ويو ويچاريءَ وسري.

اهڙا ماڻهو اڪثر پاڻ کي چالاڪ ۽ هوشيار سمجهي، دنيا کي بيوقوف بنائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن، ليڪن آخر سچ ۽ ڪوڙ پڌرو ٿيو پوي، ماڻهن کي سندن حرفت جي خبر پئجيو وڃي. انهن لاءِ چوي ٿو ته:

هئينءَ ته گهڻو هشيار، ڪل به هيئي ڪانڌ جي،
تو پانيو موچاري ٿيان، ڳچيءَ پائي هار،
ڪانڌ ڪوڙيءَ جو نه وٺي، سٺين پٽين سينگار،
وهم لهي وينجهار، دليون پرکي داسڙو.

اهڙن ماڻهن کي چوي ٿو ته، ان ڏاهپ کان پورائي بهتر آهي، جو ان مان رنج رسي ٿو ۽ صفا دل واريءَ پورائيءَ مان جيتوڻيڪ ابتدا ۾ ڪي تڪليفون به رسن ٿيون، ليڪن آخر ڪاميابي ان مان حاصل ٿئي ٿي:

الله ڏاهي مر ٿيان، ڏاهيون ڏک ڏسن،
مون سين مون پرين، پورائي ۾ پال ڪيا.

هن کي معلوم هو ته، گهڻائي هوشيار ۽ چالاڪ ماڻهو سياسي دنيا ۾ اخلاقن ۽ اصولن کي ڦٿو ڪري، دولاب ۽ ٺڳيءَ رستي، عارضي طرح وڃي اوج تي رسيا آهن، ليڪن ان مان ڪنهن کي دائمي ڪاميابي نصيب نه ٿي هئي ۽ گهڻن جو ڏهاڳ هن اکين سان ڏٺو هو:

چنيسر سيــن چاڳ، متان ڪا منڌ ڪري،
جان مون پوءِ پروڙيو، ته هي نه ماڻي ماڳ،
ڏمريو ڏهاڳ، سڳهو ڏني سهاڳڻيــن.

ڪيــن مخاطب ٿي چوي ٿو ته اوهان جنهن کي هشياري ۽ چالاڪي ٿي سمجهيو، سا درحقيقت وڏيــن مصيبتن جو ٻج هئي، پر اوهان کي خبر نه هئي.

تو جو پانيو هار، سو سورن سندو سڳڙو،
چنيسر چت ڪٽي، ٿيو پورهيت جو پار،
اوٺت جو آچار، ڪانڌ ڪنهنسين م ڪري.

## 21. سر بلاول

هن سر ۾ ڪي بيت قديم سنڌيــن جي ساراهه ۾ چيل آهن ۽ ڪي سنڌن نوڪر ورڳند بابت مذاقيــه آهن. مثال لاءِ هيٺ ڏجن ٿا:

ڏمريو ته ڏني، پرچي ته پاٽ پري،
جُنگ جڪري کي، ٻئي چڱيون چت ۾.

اسور سندي آسري، وينو آه و ڳنڌ،
هڏ نه ڇڏيندو هنڌ، آيس بوءِ بهار جي.

## 22. سر ڏهر

هن سر ۾ جدا جدا موضوعن تي بيت چيل آهن. پهريــن فصل ۾ ڪنڌي جي وڻ ۽ ڪنهن تلاءَ سان مخاطب ٿي، ساڻن قديم واقعن جي ياد تازي ڪئي اٿس، اهڙيءَ طرح هڪ هنڌ مچ کي وقت وڃائي، تانگهي پاٽيءَ ۾ ملاحن جي مهميزن ۾ ڦاسڻ تي تنبيهه ڪيل آهي:

ڪنڌا، تون ڪيڏو، جڏهيــن پريو پورو وهي،
جسودن جيڏو، تو ڪر گڏيو پهيڙو.

جان جَرُ هنڙو جال، تان تون مچ نه موٽئيــن،
پونديءَ اچ ڪِ ڪالهه، سانيرون سانگن جون.

ٻئي فصل ۾ مناجات ۽ مدح ۾ بيت چيل آهن. مثلاً

ستر ڪج ستار، آئون اگهاڙي آهيان،
ڍڪنيــن ڍڪڻهار، ڏيئي پاند پناهه جو.

مديني جا مير، سڻ منهنجا سڏڙا،
سڻ تنهنجي سير، تون پار لنگهيائيين پيڙا.

ٽئي فصل ۾ وطن جي طالب يا خادم کي، سستي ڇڏي هوشيار ٿيڻ لاءِ نصيحت ٿو ڪري.

ڪي سمهُ، ڪي جاڳُ، ننڊ نه ڪجي ايتري،
اي مانجهاندي جو ماڳ، جو تو ساٿيهه پانئيو.

سمهڻان سارِو، جيڏيون جيڏوني ٿيو،
هوت لنگهيا هاڙهو، تون اناسي اوجهرين.

چوٿين فصل ۾ ڪونجن جو قصو ڪري، قومي محبت تازي ڪرڻ گهري ٿو:

وڳر وساري، ويٺين ڪئن مات ڪري،
ڪِ تون، نه ماري، رڻ جهڻ سندي سچڻين؟

قوم جي دشمن کي مخاطب ٿي چوي ٿو ته:

ماري مرين شال، سڀ وجنئي ڊيبون،
جيئن تو اچي ڪالهه، وڏو وچ ورهن کي.

وري ڪچ ملڪ جي تاريخي واقعن جو ذڪر ڪندي اتي جي قديم دهقاني قبيلن جو ذڪر ٿو ڪري:

ڇنل ڇڄ هٿن ۾، ڪلهن ڪوڏارا،
پورهي خاطر پانهنجي، اٿين سوارا،
اوڏ به ويچارا، لاڪا! وڃن لڏيو.

## 23. سر ڪاپائتي

هن سر ۾ بي عمل زندگيءَ کان پرهيز ڪرڻ، نيت سچي ۽ خلوص دل سان عمل صالح ڪرڻ جي تلقين ڪيل آهي، قابليت ۽ هوشياري سواءِ خلوص جي بيڪار سمجهي اٿس، عمل تي فخر ۽ هٺ ڪرڻ جي به مخالفت ڪئي اٿس، هڪ هنڌ سنديءَ ڪي چوي ٿو ته، پنهنجو قيمتي وقت اجايو خرافات ۾ پيو رهائين. تنهن جي زندگيءَ جا ڏينهن مختصر آهن، دنيا جون ٻيون قومون ترقي ڪري رهيون آهن، ۽ تون خواب غفلت ۾ ستو پيو آهن، جلد هڪ ڏينهن پيٽ واري آهي، اتي توکي شرم کان ڪنڌ هيٺ ڪرڻو پوندو، تنهن ڪري جلد ملڪ ۽ قوم لاءِ ڪا خدمت ڪري وٺ.

ڪنڻ جي ڪانءَ ڪرين، ستي ساهڻين هڏ،
سُپيان ايندني اوچتي، عيد اڳهاڙن ڳڏ،
جت سرتيون ڪنديئي سڏ، اتي سڪنديئن سينگار کي.

پڻي هنڌ چوي ٿو ته زندگيءَ جون بهترين گهڙيون جاءِ طلبي، ناپائدار شين ۽ اجاين مشغلن ۾ ويهي وڃايا اٿئي، جلد ئي جواني گذري پوڙهپڻ ايندءِ، پوءِ وڃايل وقت لاءِ هٿ هڻندين، پر ويلُ وقت ڪو موتي ڪونه اچڻو آهي:

سي تو ويهي وڃائيا، جي ڪنڻ سندا ڏينهن،
ارٽ اوڏي نه ٿئين، پوري! پوري سيئن،
ڪنڌ ڪٽنديئن ڪيئن، اڳڻ عجيبن جي.

پر وري به چوي ٿو ته، جيڪڏهن عمر جو گهڻو حصو تو اجايو وڃائي ڇڏيو آهي ته به اميد نه لاهه ۽ عمل جي ميدان ۾ گهڙي پئو، پوءِ جيڪڏهن پيو ڪجهه هڙ حاصل نه ٿيندءِ، ته به خادمن جي لسٽ ۾ ته نالو داخل ٿي ويندءِ.

توڙي وڏي ٿيئءَ، توءِ اُٿي آتڻ آءِ،
ٿي پيڙي پيرم وارئين، ٻي هڏ ڪر م ڪاءِ،
ته صراف تو صباح، ڪوٺي ڪاتارن سين.

هڪ جاءِ تي چوي ٿو ته جيڪڏهن توکي ڪاميابي سان ڪم ڪرڻ جو موقعو نٿو ملي ته ان جي پرواهه نه ڪري هر حالت ۾ خدمت ڪندو رهه، ويٺي ڪان وندر بهتر آهي ۽ بيڪاريءَ سان پاڻ هيرڻ ٺيڪ نه آهي.

پڳوئي پير، جانسين رنو راس ٿئي،
بريءَ بيڪاريءَ سين، هاري پان م هير،
ڪت ڪنديون ڪير، نئين سين نه جاڻجي.

جيڪي ماڻهو خودمطلبيءَ جي غرض سان سياسي ميدان ۾ گهڙي ڪم ڪن ٿا، انهن کي آخر ڪوبه فائدو حاصل ٿيڻو نه آهي، پوءِ کهڙي به هوشياريءَ ۽ جفاڪشيءَ سان بهترين ڪم ڪيو هجين. انهن واسطي چوي ٿو ته:

چانٺ پاڻي چت ۾، سنهو ڪتيو جن،
تن جو صرافن، 'ڌڪو داخل نه ڪيو'

پر جن خلوص دل سان خلق خدا جي ڀلي خاطر ذرو به ڪم ڪيو هجي ۽ اهو

ڪم بدنيتي وارن جي معيار کان ڪيترو به گهٽ هوندو، ته به آخر اهوئي عوام اڳيان قبول ڪرڻو آهي:

محبت پاڻي من ۾، رند روڙيا جن،
تن جو صرافن، اڻ توريو اگهائيو.

جن ملڪن جي خادمن ۾ دنيا جي ڪا ظاهري قابليت ۽ لياقت نه آهي، ليڪن خلوص دل سان ڪم ڪرڻ گهرن ٿا، انهن لاءِ چوي ٿو ته:

جا سنهون نه سڪي، سا مَرُ رانديائي روڙي،
سٽ تنين جو سڦرو، وڃا ترازيءَ توري،
ٿلهي ۽ ٿوري، ويچاريءَ سان وَڙُ ڪيو.

## 24. سر پرڀاتي

هن سر ۾ لسٻيلي جي سخي سردار سپڙ ڄام جي ڳالهه ۾ بخشش الاهي جو ذڪر ٿو ڪري:

ڏات نه آهي ذات تي، جو وهي سو لهي،
آريون اپوجهن جون، سپڙ ڄام سهي،
جو راءِ وڻ رات رهي، تنهن جُکي تان نه ٿئي.

جيڪي ڏڏن ڏي، ڳجهيان ني ڳجهه ۾،
سو جي سٽن ڪڍهين، ڪرت وارا ڪي،
ته ساز مڙوئي سي، هوند پٽون ڪن پلڪ ۾.

ميرا پسي مڱڻا، سپر سڏ ڪيا،
سبوجهن سٺا، اپوجهن آسرو.

ڏاتار نه تون، ٻيا مڙيئي مڱڻان،
مينهن منداٺتا وسٺان، سدا وسين تون،
جي گهر اچين مون، ته ميربائي ماڻُ لهان.

## 25. سر گهاتو

هن سر ۾ شاهه صاحب ڪلاچيءَ جي ڪن واري مگر مڇ، ضعيف موررڙي مڇي مارينڌڙ، ان جي ڇهن ٿلهن متارن ڀائرن جي قصي تي بيت چيا آهن. تصوف

وارا ان جي معنيٰ کهڙي به ڪِين، ليڪن هي ته صاف تاريخي واقعا آهن ته، ڪلاچيءَ جي ڪن واري جاءِ، جتي هينئر ڪراچيءَ جو شهر بڌل آهي، مان گهڻي وقت کان سنڌين کي نقصان پئي پهتا آهن، انگريزن به ان رستي کان اول سنڌ تي قبضو ڪرڻ شروع ڪيو، هينئر به اتي جي سياست ڪري، سنڌ جي آزاديءَ ۾ رُخنو پيو پوي، تنهن ڪري هتي ڪلاچيءَ جي ڪن مان ٻاهرين سياست جو مرڪز مراد آهي. مگر مڇ ڏاريان حڪمران آهن، موروڙي جا ٽلها متارا پائر، سنڌ جي صاحب اقتدار طبقي جا رڪن آهن ۽ موروڙو غريب سنڌي ڳوٺاڻي سان مشابهت ٿو رکي.

ڪو جو ڦهر ڪلاچ ۾، جو گهڙي سو نئي،
خبر ڪونه ڏني، ته رڇ ڪڇاڙي رنديا؟

سنڌ جا ٽلها شڪاري يا سياستدان سڀ انهيءَ ڪن ۾ گم ٿي ويندا. وري به مگر مڇ کي غريب سنڌي (موروڙو) ماريندو، پر ان لاءِ خاص تيارين جي ضرورت آهي، شاهه صاحب چوي ٿو ته:

جينن جهينگا پائين جهول ۾، انين نه مرن مڇ،
سير ڏار سمنڊ جا، ڪي راو رڳي رڇ،
هي چاڙون ۽ چيچ، اجا اوڙاهه اڳاهون ٿيو.

26. سر آسا

هن سر جا بيت چئن فصلن ۾ چيل آهن. پهرين ۾ وحدت الوجود جي مسئلي جي تشريح آهي. چوي ٿو ته:

هو پڻ ڪونهي هن ري، هي نه منجهان ڌار،
"اَلانسان سري وانا سِرہ"، پروڙج پچار،
ڪندا ويا تنوار، عالم عارف اهڙي.

صورت سوجهه م تنهن جي، تون پڻ پچين جو،
سخن آهي سو، جو منهن مقابل نه ٿئي.

ٻئي فصل ۾ اڪين جي عجب جهڙين عادتن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته، جي ڪر سامهون ڪٺان ٿو ته به پرين پسن ٿيون، جيڪي هڪ دفعي ڏسي آيون آهن، اوڏانهين پيئون پاڻ مراديون ٿاٺين، اهي "سور پرائي سات جا وجيو وهائين" اها مت پاڻ سان پاٺهي ڪئي اٿن، جو اتي وڃي لڳيون آهن، جتي جيءَ ڏني ڪانسواءِ، پيو چاروئي ڪونه آهي. آخر ۾ چوي ٿو ته:

اکيون اُهي ڏار، جن سان پسين پرينءَ کي،
ٻني ڏي کيم نهار، گهڻو ريسارا سپرين.

ٽئين فصل ۾ سچيءَ محبت ۽ سڪ جو احوال ڪندي چوي ٿو ته حق جي راهه ۾ خلق خدا جي خدمت ڪرڻ وارن کي، ڪر ڪاري ڪين سگهندو، ڪر صرف انهن کي ڪاريندو، جن جو پريتڻو مائو هوندو:

ڪر ڪاريندو سي، مائو جن پريتڻو،
جوش جلايا جي، ماري تن مات ڪيو.

بي اصول ۽ ظالم، جي حق جي آواز کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا، تن لاءِ پيشنگوئي ڪري چوي ٿو ته اهي پاڻ ختم ٿي ويندا.

ڪر جا ڪڏ ڪنئي، پوڻ خاطر پرينءَ جي،
تنهين ۾ پاڻ پئي، غيبتي غار ٿيو.

چوٿين فصل ۾ وري وحدت جي واديءَ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته:

پاڻ پردو پاڻ کي، سٽي ڪر سنيال،
وچان جو وصال، سو تان هئڻ هن جو.

پاڻ پردو پاڻ کي، طالب سٽج تون،
نڪا هان نه هون، پردا سي پاسي ٿيا.

27. سر مارئي

شاهه صاحب جي ڪلام ۾ مارئي جي سر اندر حب الوطني، عوام جي محبت، آزاديءَ جي تمنا، قديم روايات کي برقرار رکڻ، ڏارين جي لالچن کان پرهيز ڪرڻ، غير جي ڏاڍائيءَ اڳيان سر نه نمائڻ جا جذبات ڀريا پيا آهن، جيڪڏهن ان جي سياسي معنيٰ وٺبي ته مارئي کي محب وطن، عمر کي ظالم حاڪم، عمرڪوٽ کي غلاميءَ جي زندگي ۽ ملير کي آزاديءَ جي دنيا سان تشبيهه ڏيئي سگهجي ٿي. شاهه صاحب مارو سنڌي عوام کي سمجهي ٿو ۽ ملير مان سندس مراد آزاد سنڌ آهي، ملير طرف مينهن جي وسڻ مان سندس مقصد، ان جي ترقيءَ جي اميد جو پيدا ٿيڻ آهي. هن کي سنڌين جي بدويانه تهذيب تي فخر آهي، سنڌين کي چوي ٿو ته ٻين جي محالتن، پلنگن، سيجن، نرم وهاڻن، زري ۽ ريشم جي ڪپڙن، طرح طرح جي طعامن، عطرن عنبرن وغيره کان، پنهنجون جهوپڙيون، ڪتا، لويون، ڏٿ ۽ پيرون هزار دفعا وڌيڪ بهتر آهن. عوام (مارن) سان گڏ آزاديءَ جي زندگي گذارڻ، لوئي نه لڄائڻ، عمر جي ڏاڍائي اڳيان سر نه نمائڻ، بند ۾ خوشي نه ملهائڻ،

آزاديءَ ماڻھن کان اڳ بند ۾ مرڻ کان پناھ گھرڻ ۽ ڪوتن جي ڪِرڻ ۽ زنجيرن جي ٽٽڻ جي آس رکڻ، هن جا سر جا خاص جزا آهن.

سنڌي عوام لاءِ چوي ٿو تہ:

چئي 'ڪن فيڪون'، جڏهن خلقيا روح خداءِ،
گڏ جت گذران هئو، جڙ لڳي تنهن جاءِ،
مون توهين سي آهِ، اها ساجاءِ سپرين.

پنهنجي مارن لاءِ ڏاڍي محبت اٿس، انهن جي آزاديءَ جي زندگي گذارڻ، پنهنجي وس کان ٻاهر ڏسي رت روئي ٿو:

ري اعرابين هت، گھنگھر گھارڻ مون ٿيو،
"بڪت العينان في هواک دماً"، پجان ساڻ پرت،
من، اکيون، تن تت، جتي جنم جيڏيئن.

پنهنجي وطن سان جا ڪيس محبت آهي، ان جو پتو سندس هينئين بيت مان پوي ٿو، جنهن ۾ وطن جي مٽيءَ کي ڪٿوري جي برابري سمجهي ٿو:

پهي سک! پيرن ڪيھ، ڪر نينهن نياپو مارئين؟
ات اکندي آهيان، تنهن آتڻ، تنهن ڏيھ،
سندي جا ساٿيہ، ڪيھ ڪٿوري پانئيان.

پنهنجي وطني پائرن جي محبت ۽ پيار کي هھڙيءَ طرح ادا ڪري ٿو:

ٿَر ٿَر اندر ٿاڪ، عمر ماروئڙن جا،
لاٿائون لطيف چئي، مٿان لوئيءَ لاک،
عمر! ڪريو آک، پهريو ٿي پن چوان.

سنڌين جي بدوياڻہ تهذيب ۽ سندن خانہ بدوش زندگي، جهنگن ۽ برن ۾ رهڻ کي، فخر جي نگاھ سان ڏسي ٿو ۽ انهيءَ کي عيب سمجهي شرمائي نٿو:

اسين ٿئان آئيون، جت ڪهنبو ناھِ،
جي وجون ڪنهن وهاڻ، تہ پڻ مٿهون لونيون.

آٿين ۽ چاڙهين، ڏت ڏيهاٽي سومرا،
ستا ڪيو سيد چئي! سانون سڪائين،
منجهان لنب لطيف چئي، چانور ڪيو چاڙهين،
پلاءَ نہ پاڙين، عمر، آراڙيءَ سين.

هڪ جاءِ تي چئي ٿو ته اگرچ مسڪيني ۽ غلاميءَ جي زندگي، سنڌي عوام جو حال هيٺو ڪري ڇڏيو آهي، پر هنن جو ست ايڏو آهي، جو آزاديءَ جي آسري تي ڪيڏي به قيمت تي، پنهنجي روايات ڪي نه وساريندا.

سهسين سيبا ڪنجري، لوئي ليڙ ٿيام،
اباڻن جي آسري، ڪتي ڪان قيام،
جا ڏٺ ڏڪيامِ، تنهن جو پرورا پَنُ وهائيين.

سنڌي عوام کي غربت ۽ غلاميءَ جي قيد ۾ ڏسي ارمانُ ٿئيس ٿو، پر دل مضبوط ڪري ڪيس دلاسو ۽ ڏڍ ڏيئي، دلداري ڏيندي چئي ٿو ته پنهنجي روايات کي نه وسارجو، اهي ڏکيا ڏينهن جلد گذري ويندا، آخر آزادي ۽ ترقي نصيب ٿيندو.

قسمت قيد قوي، نه ته ڪير اچي هن ڪوٽ ۾،
لکئي آئي لوح جي، هنڌ ڏيکاريم هيءَ،
پرچي ڪين پنوهار ري، جان جسو ۽ جيءَ،
راجا راضي ٿيءَ، ته مارن ملي مارئي!

ڪو ڏينهن آهين ڪوٽ ۾ لوئي هڏ م لاهه،
ڪامڻ آهنجي جي ڪر جي، آڏ وڏائي آهه
هِت مَ پاڙجِ هيڪڙو، پائُر جي پساهه،
سنئي! سيل نباهه، ملير ويندين، مارئي.

سنڌ جي عوام جي مشڪلاتن ۽ تڪليفن واري زندگيءَ هوندي به، هنن ۾ جو ست ۽ همت آهي، تنهن جو ذڪر ڪري هن طرح چئي ٿو:

زيرين پيڙين لوهه ۾، ڳتن ڪيس ڳاهه،
سوڪي سنڌي سومري، هڏ نه چاڙهيم ماهه،
سرتيون! دعا ڪجاهه، ته پرم پارو‌ڙيءَ رهي.

ملڪي حاڪم ۽ سندن جواري حڪمران طبقا، جڏهن ملڪ جي سموري پيداوار تي قبضو ڪري، رنگ رليون ملهائين ۽ خوشيون ڪن ٿا، تڏهن شاهه صاحب عوام جو عيوضي ٿي، انهن کي مخاطب ٿي چوي ٿو ته اسان مظلوم، محڪوم ۽ مسڪين آهيون، ان حالت ۾ اسان ڪهڙيءَ طرح خوشي ملهائي سگهنداسون، جيستائين اسان جو عوام آزاد نه ٿيو آهي:

جا عمر! تو مل عيد، سا اسان سوءِ ورتي، سومرا،
وينـي ويچارن وسري، خوشي ۽ خريد،
سڪڻ ڪيا شهيد، مارو جي ملير جا.

عمر اَچا ڪپڙا، ڪاٺياريون ڪين ڪن،
جنهين جا تـرن ۾، ور ٿـا وينڻ سهن،
هو جي حق پچن، سي ڪنيـن سٽيون سومرا!

آءُ ڪينـن سوڙيـن سمهان، مون ور گهاري ولهه،
ڪشيريءَ تان ڪـلَ، عمر ڪج م اِهڙي.

وري غلاميءَ جي زندگيءَ عوام جو جهڙو حال ڪيو آهي، ان جو ذڪر هينئن طرح ڪري ٿو:

سونهن وڃايم سومرا، ميرو منهن ٿيوم،
وڃڻ تت پيوم، جت هلڻ ناهه حسن ري.

ملڪ ۽ قوم جي ترقيءَ جي سوال کي هو چوي ٿو ته تيستائين نه ڇڏيندو، جيستائين سرير ۾ ساهه اٿس:

پيـر نـه ڇڏيان پريـنءَ جو، جان سيـن ٿـي جيان،
ڪيرون ڪشيرن ڪـي، وڃي ڏيهه ڏيان،
ڪارڻ ٻن ڏينهان، آءُ ڪيـن لوئـي لاهيان.

حڪمران طبقي ۽ ذاريـن جي ساز ۽ سامان، حڪومت ۽ دٻدٻي، علم ۽ عقل کي ڏسي، جي ماڻهو عارضي نفعي خاطر پنهنجي روايات کي ڇڏي، سندن انڌي تلقيد ڪرڻ لڳن ٿا ۽ ملڪي معاملات سان غداري ڪن ٿا، تن کي مخاطب ٿـي چوي ٿو ته:

هي منهن ڏيئي ٻن، تون وهه ڪائـي نه مرين،
تان جي ملير ڄائيون، تو سيـن سنگ نه ڪن،
تون ڪيئـن منجهان تن، پاڻ ڪونائيـن مارئي!

ڪنهن وقت وجد ۾ اچي دعا گهري ٿو ته خدا ڪري، اهو ڏينهن نه ٿئي جو ملڪ ۽ قوم کي غلاميءَ کان آزاد ۽ مسڪينيءَ کان ٻاهر ڏسڻ کان اڳي مري وڃي، شل عوام جون مرادون پوريون ٿينديون ڏسي، پوءِ مري.

الله اٿين م هوءِ، جنهن آءُ مران بند ۾،
جسو زنجيرن ۾، راتو ڏينهان روءِ،
پهرين وڃان لوءِ، پوءِ مر پڇنم ڏينهڙا.

ڪڏهن عوام جو ملڪي معاملات پاسي گهٽ ڌيان ڏسي چوي ٿو ته جيڪڏهن انهن ۾ قومي احساس هجي ها ته غلامي گهڻو وقت ڪانه رهي سگهي ها ۽ نه ڪيس ئي ايتري اذيت ٿئي ها:

جي ڪر لڏائون ته، بنديءَ بند نه ساربو،
ماروئڙن آئون، جيڪس وبس وسري!

هن جڏهن ڏٺو ته حڪمران طبقو يا ڌاريان حاڪم، سنڌي عوام بنسبت گلا ڪن ٿا ته "هو جاهل، بزدل ۽ اڻ سڌريل آهن" ته هن جي حب الوطنيءَ اهڙڪو ڪاڏو ۽ ڇيائين ته:

جيها جي تيها، مون مارو مڃيا،
مون جيڏيون ملير ۾، ٿيون چونديون موڪ مها،
منهنجي آس اِها، ڪڏهين ڪيرائيندي ڪوٽ کي.

28. سر پورب

هن سر ۾ به فصل آهن. پهرين ۾ ڪانگ کي محبوب جو قاصد سڏي، ان سان دل جا حال اوريا اٿس. چوي ٿو ته:

ڪانگل سيٺي ڪوٺ، پرين جي پرڏيهه ويا،
جنهين ريءَ جهان ۾، اکڙين اروٺ،
الله لگ لطيف چئي، ڪج ڳاراچو ڳوٺ،
جي ڏمريا ڪنهن ڏوٺ، سي اڏامي آڻ پرين.

ٻئي فصل ۾ خادمِ ملڪ کي مخاطب ٿي کي نصيحتون ٿو ڪري:

سامي چائيين، سک طلبين، تسا ڏئين نه تن،
ماڙهن ڪان منهن ڪيو، پنين اٽا ۽ ان،
ڪاپڙي تو ڪنْ، ڪِ چيرايا چشن لئي.

سامي چائيين سک طلبين، سڪئين نه سامي!
اجان اورئين پنڌ ۾، ويئين وسامي،
ڳر کي تون نه ڳڌئين، چائيين انعامي،
دائم مدامي، پورو رَهج پريءَ سين.

## 29. سر ڪاموڏ

هن سر ۾ ڄام تماچيءَ ۽ نوري مهاڻيءَ جي قصي جو بيان ڪندي، ڄام تماچيءَ جي غريب مهاڻن سان محبت کي ساراهيو اٿس.

انهيءَ مان شاهه صاحب، جي سياسي رجحان جو پتو پوي ٿو ته، سياسي ليڊرشپ لاءِ، هو ڪن خاصيتن کي پسند ٿو ڪري:

ڪڪيءَ هاٿيون ڪاريون، ڇڇيءَ هاٿا ڇڄ،
پاند جن جي پاند سين، لڳو ٿشي لڄ،
سمو ڄام سهڄ، اپو ڪري ان سين.

گند جن جي گوڏ ۾، پاٻوڙا پوشاڪ،
انهين جي اوطاق، راجا ريجهي آئيو.

ڪوءِ سميون، ٻن سومريون، جي اچن اوڇي ڳاٽ،
ور سي ڪينجهر ڄائيون، جن تماچيءَ جي تات،
راڻي ملا رات، ماڻڪ ميءَ پرائيو.

ڪاريون، ڪوجهيون، ڪوڙيون، مور نہ موچاريون،
ونئي وينيون واٽ تي، ڪڪيءَ جون ڪاريون،
انهين جون آريون، سمي ريءَ ڪير سهي.

## 30. سر ڪارايل

هن سر ۾ ٻہ فصل آهن، پهرين ۾ سنڌ جي تهذيب ۽ امن کي، جو ٻاهرين اڻين ۾ اچي، خراب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، ان جو ذڪر ڪندي سنڌين جي بي چارگيءَ جي حالت تي چيو اٿس:

اچو ٻاڻي لڙ ٿيو، ڪالوريو ڪنگن،
ايندا لڄ مرن، تنهن سَرَ مٿي هنجهڙا.

سر ۾ پکي هيڪڙو، پاربهرن پنجاهہ،
سندي آس الله، ٿو لڏي لهرن وچ ۾.

اها حالت سنڌين جي ڪين ٿي، ان بنسبت چوي ٿو ته، هو پنهنجي سادگي ڪري ڌارين جي چقمقي ڳالهين تي پلجي پيا ۽ پاڻ وساري ڇڏيائون، جنهن ڪري ڦاسي پيا.

دلبو منجهہ درياه، پسي پکي آئيا،
ويچارا ويساه، آٽي ات اڙائيا.

وري ٻئي فصل ۾ سنڌي عوام بنسبت حاڪمن کي چوي ٿو ته، هو اهڙي نسل ۽ روايات جا آهن، جو سدائين محڪوم رهي نه سگهندا، اگرچ ظاهر، ڪمزور ڏسڻ ۾ اچن ٿا:

سنها ياڻ ۾ سپ، اٿئي وياءَ واسينگن جا،
جنين جي جهڙپ، هاٿي هنڌائين م ڇُري.



فصل نائون

# شاهه صاحب جو سنڌين لاءِ سنيهو

هن ڪان اڳي به هڪ ٻن جاين تي، هن ڪتاب ۾ مون لکيو آهي ته آءُ شاهه صاحب جي ڪلام جو سياسي مفهوم سمجهائڻ جي ڪوشش لاءِ، هيءُ ڪتاب لکي رهيو آهيان. تنهن ڪري سندس سنڌين لاءِ سنهي جو به سياسي پهلوئي بيان ڪندس.

شاهه صاحب جي ڪلامُ ڪي، هن وقت تائين گهڻو ڪري تصوف جي روشنيءَ ۾ پيش ڏٺو ويو آهي، ليڪن ان جي ڪلام ڪي هر پهلو ڪان ڏسي سگهجي ٿو.

منهنجي سمجهه موجب، شاهه صاحب جي ڪلام ۾، سنڌين لاءِ ڪي خاص پيغام ۽ سنهيا ڏنل آهن، جي انهن جي پوري ڪوجنا ڪبي ته، اهي اڄڪلهه جي گهڻن سياسي مسئلن جي حل لاءِ، سنڌين جي رهبري ڪري سگهندا.

شاهه صاحب جي ڪلام مان، جي پيغام نڪري سگهن ٿا، تن مان مکيه هيٺيان آهن:

## 1. حب الوطني

شاهه صاحب جي ڪلام ۾ حب الوطني ڪي خاص جاءِ ڏنل آهي، هن جي ڪلام جو نچوڙ اهو آهي ته سچڻ (ديسي) ۽ ساٿيهه (وطن) ڪنهن بي ڳٽي ڪان وسري سگهندا. مارئي جو سچو سُر انهيءَ جذبات ۽ خيالات سان ڀريو پيو آهي، شاهه صاحب حب الوطني ڪي ايمان جو جزو ۽ مذهب جو بنياد ٿو سمجهي.

شاهه صاحب جي زماني ۽ موجوده وقت جي حاڪمن جي سياسي پاليسي، گهڻو ڪري ساڳي آهي. هو به اسلام ۽ شريعت جو نالو وٺي ڪتا ڏاڙڻ، شڪار ڪرڻ، ملڪي خزاني جو گهڻو حصو، ذاتي عياشين ۾ خرچ ڪرڻ ۽ پنهنجي طاقت ڪي برقرار رکڻ لاءِ خرچ ڪندا هئا ۽ سندن قول توڙي فعل يڪسان نه هئا. هي به ڪم و بيش ساڳي رستي تي هلي رهيا آهن. انهن ڏينهن ۾ به اسلامي برادري جي نالي ۾ عوام ڪي آزاد راءِ ۽ آزاد خيالي ڪان محروم رکيو ويندو هو، هن وقت به ساڳي حالت آهي.

تنهن ڪري شاهه صاحب جو سچو "سر مارئي" انهيءَ مضمون تي صَرف ڪرڻ بغير، ڪنهن مطلب ۽ مقصد جي نه آهي. آءٌ اڳي به لکي آيو آهيان ته مسلمانن ۾ قديم وقت کان ٻن خيالن جا ماڻهو پيش رهيا اهن. هڪڙا وطن جي محبت جي بنياد تي، انسانذات جي ترقيءَ لاءِ ڪوشان ڪرڻ جي راهِ جا پيش رهيا آهن ته ٻيا مسلمانن کي هڪ جدا گروه بنائي، انهن کي انسانذات جي رهبري ڪرائڻ جا طرفدار پيش رهيا آهن. ٻنهي خيالن جي طرفدارن کي پنهنجا دليل آهن، جن جو مختصر احوال به اڳي ئي ٻڌايل آهي. هتي صرف هي ٻڌائڻ ڪافي ٿيندو ته، شاهه صاحب پهرين خيال جو هو، جنهن ڪري ئي ٻنهي نظرين کي نيشنلزم ۽ پئن - اسلامزم سڏي سگهجي ٿو.

شاهه صاحب نيشنلزم جو حامي هو، نيشنلزم ۽ حب الوطني ساڳي شيءِ آهي. اهو صاف سمجهڻ گهرجي ته جيڪي سنڌي، شاهه صاحب جا به مداح آهن ۽ ڊاڪٽر اقبال جا به پوئلڳ ٿيڻ گهرن ٿا، تن يا ته ٻنهي جي خيالات جو مقصد سمجهيو نه آهي يا جاڻي واڻي ائين ڪن ٿا. مطلب ته شاهه صاحب جو پهريون پيغام سنڌ جي سياسي، اقتصادي، ذهني آزادي ۽ ترقيءَ جي مقصد سان محبت رکڻ آهي ۽ حب الوطني جي صحيح معنيٰ به اهائي ٿي سگهي ٿي.

2. پاڻ سڃاڻڻ

شاهه صاحب جي ڪلام ۾ پاڻ سڃاڻڻ تي پڻ گهڻو زور ڏنل آهي. اڪثر معنيٰ ڪندڙ پاڻ سڃاڻڻ مان صرف روحاني ۽ صوفياڻو مطلب ڪڍندا آهن، وحدت الوجود جي نقطه نگاهه کان هو چوندا آهن ته "تو ۾ تنهنجو معشوق يا محبوب لڪل آهي، ٻاهر نهارڻ بي سُود آهي 'نائي نيڻ نهارڻ'، 'اندر اُجارڻ' سان ان کي ڏسي سگهندين." شاهه صاحب چوي ٿو ته:

وڃين ڇو وڻڪار، هت نه ڳوليِن هوت کي،
لِکو ڪين لطيف چئي، ٻاروچو ٻي پار،
ٿي سٽي ٻڌ سندرو، پرت پنهونءَ سين پار،
نائي نيڻ نهار، ته تو ۾ ديرو دوست جو.

ان جي هيءَ به معنيٰ ٿي سگهي ٿي ته ٻين يا ڌارين جي درن تي ڇو وڃي رلين ۽ ڌڪا ٿو کائين، هوت (مقصد) تنهنجي هٿ ۾ آهي، رڳو همت جي درڪار اٿيئي، ته پاڻ وٽان ئي هٿ اچي ويندءِ.

پنهنجو قومي نالو نشان، اصل نسل ۽ قديم روايات جي واقفيت قدر ۽ قيمت، سڀ پاڻ سڃاڻڻ جي معنيٰ ۾ اچي وڃن ٿا. دنيا ۾ انسان ڪنهن خاص مقصد لاءِ پيدا ٿيل آهي ۽ ان کي خاص فرض پورا ڪرڻا آهن. انهيءَ مقصد، مراد ۽ فرض ادايـن لاءِ، هرهڪ ماڻهوءَ ۽ قوم کي پنهنجو پنهنجو پارٽ ادا ڪرڻو آهي.

اهڙيءَ طرح سان سنڌين لاءِ به ڪو نصب العين هوندو ۽ انهيءَ جي سڃاڻپ ۾ ئي سنڌين جي پاڻ سڃاڻڻ جو راز لڪل آهي. سنڌين جو نصب العين اهو آهي ته، جڏهن اقوامِ عالم کي پنهنجي 'ڪتيل سٽ' جي پرک لاءِ صراف 'عالم' وٽ سرتين جي سامهون سڏ ٿيندو، تڏهن انهن کي ڪجهه هجي، جو ڏيکاري سگهن ۽ شرم ڪان ڪنڌ هيٺ نه ڪرڻو پوينِ.

ان جو 'سڃاڻڻ' تڏهن حاصل ٿي سگهندن، جڏهن هرهڪ سنڌ جو رهاڪو، پنهنجي شخصي ۽ طبقاتي نفعي کي قوم جي گڏيل مفاد لاءِ قربان ڪري سگهندو، پاڻ سڃاڻڻ ۾ شخصن جي فنا آهي ۽ قومن لاءِ بقا آهي. قوم جي نفعي لاءِ، پاڻ کي ماري يا فنا ڪري، هڪ قطري کي قومي قالب ۾ فنا ڪرڻ، پاڻ سڃاڻڻ جو بنيادي سبق آهي. شاهه صاحب فرمائي ٿو ته:

مر تهِ موچاري ٿيين، وبهي جيءَ م جوءِ،
منڌا! مَرڻا پوءِ، پهچنديئهِ پنهونءَ ڪــي.

شاهه صاحب جو سمورو ڪلام غور سان پڙهي ڏسبو ته مقصد، محبوب، منزل، مارن وغيره کي پهچڻ لاءِ ڏکن ۽ ڏاکڙن، ڪشالن ۽ مصيبتن جو سهڻ ۽ برداشت ڪرڻ، ضروري امر آهي. گهر ويٺي، بنا محنت ۽ تڪليف جي، ان درجي تي پهچڻ ڪوڙيون سڏون ڪرڻ آهن.

## 3. بي خوف ۽ باهمت

شاهه صاحب جو سنڌين لاءِ ٽيون پيغام، همت ڌارڻ جو آهي. جنهن ماڻهوءَ يا قوم کي خوف جي بيماري ويڙهي ويل هوندي، سي نه آزاد ٿي سگهندا ۽ نه ترقي ڪري سگهندا. جتي ايمان آهي، اتي خوف نه آهي، جتي خوف آهي، اتي ايمان نه هوندو. مؤمن ايمان کان سواءِ ٿي نه سگهبو. بزدلي، جهالت، احساس ڪمتري ۽ بي اتفاقيءَ ڪري خوف پيدا ٿئي ٿو.

جڏهن ڪي خودمطلب مڪاني حاڪم، عوام کي ڪمزور ۽ بزدل بنائي پنهنجو شخصي اقتدار قائم رکڻ گهرندا آهن ته پيا وري خودمطلبي ۽ خانه جنگيءَ

جو فائدو وٺي، ساري قوم کي غلام بڻايو ڇڏين ٿا. مقصد ان رانڊ وانگر سولو ڪم نه آهي، جا ڳپرو ڪيڏندا آهن، هتي ته سسي نيز جي پاند تي اڇلي اڏ ڪرڻي آهي.

دهشت جا درياهه لنگهڻا آهن، جت لُڙَ لهريون، لس ليٽ هوندا آهن ۽ جن درياهن جو سَنڌو سيڙهو ڪونه هوندو آهي، اتي سچا پيڙا سِير ۾ هيٺ هليا ويندا آهن، جن مان پرزو به پيدا نه ٿيندو آهي، جتي بحر جا سٽاڻا سيسار ۽ هيبتناڪ واڳون هزارين هوندا آهن. اتي اڻ تارن کي صرف ساهڙ جي صلاح پار لنگهائي سگهي ٿي، جا اها آهي ته:

جنان وهي تنان واٽَ، ڪپر پڇن ڪوڙيون،
جن کي سڪ ساهڙ جي، سي گهيڙ نه پڇن گهاٽ،
جن کي عشق جي اُساٽَ، سي واهڙ پاڻين وڪڙي.

شاهه صاحب سنڌين ۾ جهالت، احساس ڪمتري، بي اتفاقي ۽ سستي ڏٺي ۽ انهن جملي مرضن لاءِ، هڪ ئي واحد علاج، همت ۽ بهادريءَ جو ڏسيائين.

4. قرباني

سنڌين لاءِ شاهه صاحب جيڪو چوٿون سنيهو ڏنو آهي، اهو قوم ۽ ملڪ جي آزادي ۽ ترقيءَ جي رستي ۾ هرهڪ سنڌيءَ کي پنهنجي شخصي ۽ طبقاتي مفاد کي قربان ڪري، عوام جو ڀلو گهرڻ جو آهي، ڇاڪاڻ اهڙي قوم يا ملڪ ترقي ڪري نه سگهندو، جنهن جي فردن ۾ قرباني جو مادو نه هوندو آهي. شاهه صاحب فرمائي ٿو ته:

تون جي ڪالهه مُئي، ته ڪالهه ئي گڏئين پريںءَ کي،
ڪڏهن ڪا سُئي، ته ڪا سگهي گڏي سڄڻين.

شاهه صاحب چوي ٿو ته انهيءَ فنا في القوم جي درجي کي پهچڻ لاءِ، سر جي سٽ ڏيڻي پوي ٿي. ڪامڻ سنڌيون خبرون پتنگن ڪان پڇي ڏسو، جي پنهنجي جيءَ کي آٿيو آگ ۾ جلائين ٿا، هو پهه پڇايو مچ تي مڙن ٿا ۽ لهس ڏسي لچڪن ڪين ٿا، سچ مٿي سڙيو وڃن ۽ ڳچين سندا ڳچ وڃايو ڇڏين. جڏهن باهه ٻري ٿي ته هو چڙهيو پيا چڪاسين ۽ ڏسيو پيا وهسن ۽ پاڻ ڪٽيو ڪوري ۾ وجهن. ڪنهن جاءِ تي اڱرن جو مثال ڏئي چوي ٿو ته:

هيءَ پر اڱارن، ٻڌاهين ٻرن جي،
هڪ ڪوري ڪانئيا، ٻيو ڏوڙي منجهه ڏگن،
پاٿيا، لهارن، ميڙي رکيا مچ ليءَ.

انهن کي لهار باريو اجهائيـن، وري اجهايو باريـن ٿا، تہ بہ هو پنهنجي ڪم ۾ پورا آهن. وري ملڪ جي خادمن کي مخاطب ٿي چوي ٿو تہ:

جان وڍيو هئيـن تان وبهہ، نہ تہ ونيو واٽ ونءُ تون،
هي تنيـن جو ڏيهہ، ڪاتي جنيـن هٿ ۾.

انهن کي وري وري چوي ٿو تہ، جي تون سڪڻ سکيو آهيـن تہ ڪاتيءَ پٺي ۾ ڪنجهہ ۽ ڪلالن جي ماٽيءَ وٽ پنهنجو مٿو ڪاتي رکڻ لاءِ تيار ٿي وڃ ۽ سر ست ۾ ڏيئي، پوءِ انهيءَ محبت واري مڌ مان ڪي پيـاليون پيئج. اڳتي هلي وري فرمائي ٿو تہ:

اصل عاشقن جو، سرُ نہ سانديڻ ڪم،
سو سسنئان اڳرو، سَدو دوستان دم،
هي هڏ ۽ چم، پڪ پريان جي نہ پڙي.

سوريءَ چڙهڻ جو بيان ڪري چوي ٿو تہ:

سوري آهي سينگارُ اصل عاشقن جو،
مُڙن، موٽڻ ميهڻو، ٿيا نظاري نروارُ،
ڪُسڻ جو قرارُ، اصل عاشقن جو.

وري چوي ٿو تہ هڪ ٻن عاشقن جي پيدا ٿيڻ مان ملڪ ۽ قوم جو ڇوٽڪارو ٿيڻ وارو نہ آهي، اتي تہ ڪيئي ڪروڙين عاشقن جو پيدا ٿيڻ ضروري آهي. ڇاڪاڻ تہ ڪلالڪي گهر، ڪُسڻ جو ڪوپ پيو وهي، اتي وڍڻ، چيرڻ، چچرڻ، انهن جي پهٽ ۽ پُر ٿي وئي آهي ۽ عاشقن کي وري مرڻ ۾ مشاهدو پيو ٿئي.

## 5. ستايلن جي سنگت ۽ حمايت

شاهہ صاحب جا مٿي ذڪر ڪيل پيغام، رواجي طرح تہ هر سنڌيءَ لاءِ آهن، پر ڪيس خبر هئي تہ انهن ڳالهيـن تي عمل ڪرڻ اهڪو آهي ۽ انهن ذريعن جي وسيلي، قومي آزاديءَ ۽ ترقيءَ جي مقصد کي پهچڻ جو پنڌ اٿانگو آهي.

جتي باري بر ۽ ٿڪائڻ وارا ٿَر سجن ٿا، اتي جبل جلدائي ڪري تڪ جو تاءُ ڏيکارين ٿا، ڪڪر ڪوسا ٿيـن ٿا ۽ رڻ تتو رائو آهي، جوراڻي جبل جو سفر ستاٽو آهي. وٽڪار جي وڏن وڻن ۾ نيلا نانگ رهن ٿا، ڄٽ ڪڙم قبيلا ساٽ نٿا ڏين، اتي سڀ ڪا سڌ ڪانہ ڪندي، صرف جن جو اندر اڏ هوندو، سي ئي ڏونگر ڏوري سگهنديون. انهيءَ ڪري سنڌس خطاب پَڪَنِ ۾ رهڻ وارن پنوهارن، ڏيهہ جي

ڏوتيـن، مالن چارڻ وارن مارن، هر ڪاهڻ وارن هاريـن، رهندڙ سنگهارن، پيار پريل سيٽن ۽ سرتين، ڪارن ۽ چارن وارن، مڇي مارڻ وارن مهاڻن، جن جي پاهوڙا پوشاڪ آهي، وڏيءَ جي واڍيوڙن پاروچين پارن، سڪا سبند ڪچن ۾ ۽ پراڻن ڪتيـن ۾ نيڻ تمائيندڙ ڪاهوڙين، پکھ پاسي گهاريندڙن ۽ سڙهه سنپاهيندڙ سامونڊيـن، گوندر ۾ گذاريندڙن، پهڻن تي پاسا ڪوڙيندڙن؛ سچ جي سفر وارن، نه پڌي ۽ نه سُئيءَ جوءِ جي ڏوريندڙن، جِت پکيءَ جو پير نه هجي، اتي باهڙي تمڪائيندڙن طرف آهي. انهيءَ ڪي خبر هئي ته سندس پيغام ۽ سنيهن تي عمل، لوڪ جي لياڪن رکڻ وارن، نام نشان پوپان هلندڙن، مال مڏيون گڏ ڪندڙن، سک جي سانڍيندڙن، گندي ۽ گراهه جي گولن، پٽ ڪٽي پندڙن، سنجهي سمهي رهندڙن، پاڻ جي پوچا ڪرائڻ وارن، ماني ۽ ماڳ موچاري پٽيان هلڻ وارن، جسن ۾ جڏن، پر ڪيڻ ۾ ڪڙن، مٺي تي ماٺڪ وڪٽندڙن، ماٺهن ڪان منهن ڪيو آنو ۽ آن پنندڙن (جن ڪي اڄڪلهه جي زبان ۾ لقبن ۽ لالچن تي ضمير وڪٽڻ وارا، ميمبرين ۽ وزيرين خاطر ملڪ ۽ قوم قربان ڪرڻ وارا، رشوتن مان مال ۽ ملڪيتون ڪٺي ڪرڻ وارا، ٿوري جوف خاطر، ڌاريـن جا جوتا صفا ڪرڻ وارا، چاٽي سچاٽي ناحق ڪان ڏچي ماٺ ڪرڻ وارا، بداخلاقيءَ جو اڏو هنڻ جي باوجود ديـن جو نعرو لڳائڻ وارا، مسڪينن، خانه بدوشن، اڻ ڄاڻن جي ڪمائي تي عيش عشرت ڪرڻ وارا، ظلم ۽ ستم ذريعي پنهنجي طاقت قائم رکڻ وارا سڏي سگهجي ٿو) ڪان ڪيـن ٿي سگهندو، تنهن ڪري اهڙن ماٺهن ڪي مخاطب ٿي چوي ٿو ته:

اڻ ڏکوبون ڏکن جي، چو ٿيون پٽر پون،
ناهه اوراتو ان ڪي، ٿيون لوڪ رپائون رون،
پنڻ پيڙيون هون، پار تنيـن جا پڌرا.

هو سنڌ جي مظلوم ۽ مسڪيـن عوام ڪي غربت، جهل، بداخلاقي، ظلم ۽ ڏاڍائي ڪان آزادي ڏيارڻ واسطي گڏ ڪرڻ گهري ٿو، ڇاڪاڻ ته ڪيس خبر هئي ته ملڪ ۽ قوم جي آزادي ۽ ترقيءَ جو موڪ به انهن وتان ٿيڻ وارو آهي ۽ چوي ٿو ته:

اڃو سوزن واريون، ڪريون سور چار،
ڪن گهٽا ڪن ٿورا، ڪانهي سورن ڏار،
ڏنا جي ڏاتار، سي جهوليءَ پائي مون جهليا.

هن ڪي بنگلن ۽ محلاتن ۾ رهندڙن، پٽ پٽيهر پهريندڙن، بوڙ پلاءَ ڪائيندڙن، موٽرن ۾ چڙهندڙن ۾، عوام لاءِ اتي ڪا جفاڪشي ڪرڻ جي ٿوري اميد به نه هئي. آخر ڇا جاءِ ۾ ڏي اها جلندي، تنهن ڪري چوي ٿو ته:

سگھن سڌ نہ سور جي، تہ گھايل ڪيئن گھارين،
پيل پاسو پٽ تي، واڍوڙيل نہ وارين،
پر ۾ پچن پرين لاءِ، هي هنجون هارين؛
سڄڻ جي سارين، تن روبو وهامي راتڙي.

هو محب وطن ماڻهن کي صلاح ٿو ڏئي تہ جيڪر جهوپڙين ۽ ڪکائن مَنهن، ٿرن ۽ برن، جيلن ۽ اسپتالن وغيره ۾ ڏکي حياتي گذاري رهيا آهن، تن جي خبر لهن، انهن جا ڏک ۽ سور ٻڌن. انهن جا مسئلا سمجهن. ملڪ مان بک، اُگهاڙ، بيماري ۽ مصيبت ڪيڏڻ لاءِ رٿون ۽ مشورا ڪن، پوءِ ئي هو سچا خادم سڏائڻ جا حقدار ٿي سگھندا. چوي ٿو تہ:

رهي اڄڃي راتڙي، تن واڍوڙين وٽان،
جن کي سور سرير ۾، گھٽ منجهاران گھاءِ،
لڪائي لوڪان، پاٿهين ٻڌن پٽيون.

ان وقت ان زماني جي صاحب اقتدار طبقي جي ماڻهن (جن ملڪ ۽ قوم جي ليڊريءَ جي واڳ بہ پنهنجي حوالي ڪئي ڪئي هئي ۽ باوجود وڏين دعوائن جي ملڪ ۾ پنهنجي طبقاتي مفاد لاءِ مسڪين، بي علم، مظلوم ۽ ڪسمپرس حالت ۾ رکيو وينا هئا) جي حالت کي ڏسي، انهيءَ طبقي مان قطعاً نااُميد ٿيو هو ۽ ظاهر ڪيائين تہ:

ڪنيس ڪ ويڄن، تن طبيب نہ گڏيا،
ڏئي ڏنپ ڏڏن، پاٿان ڏيل ڏڪوٽيو.

هو ساڳي طرح متعصب، تنگ نظر، خودمطلب ۽ دنيا خاطر دين وڃائيندڙ مُلن ۽ مولوين مان بہ راضي نہ هو، هن کي خبر هئي تہ:

پڙهيو ٿا پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوب ۾،
پاتان ڏوهہ چڙهن، جيئن ورق وارين وترا.

ملڪ ۽ قوم جي خادم ٿيڻ لاءِ، هو ڪي شرط مقرر ٿو ڪري، جيڪي انهن پٽاندر هلندا، سي ئي ان ڪم لاءِ لائق ٿي سگھندا. چوي ٿو تہ:

سَپ سگيون ٿي نڪرو، لالچ ڇڏي لوپ،
سپيريان جي سوپ، نندون ڪندي نہ ٿئي.

جن ماڻهن ۾ اهي ڳالهيون موجود نہ آهن، مستقبل تي حال ۽ عوامي فائدي تي شخصي فائدو مٿانئن لاءِ تيار آهن ۽ قوم جي مجموعي نفعي کي پنهنجي طبقاتي مفاد تي قربان ڪن ٿا، تن لاءِ چوي ٿو تہ:

وصل تنهن وڃائيو، سينڌ سرمي سئين،
سا لوني ليلان جيئن، مٿيو جنهن مڻ ڪيو.

هن سنڌ جي صاحب اقتدار طبقي جي خامين جي باوجود، سنڌي عوام مان اُميد ڪانہ لاٿي هئي ۽ انهن مصيبت زده، ستايل غريب ۽ اڻ ڄاڻ ماڻهن کي دلداري ڏئي، هن طرح مخاطب ٿئي ٿو:

ڏکي ڏک مٿي ڪري، ونءُ ڇپر پيهي،
گڏبئي ڏيهي، سوڏيون ڏيندءِ خبرون.

وري چوي ٿو تہ:

پيڙَي بڌُ پيهار، سورائتي سندرو،
ڏونگر توهان ڏار، ڪانہ ڏوريندي ڏک سين.

هو تڪليفن ۽ مصيبتن سان عادي ٿيڻ ضروري ٿو سمجهي، ڇاڪاڻ تہ جيسين ماڻهو انهيءَ جو عادي ۽ هيراڪ نہ ٿيو آهي، ان وقت تائين هن ڪان ڪرب بلند خيال ۽ اعليٰ مقام وارو ڪم پورو نہ ٿي سگهندو. تنهن ڪري چوي ٿو تہ:

سوُ سڪن ڏيئي، وَرهُہ وهايم هيڪڙو،
مون کي تنهن نيئي، پير ڏيکاريو پريںءَ جو.

سورن جا هيراڪ ٿيڻ بعد، ملڪ جي خادمن جو جيڪو حال ٿئي ٿو، انهيءَ جا هينيان اهڃاڻ ٿو ڏسي:

ڏکوين اهڃاڻُ، ڪُلهي ڦاٽل ڪنجرو،
وَجن گوندر گڏيون، لوڪ نہ آڇين پاڻُ،
سورن اسان ساڻُ، ٻنڌيءُ ني نينهن ڪيو.



## فصل ڏهون

# شاهه صاحب ۽ سياسي نظريا

شاهه صاحب جي سياسي نظرين بنسبت، ڪجهه ذڪر آءٌ پٺي فصل ۾ اڳيئي ڪري آيو آهيان ته ان زماني، ماحول جا شاهه صاحب تي ڪهڙا اثر پيا. جنهن صورت ۾ انهيءَ زماني جا تفصيل وار تاريخي احوال ملي نٿا سگهن، ان ڪري جيڪو به تاريخي احوال ملي سگهيو اٿم، ان تي ڳوڙهي ويچار ڪرڻ بعد، شاهه صاحب جي ڪلام کي پڙهڻ ۽ وقت جي سياسي حالات کي مدِنظر رکي، قوي دليلن جي بنياد تي، آءٌ جن نتيجن تي پهتو آهيان، تن جو ذڪر هن فصل ۾ ڪندس. ممڪن آهي ڪي تاريخدان يا اهل علم منهنجي هيٺ ذڪر ڪيل نتيجن سان شامل راءِ نه ٿين، پر آءٌ جن نتيجن تي پهتو آهيان، انهن لاءِ مون کي ڪافي دليل ۽ ثبوت آهن ۽ جيسين ان ڪان وڌيڪ قوي دليلن سان انهيءَ نتيجن کي ڪنهن رد نه ڪيو آهي، مون کي پورو حق آهي، انهن خيالن جو اظهار ڪرڻ جو. اهو ته دنيا جو دستور آهي، هڪ مريض جي تشخيص ۾ به ڪو چِدو، به ڊاڪٽر پاڻ ۾ متفق ٿيندا آهن. تنهنڪري ممڪن آهي، ڪي صاحب مون سان به متفق نه ٿين. ان زماني ۾ دنيا جا سياسي نظريا اڄڪلهه وانگر صاف ٿي، ڪن بنيادي اصولن تي ظاهر ٿيل ڪونه هئا. سنڌ ۾ ان وقت شخصي راڄ هو، تعليم گهٽ هئي، مغربي دنيا جي تهذيب ۽ تمدن سان، هتي ماڻهن جي واقفيت ڪانه هئي، اسيمبليون، وزارتون، چونڊون، ووٽن وٺڻ لاءِ، ڪن پروگرامن جي بنياد تي، ماڻهن کي اپيلون ڪرڻ، ڪن اصولن جي بنيادن تي سياسي پارٽيون جو نهڻ، سوشلزم، نيشنلزم، پئن - اسلامزم، ڪئپيٽلزم، فاشزم، ڪميونزم وغيره جا نظريا موجوده صورت ۾ ڪونه هئا. سنڌ ۾ جاگيرداري نظام ۽ مذهبي، نظرين جي هيٺ حڪومت جو ڪاروبار هلندڙ هو. انهيءَ وقت جي سياسي نظام ۽ ڪاروبار جي هاڻوڪي وقت جي معاملات سان مشابهت نيڪ نه ٿيندي، ليڪن ان ڳالهه ۾ وڌاءُ نه ٿيندو ته مٿي ذڪر ڪيل نظريا جيڪڏهن سنڌن موجوده صورت ۾ ان وقت نه هئا ته به انهن نظرين جا ابتدائي عنصر ته ضرور موجود

هئا. جيڪڏهن جاگيردارن ۽ هارين جو وجود ان وقت ثابت ٿئي ٿو ته ان مان سوشلزم جي لاءِ مواد موجود هئڻ جو ثبوت ملي ٿو.

سنڌ تي ڌارين جي ڪاهن، تسلط ۽ اقتدار جا واقعا ۽ سنڌين طرفان پرپور مقابلا، آزاديءَ لاءِ جدوجهد واسطي ڪوشش جا مثال تاريخ ۾ موجودي هوندي، سنڌ اندر نيشنلزم جي جذبي يا تحريڪ جو بنياد ڪهڙي به شڪل ۾ هئڻ کان انڪار ڪرڻ بي سود ٿيندو. سومرن ۽ سمن جي گهراڻن جون ڌارين سان جنگيون ۽ مڪاني شاعرن جا انهن جي ساراهه ۾ قصيده چوڻ مان قوم پرستيءَ جي بوءِ اچي ٿي.

سيد محمد ميران جونپوري ۽ ٻين مسلمان مذهبي ليڊرن جي تحريڪن ۾ پئن اسلامزم جا صفا چٽا آثار نمايان نظر اچن ٿا. انهيءَ وقت جي مثالن مان قاضي قاضن جي شاهه بيگ محمد ارغون پنهنجي پير پائيءَ جي حمايت ڪرڻ به ان ڳالهه جو ثبوت ڏئي ٿي.

البت ڪئپيٽلزم پنهنجي موجوده منظم صورت ۾ موجود نه هو، ليڪن اهو ته اجا تائين به سنڌ ۾ مغربي نموني ۾ پيدا ڪونه ٿيو آهي. جنهن صورت ۾ فاشزم جا بنيادي متا هي آهن، ته چند ماڻهو پنهنجي شخصي يا طبقاتي مفاد خاطر، عوام جي آزاديءَ کي ختم ڪري، طاقت جي زور تي انهن تي قابض ٿي عوام جي زندگيءَ جي هر معاملي ۾ دست اندازي ڪن ۽ انهن کي پنهنجي مخصوص نقطه نگاهه مطابق زبردستيءَ هلائين ته اهڙي فاشزم جا آثار، ڪلهوڙن جي طريقي حڪومت ۾ عام جام ڏسجن ٿا.

مخدوم محمد هاشم ٺٽويءَ جي فتوائن کي حڪومت طرفان نافذ ڪرڻ، ڪهڙن واري بزرگ ميان عبدالرحمان ۽ شاهه عنايت صوفيءَ جون اختلاف راءِ جي ڪري، شهادتون ڪرائڻ، انهيءَ ڳالهه جو ڪافي دليل آهي. مسلمانن کي هڪ خاص نموني جون ڏاڙهيون رکائڻ، سٿڻ پارائڻ، ڪرِن ڪٽائڻ تائين مجبور ڪرڻ، هندن جي مذهبي رسوم تي ڪي پابنديون لڳائڻ جي واقعن مان ”فاشلزم“ جا پڌر آثار نظر اچن ٿا.

ڪميونزم جو نظريو ان وقت موجوده صورت ۾ نه هو، ليڪن ان جي پيدائش لاءِ مواد موجود هو. جيئن ڪاٺ ۾ باهه هميشه موجوده هوندي آهي، ليڪن اها ظاهر تڏهن ٿيندي آهي، جڏهن ان جي دڪائڻ لاءِ ڪارڻ پيدا ٿئي ٿو. ڏڪوبل، ستايل، بي گهر ۽ انگ اگهاڙن ماڻهن جو موجود هئڻ، ان ڳالهه جي ثابتي آهي ته، ان وقت به جماعتي نظام جي خرابين ڪري، انقلاب جي شديد ضرورت موجود هئي.

تنهن ڪري شاهه صاحب جي ڪلام مان، هيٺين نتيجن ڪڍڻ لاءِ، مونکي ڪافي سبب آهن. منهن جي خيال موجب شاهه صاحب:

1. نيشنلزم جو حامي هو.
2. جمهوريت جو طرفدار هو.
3. سندس رجحان سوشلزم طرف مائل هو.
4. هو پئن - اسلامزم جو حامي ڪونه هو.
5. ڊڪٽيٽرشپ يا فاشزم جو مخالف هو.
6. شاهوڪاري نظام جو مخالف هو.

آءٌ هيٺ سندس ڪلام مان حوالا ڏيئي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس ته مٿي ذڪر ڪيل نتيجا ڪيتري قدر صحيح آهي.

## 1. نيشنلزم (قوم پرستيءَ) جي حمايت

قوم پرستيءَ لاءِ ٻن ڳالهين جي ضرورت ٿئي ٿي. هڪ جاگرافي ۽ لساني لحاظ سان ملڪ جو تصور ۽ ٻيو انهيءَ وطن جي بنياد تي قوميت جو تخيل.

هن ڪتاب جي چوٿين ۽ پنجين فصل ۾ مون شاهه صاحب جي سنڌ ملڪ بابت خيالات ۽ سندس قومي تصور بابت گهڻو ڪجهه لکيو آهي، تنهن ڪري ساڳين دليلن کي هتي دهرائڻ ضروري نٿو سمجهان. جن ماڻهن کي ان ۾ شڪ هجي، سي شاهه صاحب جي ڪلام مان، مارئيءَ جو سر محب وطن جي نگاهه سان پڙهي ڏسن ته پتو پئجي ويندن.

## 2. جمهوريت جي طرفداري

انهيءَ ڳالهه کان انڪار ٿي نٿو سگهي ته شاهه صاحب عوام جي اتفاق جو حامي ۽ ستايلن، مسڪينن، ڏکويلن جي ڳڏجڻ ۽ ٻڌيءَ جو طرفدار هو. هن کي عوام ۾ نااتفاقي ڏسي، ڏاڍو ارمان ٿي ٿيو ۽ پکين جو مثال ڏيئي کين شرمايائين ٿي ته، اي ماڻهؤ اوهان ۾ پکين جيترو به شعور نه آهي:

وڳر ڪيو وتن، پرت نه ڇنن پاڻ ۾
پسو پکينڙن، ماڻهونئان ميٺ گهڻو.

هڪ جاءِ تي سنڌ جي عوام کي پنهنجي مشهور لقبن مان هڪ جي نالي ڇني ٿو ته، اي سنگهارَ، قوم جي ترقيءَ ۽ بهتريءَ جو خيال ڏاري، وري جدائي ڪرڻ اهو سچن قوم پرستن جو ڪم نه آهي. چوي ٿو ته:

ڏڻ ڏارڻ، ڏار رهڻ، اِيءَ نہ سنگهارن سٽ،
ڪامي ايندا ڪڏهين، مٿي وانڍ وهٽ،
جي هاٿو هونئي هٽ، تہ بہ اوڙ لاهہ م ان جو.

سنڌ جي عوام ۾ گذر جي تنگيءَ، جاگيردارن جي پاليسيءَ، ملن جي تعصب ۽ پيرن جي خود مطلبيءَ ڪري، جو نااتفاقيءَ جو ٻج ڇٽجي ويو هو ۽ ساري قوم جو شيرازو ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو هو، ان تي ارمان ڪندي ظاهر ٿو ڪري:

ڪٿا منجهہ قرار، هٿا هيڪاندا سنگ ۾،
ڳاهي ڳاهہ فراق جي، ڪيا ڏارون ڏار،
نہ ڄاڻا پيهار، ميلو ٿيندو سڄڻين.

هڪ هنڌ اتفاق ۽ ٻڌيءَ جا فائدا بيان ڪندي چوي ٿو تہ:

جي پائين وس چران، تہ سنگهارن سان لڏ،
تہ هاڃي سندي هڏ، ڪرڪ نہ سٽين ڪڏهين.

سورٺ جي سر ۾ راءِ ڏياچ ۽ ٻيجل جي قصي ۾، هن ٻڌايو آهي تہ ڪيئن نہ عام راءِ، بادشاهن جا بہ ڪنڌ نمايو ڇڏي:

'نايو نوابن جا، ٻوريو ڪڍي ساهہ'

محلين آيو مڱڻو، ڪٺي ساز سُري،
لڳي تند تنبير جي، پيا ڪوٽ ڪري،
هنڌين ماڳين هوءِ ٿي، تنهنجي ٻيجل دانهن ٻُري،
جهرنا ڳڙهہ جُهري، پوندي جهانءِ جهروڪ ۾.

وري هڪ گوشہ نشين يا عوام ڪان پري، وطني ياءُ ڪي ٿو چوي تہ:

وڪر وساري، وڻجين ڪٿيءَ مات ڪري،
ڪ تو نہ ماري، رُڻ جُهڻ سندي سڄڻين.

سندس ڪلام جا اهي اشارا سندس جمهوريت پسنديءَ لاءِ ڪافي دليل آهن.

## 3. شوشلزم جي طرف رجحان

شاهہ صاحب غريبن جو طرفدار هو ۽ ستايلن کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪيائين، ان جا مثال اڳيئي پيش ڪيا ويا آهن، هتي سندس ڪلام مان ٻيا مثال

ڏيئي، ان ڳالھ کي واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس تہ جيتوڻيڪ شاھ صاحب سموري وطن جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ، بارش (انقلاب) جي دعا پئي گهري آهي، پر انھيءَ مان سندس مقصد غريب عوام جو سک هو ۽ نہ شاهوڪار طبقي جي سک. هوصاف چئي ٿو تہ اي سارنگ (انقلاب) اُجين ۽ بُکين جي سار لهيج ۽ اَن (رزق) گهڻو ڪج، جو سنگهار (عوام) سڪيا ٿين.

سارنگ سار لهيج، الله لڳ اجين جي،
پاڻي پوچ پٽن تي، ارزان ان ڪريج،
وطن وسائيج، تہ سنگهارن سک ٿئي.

انھيءَ سوسائٽيءَ جي انقلاب مان جو ملڪ جي اقتصادي آزاديءَ جي بارش بعد پيدا ٿئي ٿو، سندس مقصد هاري ڪلاس جي خوشنودي هئي. چوي ٿو تہ:

منڊ ٿي منڊل وچيا، تاڙي ڪي تنوار،
هارين هڙ سنباهيا، سرها ٿيا سنگهار،
اڄ پڻ منهنجي يار، وسڻ جا ويس ڪيا.

شاھ صاحب ڏڪارين، مهانگي لاءِ ميڙڻ وارن، پنجن مان پندرهن ڪرڻ وارن، ظالم زميندارن جي سخت برخلاف هو، انهن جي ختم ٿيڻ لاءِ دعائون گهريون اٿس. سندس چوڻ موجب سچي اقتصادي آزاديءَ جي بارش (انقلاب) اهي سڀ آفتون ملڪ تان تاري ڇڏيندي:

حڪم ٿيو بادل کي، تہ سارنگ سات ڪجن،
وڃون وسڻ آئيون، ٿهہ ٿهہ مينهن ٿمن،
جن مهانگي لئي ميڙيو، سي ٿا هٿ هڻن،
پنجن مان پندرهن ٿيا، انين ٿا، ورق ورن،
ڏڪاريا ڏيه مان، شال موذي سڀ مرن،
وري وڏي وس جون، ڪيون ڳالهيون ڳنوارن،
سيد چئي سيڻ، آھ توھ تنهنجي آسرو.

پنهنجي سنڌڙيءَ جي عوام کي، جڏهن ڏتڙيل ٿي ڏٺائين تہ دعائون ٿي گهريائين تہ شل اهي سڪيا ستابا ٿين ۽ گهر اڏي تمدن جي حياتي گذارين. فرمائي ٿو تہ:

ونهيان ٿين وٿاڻ، ڏرڪا هئي هٿان جي،
اوءِ پيٺيون ۽ پاڻ، موٽي مارن آڏيا.

غريب مچي مارڻ وارن اڏ اُگهاڙن ۽ اڏ بکين کي به نه وساريو اٿس ۽ دعا گهري چوي ٿو ته:

گند جن جي گوڏ ۾، پاپوڙا پينام،
انهينِ کي انعام، مجر ميڙيو ئي ٿيو.

شاهه صاحب وٽ ڇام ٿماچي عوام جو حقيقي ليڊر آهي، جنهن وٽ وڏ ماڻهپ جي شيخي نه آهي ۽ چارو ڪلهي تي ڪيو جبيرن جي وچ ۾ جهلي رهيو آهي، جنهن جي اڳيان سميون ۽ سومريون جي اوچي ڳاٽ اچن ٿيون، سي ڪيس ياد نه آهن. ان کي صرف ڪينجهر ڇاٽين جي تات آهي ۽ وٽس گند سان گوڏين پريل، مٽي تي ڪکيءَ هاٽيون ڪاريون ۽ هٿن ۾ ڇڇيءَ هاٺان ڇچ ساڻ ڪري، ڪاريون، ڪوجهيون مهاٽيون، صبح ۽ شام اچن وڃن ٿيون. راڻين ۽ سمين حڪمران قوم جي وڏن ماڻهن لاءِ، هن وٽ ڪا جاءِ نه آهي، هن گندرن کي گاڏيءَ چاڙهي ڪٽي نوازيو آهي. هن انهن کي سڃاڻي سندن ٻانهن ۾ پنهنجي محبت جو ہيڙو ٻڌو آهي ۽ ڪين مڏ، ميناٽيون، مکڙا مڙيئي معاف ڪري ڇڏيا اٿس. شاهه صاحب چوي ٿو ته:

ٿيا ٿماچي ڄام سين، مهاٽا محروم،
تندي وڏي گندري، مٿي ماڙي ڏوم،
جي ڪينجهر جي روم، سي سڀ انعامي ٿيا.

ڪاريون، ڪوجهيون، ڪُوڙيون، مور نه مرچاريون،
وٺي وينيون وات تي، ڪکيءَ جون ڪاريون،
انهن جون آريون، سمي ريءَ ڪير سهي.

## 4. پٿن - اسلامزم جي طرفداري

آءٌ هن ڪتاب ۾ ہين جاين تي ٻڌائي چڪو آهيان ته ابتدا ڪان وٺي مسلمانن ۾ هڪڙو گروهه اهڙو به پيئي رهيو آهي، جو مسلمانن کي دنيا جي بهترين ۽ انسانن جي رهبريءَ لائق قوم سمجهي، ساري دنيا تي غلبه اسلام جي نالي ۾، خلافت جي حڪومت قائم ڪرڻ جي فائدي ۾ ئي رهيو آهي. خليفن ۽ مهدين جو وجود به انهيءَ اصول جي بنياد تي پيئي رهيو آهي ۽ "پٿن اسلامزم" انهيءَ نظريي جو جديد نالو آهي. انهيءَ نظريي مطابق جهاد، مسلمانن جي برتري ۽ غلبي جو مڃڻ لازمي ٿيون ٿيو پيون. جيڪڏهن انهن ڳالهين جي صداقت ۾ ويساهه رکبو ته

اسلام جا بنيادي اصول، امن ۽ سلامتي، مساوات ۽ جمهوريت جا رَدَ ٿي پوندا، هر صوفي اسلام جي اهڙي تخيل جي برخلاف پئي رهيو آهي.

شاهه صاحب وحدت الوجودي ٿي ڪري، اهڙا خيال رکي نٿي سگهيو، ازانسواءِ هن کي معلوم هو ته هزار ڪان به مٿي ورهيه گذري چڪا هئا ته، انهيءَ نظريي جي پوئلڳي ڪندڙن جي طرزِ عمل مان، اسلام کي فائدي بدران نقصان پئي رسيو هو. اسلام کي هڪ محدود دائري ۾ بند ڪري، ان جي فروغ کي نقصان پئي پهچايو ويو.

شاهه صاحب جڏهن:

پريان سندي پار جي، مڙئي منائي،
ڪانهي ڪڙائي، چکيس جي چيت ڪري.

جي اصول کي مڃيو ٿي ته، اهڙي بزرگ کان پڻ اسلامزم جي نظريـن کي مڃڻ جيڪو "فاشزم" جو هڪ قسم هو، اجائي اُميد ٿيندي.

## 5. ڊڪٽيٽرشپ جي مخالفت

جنهن سوسائٽيءَ ۾ شخصي آزادي نه هجي، جتي حڪومت جي واڳ چند ماڻهن جي هٿ ۾ هجي، جي ان کي پنهنجي شخصي ۽ طبقاتي مفاد لاءِ ڪتب آڻين ۽ پنهنجا خيال، حڪم، طريقا زوريءَ عام ماڻهن مٿان مڙهين، اهڙي طريقي حڪومت کي فاشسٽ يا ڊڪٽيٽرانه حڪومت سڏبو آهي، اهو طريقو جمهوريت جي مخالف آهي. شاهه صاحب جيڪو ستايلن جي سنگت ڪئي ڪرڻ جو حامي هو، سو اهڙي دستور جو حامي ٿي ڪين ٿي سگهيو. ازانسواءِ هر صوفي شخصي آزاديءَ جو ايترو گهڻ گهرو آهي، جو منجهانِ ڪي ته وجي 'انار ڪزم' جي اصول جا قائل ٿين ٿا، هو هر ظلم ۽ زبردستيءَ جي مخالفت ڪرڻ گهرن ٿا، پوءِ ڪٿي اها زبردستي مذهب يا سوسائٽيءَ جي نالي ۾ ٿي چو نه هجي. اهڙن ماڻهن کي مخاطب ٿي هڪ هنڌ چوي ٿو ته:

ماري مريس شال، ڊٻ وجنئي ڊيبون،
جيئن تو اچي ڪالهه، وڏو ٻوچ ورهن ڪي.

اهي ڊڪٽيٽر جڏهن تمام طاقتور ٿي، ڪنهن جي پرواهه نٿا ڪن ۽ جذبات کي ٺوڪر هڻي، پيرن هيٺان لتاڙڻ جي ڪوشش ٿا ڪن ته، انهيءَ وقت شاهه صاحب سندن لاءِ چوي ٿو ته:

مَتو آهين مچ، ٿلهو ٿو ٿونا هٿين،
تو جا پانڻين اَچ، تنهن پاڻي پنڻي ڏينهڙا.

## 6. شاهوڪاري نظام جي مخالفت

آءٌ مٿي لکي آيو آهيان ته شاهه صاحب جي طبع جو رجحان سوشلزم طرف هو، تنهن ڪري ان جو لازمي نتيجو اهو نڪرڻو آهي ته هو هر اهڙي نظام جي برخلاف هجي، جنهن مان سنڌ مارو ۽ سنگهار بکيا، اُجيا، اُگهاڙا ۽ بي گهر خانه بدوش زندگي گذارين ۽ چند شاهوڪار طبقي جا ماڻهو پيا مزا ماڻين. مارئيءَ جو مثال ڏيڻي هو ٻڌائڻ گهري ٿو ته، اها ڪيڏي به قيمت تي، سواءِ مارن جي سڪڻي ٿيڻ جي، پنهنجي شخصي حالت بدلائڻ لاءِ تيار نه آهي، هوءَ باوجود عمر جي هزار آڇن جي مارن کانسواءِ پاڻ کي سکي نٿي سمجهي، جڏهن هن جا مارو ولهه ۾ سمهن ٿا ته هيءَ ڪينئن سوڙن ۾ سمهڻ برداشت ڪندي. هو چوي ٿو ته:

آءٌ ڪينئن سوڙين سمهان، مون وَرُ گهاري ولهه،
ڪتيرن تان ڪل؛ عمر ڪج مَ اِهڙي.

ايءَ نه مارن ريتِ، جو سيڻ مٽائين سون تي،
اچي عمرڪوٽ ۾، ڪنديس ڪانه ڪُريتِ،
پکن جي پريتِ، ماڙن سين نه مٽيان.



## فصل يارهون

# شاهه صاحب ۽ اسان جون جوابداريون

هر قومي شاعر جي ڪلام جي اها خاصيت هوندي آهي، جو ڳوٺاڻي ڪان وٺي شهري ۽ جاهل ڪان وٺي عالم تائين تي سندس اثر پوندو آهي.

اسان جي قومي شاعر شاهه صاحب کي اگرچ ٻن سَون ورهين کان به مٿي زمانو گذري چڪو آهي ۽ ملڪ جي ماڻهن ۽ حالات ۾ گهڻي تبديلي اچي وئي آهي، ايتري قدر جو سندس ڪم آندل سنڌي زبان جا ڪيترا لفظ به اڄڪلهه غير مروج آهن، جنهن ڪري ڪيترن بيتن کي سمجهڻ واسطي معنيٰ لاءِ لغتن کي ڏسڻ جي ضرورت پئي ٿي. اڄڪلهه وڏن شهرن، ريلن، هوائي جهازن، تارن وغيره ملڪ جي اڳوڻيءَ زندگيءَ کي گهڻو بدلائي ڇڏيو آهي، ليڪن باوجود ان جي به جيڏانهن نظر ڪندا ته اڃا تائين شاهه صاحب جو ڏاڪو ساري سنڌ تي ويٺل آهي. ڪي نڙ وڄائي ان جا بيت ڏيئي قلب کي سرور پهچائي رهيا آهن ته ڪيترن عالمن ۽ اهلِ دل وارن جي مجلسن جي رونق به شاهه صاحب جي ڪلام سان وڌي ٿي.

جيئن سون مان حاڪم سڪا ناهي، ملڪ جي ڏيتي ليتي لاءِ ڪتب آڻي ٿو، ته واپاري پنهنجي مناسبتا لاءِ ان کي استعمال ڪري ٿو. امير ماڻهو ان مان برتن وغيره جو ڪم وٺن ٿا ته خوبصورت ۽ شاهوڪار عورتون ان کي پنهنجي حُسن کي وڌائڻ لاءِ زيورن جي طور ڪم آڻين ٿيون. حڪيم صاحب ان مان ڪشتو بنائي دل جي قوت، خون جي گهٽائي ۽ بدن جي طاقت لاءِ ڪتب آڻي ٿو. تيئن هڪ بهترين شاعر جي ڪلام کي مختلف ڪمن لاءِ ڪتب آڻي سگهجي ٿو.

شاهه صاحب جو ڪلام جيڪڏهن عالمن جي وعظن جي مجلسن جي رونق، هڪ طرف بڻجي ٿو ته ٻئي طرف اديب ان جي باريڪ نڪتن، سلاست ۽ بلاغت ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سونهن محسوس ڪن ٿا. اگر صوفي صاحب ان ۾ روحاني رمزون ۽ لدني نڪتا ٿو ڏسي ته ڳوٺاڻو ان جي ٻڌڻ مان غير معمولي دل جو سرور يا درد ٿو محسوس ڪري، مطلب ته جنهن جهڙيءَ نظر سان ان کي ڏٺو، اهڙو فائدو حاصل ڪيائين.

منهنجي خيال موجب وقت اچي ويو آهي، جڏهن هن سون جي ڪُشتي کي

قومي بدن جي صحت ۽ قوت لاءِ استعمال ڪجي، انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ شاهه صاحب جي ڪلام کي سياسي نقطہ نگاهه کان سمجهڻ جي سخت ضرورت آهي. آءٌ انهيءَ نظر سان ڪلام ڏسڻ جي شروعات ڪريان ٿو. ممڪن آهي ته علم جي ڪوتاهي، وقت جي تنگي ۽ معلومات جي ڪميءَ سبب انهيءَ نثين مهم کي پوري طرح وقت جي ضرورتن جي مطابق ادا ڪري نہ سگهيو هجان، ليڪن مون کي اُميد آهي تہ ٻيا عالم ۽ فاضل هن منهنجي ادنيٰ ڪوشش مان اشارو حاصل ڪري، انهيءَ مضمون کي زياده واضح ۽ اڻ ملهه طريقي سان ادا ڪندا. مون کي پنهنجي خامين ۽ ڪوتاهين جي پوري پروڙ آهي، پر هي ڪتاب صرف سندن علمي غيرت ۽ جذبي کي تازيانہ هڻي چست ڪرڻ جي نيت سان لکيل آهي. اگر اردو - دان حضرت ڊاڪٽر اقبال ۽ ٻين شاعرن تي سوين شرح لکي، ان کي هر مجلس ۽ موقعي لاءِ ڪتب آڻي سگهن ٿا تہ، اسان سنڌي ڇو نہ ٻجا طور شاهه صاحب جي ڪلام کي پنهنجي نوجوان طبقي ۾ قومي بيداريءَ ۽ سياسي شعور پيدا ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻيون ۽ اهڙيءَ طرح سان سنڌين ۾ قومي احساس پيدا ڪري، پنهنجي قوم کي دنيا جي ٻين قومن اڳيان منهن مٿي ڪڻي، ميدان عمل ۾ ٻيهڻ جو لائق ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون.

اهو ڪم پوريءَ طرح سان تڏهن پورو ٿي سگهندو، جڏهن اسان پنهنجون جوابداريون سنڌ جي قومي شاعر شاهه صاحب جي طرف محسوس ڪريون.

شاهه صاحب جي راڳ جون مجلسون سڏائڻ يا انهن ۾ وڃي قلب کي سرور پهچائڻ، سندن ٻارها ملهائڻ، عرس جي موقعي تي سندس درگاهه تي حاضر ٿي زيارتون ڪرڻ، مضمون ۽ ڪتاب لکي شاهه صاحب جي پيغام کي ملڪي يا غير ملڪي ماڻهن تائين پهچائڻ ٻہ چڱا ڪم آهن، پر سندس ڪلام جي حقيقت معلوم ڪرڻ ٻي ڳالهه آهي. اها آهي پنهنجي قوم جي سڃاڻپ ۽ ان سان گڏ انهيءَ جو نصب العين مقرر ڪرڻ ۽ ان جي مقرر ڪرڻ بعد، انهيءَ مقصد کي ڪشالا ڪاٽي، جبل جهاڳي حاصل ڪرڻ آهي. اهو ماڻهو جو پاڻ منو ڪري سنڌي قوم ۽ سنڌ ملڪ جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ قرباني نٿو ڪري، سو حقيقي طرح شاهه صاحب سان محبت نٿو ڪري.

سڪڻ ايءَ نہ سڌ، جيئن لکيو لياڪا پائين،
پٺي پريان جي نہ ٿئين، مٿي اگهڻ اڌ،
ايءَ پڻ ڪوڙي سڌ، جيئن لکيو لياڪا پائيين.

اهو ماڻهو جو پنهنجي قوم جي سڃاڻپ نہ ڪري، مُنِ وانگر دانهون ڪري ٿو ۽ ٻين جا در پيو ڳولي تنهن ٻہ شاهه صاحب جي ڪلام کي صحيح طرح نہ سڃاتو آهي.

پاڻيءَ منجهي جهوپڙا، مُورک اُڃ مَرنِ،
ساهان اوڏو سپرين، لوچي تان نہ لهن،
دم نہ سڃاڻن، ڏانهون ڪن منہن جيئن.

اهو ماڻهو ڪليو ڪايو سمهي ٿو، پاڙي ۾ رنج رسيل جي پرروڙ نہ اٿس، سورن وارن جي پڇار ڪانہ اٿس، سندس راتيون روبو نہ ٿيون وهامن، سگهو آهي، گهايل نہ آهي، گندي ۽ گراهہ جو اونو اٿس، سچ جو ثمر ساڻ نہ ڪنيو اٿس، انهيءَ ڪان بہ شاهہ صاحب جي خب ايا اڳاهين آهي، منهنجي خيال موجب هرهڪ سنڌيءَ تي جوابداري آهي تہ تيسين تائين آرام نہ ڪري، جيسين تائين هيٺيان مکيہ ڪم پورا نہ ٿيا آهن:

1. شاهہ صاحب جو جملي ڪلام مستند نموني ڪنو ڪرائي، ان جا بهترين شرح لکارائي سني ۽ سستي ڇاپي ۾ ڇپرائڻ، جيئن هر سنڌيءَ وٽ اهو پهچي سگهي.
2. درگاهہ عبداللطيف جي ٻاهر واري ميدان کي فرش ٻڌارائي چوطرف ميلي جي وقت ايندڙ عوام جي رهڻ لاءِ هجرن جو انتظام ڪرڻ، جيئن شاهہ صاحب جون ٻارهہ - ماهي مجلسون، ختمو ۽ سندس يادگار شين جو ڏيکارڻ، سهڻي ۽ عمدي نموني تي سگهي.
3. ڪرار ڍنڍ جي چوطرف پڪو فرش، چاڙهين جي ڏاڪن سان ٻڌرائي، پارڪ بنارائي ان جي چوطرف سنڌي تهذيب ۽ فن جي زنده ڪرڻ لاءِ هڪ درسگاهہ کولجي، جنهن ۾ هڪ بهترين ڪتب خانو بہ هجي.
4. پٽ جي ڳوٺ کي صفائي، سنائي جو ماڊل ڪري، از سر نو تعمير ڪرائجي، جيئن ٻاهريان هلي اچي ان کي ڏسن.
5. سنڌ يونيورسٽيءَ ۾ شاهہ صاحب جي ڪلام جي کوجنا وغيره لاءِ هڪ چيئر کولجي، جو سنڌ جا بهترين عالم ان تي وقت بہ وقت نئين نموني کوجنائون ڪندا رهن.
6. سنڌ جي جملي بهترين شاهہ کان اڳ ۽ پوءِ شاعرن جو ڪلام ڪٺو ڪري ڇپرائي پوءِ شاهہ صاحب جي ڪلام تي، انهن جي اثر يا شاهہ جي ڪلام جو انهن تي اثر بابت مطالعو ڪجي.

اهي آهن مختصر طرح اسان سنڌين تي شاهہ صاحب جي محبت جا چند فرائض، جن کي ادا ڪرڻ جي جوابداري هرهڪ سنڌيءَ تي آهي.

■

فصل ٻارھون

# شاھ صاحب جا مختلف مضمونن تي چونڊيل بيت

شاھ صاحب جو جملي ڪلام سُرن ۾ ڪٺو ڪيل آھي ۽ ھرھڪ سُر ۾ وري ڪيئي فصل يا داستان آھن، جيئن تہ اھو ھڪ وڏو اڻ ملھ ذخيرو آھي، جتي ڪيئي موتي پيا آھن. انھيءَ مان آءٌ ڪجھ بيت سنڌي زندگيءَ بنسبت پيش ڪريان ٿو.

1. ڪلالڪوھٽ (ملڪ جي خادمن جي سنگت)

جي اُٺيئي سڌ سرڪ ۾، تہ وڃُ ڪلالڪي ھٽ،
لاھي رک لطيف چئي، متو مائيءَ وٽ،
سر ڏيئي ۾ سٽ، پنج ڪي پياليون.

2. طبيب جو گھر (خادم جي مجلس)

اڄ پڻ ڪنجھو ڪنجھہ، واڍوڙڪي مُنھين،
جہ پڻ پيين منجھہ، ھو پنيون ھو پٽيون.

3. گزڙيو (خطاب غدار ملڪ)

ڪشي ڪانَ ڪمانُ مان، متان ھٿي مون،
مون ۾ آھين تون، متان تنھنجو ئي توکي لڳي.

4. پتنگ ۽ مچ (قومي خادم ۽ خدمت)

پتنگن پھہ ڪيو، مڙيا متي مچ،
پسي لھس نہ لڇيا، سڙيا متي سچ،
سندا ڳچين ڳچ، وينچارن وڃائيا.

5. لھار جو گھر (انقلابي جماعت)

سرُ سانداڻ ڪري، پڃج گھر لُھار جو،
ڏڪن ھيٺ ڏري، مانَ گڏينئي رڪ سين.

6. صوفيءَ جي مجلس (سچا خادم)
ڏني ڏکوئيا، اڻ ڏني راضي ٿيا،
صوفي تيئن ٿيا، جيئن ڪين ڪنيائون پاڻ سين.

7. مڪتب (اڄڪلهہ جا سياستدان)
پڙهيو ٿا پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوب ۾،
پاٿان ڏوهہ چڙهن، جيئن ورق واريِن وترا.

8. چوڏهينءَ جو چنڊ
چوڏهين چنڊ ايرين، سهسين ڪرين سينگار،
پلڪ پريان جي نہ پڙين، جي حيلا ڪرين هزار،
جهڙو تون سڀ چمار، تهڙو دم دوست جو.

9. تارن هيٺ
هن تاري، هن جاءِ، هت منهنجا سپرين،
سڄڻ ماڪيءَ ساءِ، ڪوڙا ٿيس نہ ڪڏهين.

10. اونداهي رات
اونداهيءَ اڌ رات ۾، پرينءَ پسايو پاڻ،
چنڊ ڪتين ساڻ، پيهي ويو پڙلاءَ ۾.

11. ڪرهو (اُٺ) (سنڌي قوم)
ڪرها ڪر سڄاڻ، پيڪو ۽ پانهنجو،
اصل آهي اوهان جو، ناليرو نڌاڻ،
ڪرها اسان ساڻ، ڪي چانگا ڪج چڱايون.

12. سمنڊ جي سيوا (اعليٰ مقصدن جي محبت)
سيوا ڪر سمنڊ جي، جت جر وهي ٿو جال،
سوين سپجن سمونڊ ۾، ماڻڪ موتي لال،
جي ماسو جڙئي مال، تہ پوڄارا پُر ٿئين.

13. سمنڊ جا پوٽا (قوم ۽ ملڪ جا مفڪر)
اي گت غواصن، جيئن سمنڊ سوجهيائون،
پيهي منجهہ پاتار ۾، ماڻڪ ميڙيائون،
آڻي ڏنائون، هيرا لعل هٿن سين.

14. پراڻي پيڙي (سنڌين جي موجوده حالت)

پيڙي پراڻي، وکر پاءِ مَ وترو،
تري ۾ تن پيا، ٻ پاسن ۾ پاڻي،
هيءَ هڏ وهاڻين، ڪڙم ڪالهوڻي ڏينهن ڪي.

15. صرافڪو دڪان (حقيقي خادم)

ٿا صراف سڄڻ، پاڻ ڪوٺائين جوهري،
ماڻڪ ڪري مٺ ۾، ونڃن ولي وٽ تن،
سندس ٿي سيد چئي، ڪهڙو قدر ڪن،
پاڻيٺ ٿي پرکن، ڪي ڪنچل ڳڻين ڪچ سين.

16. وڻجاري جي وني (انقلابيءَ جي زال)

جر تڙ ڏيا ڏي، وڻ ٽڻ ٻڌي وانڻيون،
الا ڪانڌ اچي، آسائتي آهيان.

17. درياءَ جي دهشت (مخالفت جو ميدان)

دهشت ڏوم ڏرياهه ۾، جت ڪڙڪا ڪن ڪرين،
ٻچل ٻانڊي ٻار ۾، لهريون لوڏا ڏين،
سناوِر ساميا، جت سيٽايا نہ سنڌين،
جت ويريون واٽ نہ ڏين، اتي ساهڙ سير لنگائيين.

18. واهڙن جون پريون پاڻڻ (غير سنڌي اقتدار)

واهڙ پريون نہ پاءِ، تو پڻ ليکو ڏيٺو،
سدا سانوڻ ڏينهڙا، هنين نہ هونداءِ،
وهاڻيءَ ويندءِ، اوير اتاهان لهين.

19. پيلن جا چڙا (حب الوطني)

چوڏاري چڙا، پرن پيلاين جا،
ستي سنيارن جو، پيم ڪن پڙاءُ،
وهڻ مون نہ وڙاءِ، سڻيو جهانءِ جهجي هنيون.

20. ميهار جي مهي (صحيح سياسي تعليم)

ميهارا مهي، پيتائين پريم جي،
ارڪ سرڪ سيد چئي، لِڱس ڏوت ڏهي،
سگهي تان نہ سهي، ملي جان نہ ميهار کي.

21. ڪڇو ڳهڙو (جذباتي خيالن جون جماعتون)

پيلي پلانـي، پـسي چٽ چري تـي،
ٻر ٻر ٻڏي سهٽي، ويرن ۾ وائـي،
ڪڇي ڪيرائـي، لعل لهرن وچ ۾.

22. ميهار ۽ سندس مينهون (سنڌي ۽ سنڌ)

مينهون هن ميهار جون، الا! سڀ جيـن،
ڪاريون ڪڪيون ڪنديون، وارا ڪيو وهن،
جوءِ جا جانارن جي، ٻيلا ٻهه ٻهه ڪن،
اڇي ريل رهن، مون سانيارا سپرين.

23. سارنگ جي سار (انقلاب جي اڪير)

سارنگ ڪي سارين، ماڻهو، مرگ، مينهيون،
آڙيون ابر آسري، تاڙا تنواريـن،
سپون جي سمنڊ ۾، نشين سج نهارين،
پلر پياريـن، تہ سنگهارن سک ٿئي.

24. پٽ ۽ ڪرار جو ڪن

پري پٽ تي آئيو، سارنگ سهج منجهان،
ڪڙيون ڪڻ هار جيئن، وجون اتر واءِ،
سرها سبزا ٿيا، ڏامڻ ڏيـ ڪيا،
ڦهري پٽنشان، پريائين ڪن ڪرار جا.

25. بادلن جا برج (انقلابي رنگ)

اڄ رسيلا رنگ، بادل ڪديا برج سين،
ساز سارنگيون سرندا، وڄائي برجنگ،
صراحيون سارنگ، پلٽيون رات پڌام تي.

26. تاڙي جي تنوار (انقلابي آواز)

منڊ تي منڊل وڄيا، تاڙي ڪي تنوار،
هارين هر سنباهيا، سرها ٿيا سنگهار،
اڄ پڻ منهنجي يار، وسڻ جا ويس ڪيا.

27. جهونجهارڪو جهڳڙو (اصولن خاطر مخالفت)
ڏنو ڪالهه ڪنهين، جهونجهارڪو جهڳڙو
هاٿين هڏ مڇائيا، ريلو رت نئين،
پانئين سا سنئين، جيان جي جوکو ٿئي.

28. ڳجهڙن جو ڳارو
ڳجهڙين ڳارو، راتوڏينهان رڻ ۾،
پٽيو پڇن پاڻ ۾، ڪنهن منهن ڪيڏارو،
ڪانئن ڪڳ مارو، ڄانئر پيو ڪنو ٿئي.

29. وٽڪارجا وڻ
وڏا وڻ وٽڪار جا، جت نانگ سڄن نيلا،
اتي عبداللطيف چئي، ڪيا هيڪلن هيلا،
جت ڪڙم نہ قبيلا، اٿ رسج رهبر راهه ۾.

30. ڏونگر جا ڏکا (مخالفت جون مشڪلاتون)
ڏکا ڏونگر لاهه، آءٌ اڳي منئي آهيان،
آرياڻيءَ سين آهه، ذاتي سڱَ ضعيف جو.

31. گس ءِ گسي (قديم روايات)
هي گسي، هي گس، هي پهڻ، هي پيچرو،
ويچاريءَ وڏو ڪيو، ويندن پنڌيءَ وس،
ليڙن جو لطيف چئي، ڏونگر اٿئي ڏس،
جڳ ۾ رهيس جس، سگهر ٿي سردار جي.

32. جنبور ڪٽو (سنڌي مخالف)
جاڳايس جنبور، ڪٽي قريبن جي،
بهي پونڪي اٿيو، گهڏي منجهان گهور،
سڀ لاهيندو سور، ڳري هن غريب تان.

33. هاڙهو جبل (سنڌ جي ترقيءَ جي راهه جون رڪاوٽون)
هلندي هاڙهو هٿي، گسان تان م گسان،
لڪن تان لطيف چئي، رڙهي مان رسان،
پنهون شال پسان، وهان تان نہ وس پيو.

34. رڄن ۾ رڙ

رُڄن ۾ رَڙ ٿي، ڪر سارنگي ساز،
اي عشق جو آواز، ماڻهو رکن منڊ تي.

35. اوپرا اُٺ (غير سنڌي اقتدار)

اڳڻ مٿي اوپرا، جڏهن ڏنئي اُٺ،
ڏاڍيئي نہ ڏاگهن کي، اوڳي ساڻ اڳٺ،
تہ هوند نہ تنهنجي هٺ، سور پرايا سسئي.

36. اُٺن جو اوڳارڻ (خادم قوم جي گوشہ نشيني)

اوڳاريـنِ نہ اُٺڙا، ٻڌا چرن نہ ٻور،
ليڙن کي لطيف چئي، هلڻ جو مذڪور،
مَيَن کي مامور، آهي اڻ تڻ اڳنيـن پنڌ جي.

37. ڪيچ جو قافلو (سنڌي نيشنلزم جي تحريڪ)

ڪيچان آيو قافلو، ساٿ ڏٺي سرواڻ،
وار وڃي واڳون ڪريان، پوان هوند پلاڻ،
جهڙو پنهون پاڻ، تهڙي سٺا ساٿ جي.

38. پريٽن جو پاڙو (موجوده سياست)

پريٽن جي پاڙي، جاڙ گذاريم جيڏيون،
جنهيـن مون کي ماريو، سورن سيـن ساڙي،
ارادي آڻي، سانگيـن سيـن سگ ڪيو.

39. ڪانبوءِ ڪارو جبل

چپر چمر پانيان، ڪانبو ءِ ڪارو،
پب وجهنديس پٽ تي، صبح سوارو،
وجڻ مون وارو، ڪيـن وهنديس وچ ۾.

40. ڪرڙا ڏونگر (ملڪ جي ترقيءَ جي رستي ۾ رنڊڪون)

ڪرڙا ڏونگر کهہ گهٽي، جت جبل گونا گون،
ليڙن جون لطيف چئي، تنگ تنوارون پون،
جن ڏنو پير پنهونءَ جو، سي نہ رون نہ چون،
هوند مٿي هون، لاڳاپا هن لوڪ جا.

41. ڏکي ۽ ڏونگر (خادم ملڪ ۽ مصيبتون)

ڪي جو ڪڍيا پار، ڏکيءَ ڏونگر پانَ ۾،
سٽي سا تنوار، مرون پيا مامري.

42. آتڻ ۽ چرخو

امڙ وجي آڻ، چرخو آتڻ وچ مان،
ڪتيم جنهن ڪاڻ، سو ڪوهيارو ڪيچ ويو.

43. سچ جون وٽن مٿانَ راسيون

ويو سچ وٽن تان، راسيون رتائين،
مون کي مارئين، آيل اونداهي ڪري.

44. ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو مٿو اُگهاڙو

ڪُلهي ڦاٽو ڪنجرو، مٿو اُگهاڙو،
منهنجو ڪُجاڙو، پيئي هن پنيور ۾.

45. سورن سانگهارو

سورن سانگهارو، ڪڏهن تان ڪونه ڪيو،
آيل اوپارو، بانڙ ٻڌو پوڙهي.

46. قطار مان نه ڇڄ (تنظيم)

ڇڄ م قطاران، سات چڙهندو لڪئين،
ميڻ تيئن پٺان، وڳ وات ئي نه لهين.

47. سَو سک هڪ ورهيه برابر

سُو سُکن ڏينهي، ورهه وهايم هيڪڙو،
مون کي تنهن نيئي، پيرِ ڏيکاريو پنهونءَ جو.

48. سرندي جو ساز (صحيح قومي خادم)

محلين آيو مڱڻو، ساز ڪٺي سُرندو،
سرَ جي سدا سُرَ ۾، گهور هٿي گهُرندو،
مٿي ريءَ ملوڪ جي، چارڻ نه چُرندو،
جهونا ڳڙهه جهُرندو، پوندي جهانءَ جهروڪ ۾.

49. تند جي تنوار (عام رايو)

سَوَ سرِن پائي، جي تندَ برابر توريان،
اتل اوڏانهين تني، جيڏانهن پيجل پُرائي،
سڪڻو هَڏُ آهي، سرِ ٻر سجڻ ناهه ڪي.

50. نڪتن جو نئَي وڃڻ

اُڀي اوڀاربام، نڪَت سڀ نئي ويا،
هڪ مَيو، ٻيو ميندَرو، سڄي رات ساربام،
ڳوڙها ڳل ڳاڙيام، سورج شاخون ڪڍيون.

51. گلابي ويس

جهڙا گلَ گلاب جا، تهڙا مٿن ويس،
چوتا تيل چنبيليا، ها ها هو هميش،
پسيو سونهن سيد چئي، نينهن اچن نيش،
لالن جي لبيس، آتڻ اکر نہ اُجهي.

52. چورين جا چال

ڪاڪ نہ جهليا ڪاپڙي، موهيا ڪنهن نہ مال،
جي چورين ڏنا چال، تہ بہ لاهوتي لنگهي ويا.

53. گنجو ڏونگر

گنجو ڏونگر گامِ، پيهي جن پروڙيو،
ڪري تن تمامِ، لوچي لاهوتي ٿيا.

54. جهنگل ۾ آهيڙي

نہ ڪتا نا ڪوڪار، نہ سي سڏ شڪارئين،
پٽيو ڪٿي پار، جهنگل آهيڙين ڪي.

55. نانگا ۾ ناني

نانگا نانيءَ هليا، لوڪان ڪري لِڪَ،
وينئي موق وِهڪَ، آءُ نہ جنندي ان ري.

56. تي ٽڳا

سنگيون، سيليون، گبريون، ٽيئي قول ٽڳو،
پٽ هٿي پٽ سين، پيري تن پڳو،
لاهوت جن لڳو، سي مڙهيان مور نہ لڳيا.

57. گر جي گودڙي (سچي سياست جي محبت)

جا گر ڏني گودڙي، سا ٿئي لاهيندي لڄ،
سندا تنهن سهڄ، چيو ،چوندو ڪيترا.

58. نهائين ۽ نينهن (رازداري)

نينهن نهائينءَ جان، ڏکيو ڪوهہ نہ ڏکئين،
جر جيري ڇڏي، تہ ڪئن پچندا ٿانءَ،
سندي ڪنياران، ڪن ڪريجا ڳالهڙي.

59. سهاڳ ۽ ڏهاڳ (ڪاميابي ۽ ناڪامي)

گهوريو سو سهاڳ، جنهن ۾ پسين پاڻ کي،
ڏوري لهہ ڏهاڳ، جنهن ڪرلاهو داسڙو.

60. ڪلين ۾ ڪنڌي (محبت جي ميخ)

ڪنڌي ڪلين وچ ۾، جڏهين هئين جن،
مونکي مون پرين، ڪيڻ جي ڪانہ ڪئي.

61. ڪونجن جي ڪٽڪ

ڪونجون ٿيون ڪٽڪن، جيڪس هلڻ هاريون،
ٻچا پوءِ اٿن، وجن واندا ڪنديون.

62. ماري ۽ ميرا ڪپڙا

بغل ۾ بندوق، ماريءَ ميرا ڪپڙا،
ماريو مير ملوڪ، لتاڙيو لڪ چڙهي.

63. اوڏ ويچارا

چنل چچ هٿن ۾، ڪلهن ڪوڏارا،
پورهي ڪارڻ پيٽ جي، اٿين سوارا،
اوڏ بہ ويچارا، وجن لاڪا لڏيو.

### 64. تڪ ڏنگي (انقلابي جا وسائل)

تڪ ڏنگي، در گهٽا، ڪتيان ڪجاڙو،
ڪاپي مٿان ڪيترو، آٿيان اڏارو،
جي ور ڏٺي وارو، ته سونهان سرتين وچ ۾.

### 65. نيٽن جي نيرن

تن نيٽن ڪٺي نيرانِ، جن ساجهر سين ساپيٽيا،
جيءُ، جسي ۽ جان، ڪر حضوري حج ڪيو.

### 66. لوئيءَ جي لڄ

سهسين سيبا ڪنجري، لوئي ليڙ ٿيام،
اباڻن جي آسري، ڪتي ڪان ڪيام،
جا ڏٺ ڏڪيام، تنهن پرورَ پن رهائيين.

### 67. ڪارا ڪبڙ ڏيهه جا

ڪارا ڪبڙ ڏيهه ۾، ٻيا واريءَ منجهه وٿاڻ،
ساٿين ڪي، سيد چئي، پريو ڏين ياڻ،
عمر اُتِ اماڻ، ثابت رکج سومرا.

### 68. سنهيءَ سُٿيءَ سان سيبو

سنهي سٿيءَ سيبو، مون ماروءَ سين ساهه،
ويٺي ساربان سومرا، گولاڙا ۽ گاهه،
هتيون منهن جو هُت ٿيو، هت مٿي ۽ ماهه،
پڪن منجهه پساهه، قالب آهَي ڪوٽ ۾.

### 69. ڏٿين پٽين (دهقاني زندگيّ)

ڏٿين پٽين ڏير، منهن مارونڙن جا،
پائر سپ پچي پيو، گهر گهاريندي ڪير،
ڪوئين گهاري ڪير، محلين مُنجهي مون هنئون.

### 70. سِپن جو سير (انقلابيءَ جي توڪل)

سڪو سپ سرتيون، سپن مان سير،
پيو مٿاني نير، اُپيون آبر آسري.

71. ٻرجو ٻير (ڪوهه) (مخالفت جو ميدان)

ٻير ڪنيائون ٻر ۾، پيارين پهون،
سنجن سائيڪن تي، وڏيءَ وير وهون،
پايو جر جندن ۾، ڪوڏان ڪن ڪهون،
ڏينهان ڏينهن نئون، مونکي ورهه ويڙيچن جو.

72. ڏيرا ڏئارڻ (عارضي نفعو)

ڪيئن ڏئاريان ڏيرا، ويندءِ ڪنهن نه وهانءَ،
مونِ مل مارو ناهه، اچا اوڍيان ڪنِ ڪي.

73. ڪانگل نه ڪوڙو (حق جو آواز)

پريان سندي پار جو، ڪانگل نه ڪوڙو،
اچي وجي وچ ۾، متي در دوڙو،
جو اندر اوسيڙو، سو لاٿائين لطيف چئي.

74. چاريون ۽ ڪاريون (عوام جي محبت)

چاربون، ڪاريون، چچ چپريون، جن جي محبت مچيءَ سان،
رهڻ، وهڻ، سر ٻانڌئين، سيپيئي بدبوءِ هاڻ،
لڏڙن جنين لطيف چئي، پاڻيءَ وجهن پاڻ،
تن ملاحن جو ماڻ، سمي سر ڪيو پانهنجي.

75. پڪيءَ جو قالب (ڏاڍي جو خوف)

پڪي جنهن پڄائيا، تنهن ۾ ساهه نه ماهه،
منجهه ڪرنگهر ڪات جو، متي پڪن چاهه،
ويچارن ويساهه، متي پڪين آنيو.



# سنڌي ساهت گهر جا وڪري لاءِ موجود ڪتاب

| | | | |
|---|---|---|---|
| 1. | علامہ آءِ. آءِ. قاضي (ٻيو ڇاپو) | قاضي فيض محمد | 25/- |
| 2. | اڪيون جان نہ مڙن (ٻيو ڇاپو) | ناز سنائي | 75/- |
| 3. | تصوف جي جيرڳار (ٻيو ڇاپو) | نجم عباسي | 50/- |
| 4. | سنڌي ذات منجن (ٻيو ڇاپو) | رسول بخش پليجو | 100/- |
| 5. | سوچون پٿڪا واڪا (ٽيون ڇاپو) | استاد بخاري | 60/- |
| 6. | ڪاري ڪڪر ميٺ (ٻيو ڇاپو) | استاد بخاري | 45/- |
| 7. | اوهان جي پچاڻان (ٻيو ڇاپو) | رسول بخش پليجو | 100/- |
| 8. | ساگر جي لهرن تي | حفيظ شيخ | 25/- |
| 9. | سنڌين جو اتحاد ۽ شرپسند ٽولا | آزاد قاضي | 30/- |
| 10. | ڌرتي سرتي (ٻيو ڇاپو) | استاد بخاري | 100/- |
| 11. | جڏهن ڌرتي جاڳي | ڪرشن چندر | 25/- |
| 12. | ٻاهيون ٻيراڳين جون | تاج جويو | 25/- |
| 13. | پيغامبر/ پيغامبر جو باغ (ٻيو ڇاپو) | خليل جبران/ م. ن. محزون | 50/- |
| 14. | پياسي ڌرتي پياسي دلڙيون | ڪرشن چندر/ سندري اتمچنداڻي | 30/- |
| 15. | شرم پوئي | گوبند مالهي | 30/- |
| 16. | زندي زندگي | استاد بخاري | 75/- |
| 17. | ڪنڌيءَ اڪ گلاريا | تاجل بيوس | 60/- |
| 18. | ادب ۽ روايتون | قاضي خادم | 60/- |
| 19. | مچنا جي رچ ۾ | آسي زميني | 60/- |
| 20. | منهنجي حياتيءَ جا سونا روپا ورق | پوپٽي هيرانندائي | 60/- |
| 21. | پگل ڪنهڙائيون (ٻيو ڇاپو) | خليل جبران/ م. ن. محزون | 40/- |
| 22. | ان جاڻ | قاضي فيض محمد | 40/- |
| 23. | مرشد جو نينهن ۽ نياپو | خليل جبران/ م. ن. محزون | 30/- |
| 24. | ابابيل جي آخري لاڏاڻ | رسول ميمڻ | 40/- |
| 25. | ڏکي انسان | وڪٽرهيوگو/ موٽومل منگهارام | 25/- |
| 26. | ساڀيائن ڪان رُٺل سپنا | الطاف ملڪاڻي | 30/- |
| 27. | اوتون جوتون (ٻيو ڇاپو) | استاد بخاري | 125/- |
| 28. | گيت اسانجا جيت اسانجي (ٻيو ڇاپو) | استاد بخاري | 100/- |
| 29. | پوهيي جون تحريرون-1 | مرتب: ناز سنائي | 75/- |
| 30. | اکين ۾ ٿئي ويهه | مقبول مارو | 35/- |
| 31. | الاڏامي مرٿيان | عثمان علي انصاري | 35/- |
| 32. | لهر لهر دريا (ٻيو ڇاپو) | استاد بخاري | 80/- |
| 33. | سنڌي ڪهاڻيءَ جي اوسر | جگديش لڇاڻي | 50/- |
| 34. | ٽي عظيم شاعر | هولارام هنس | 70/- |
| 35. | ٿلسين جي سرمان | تاج جويو | 75/- |
| 36. | زميني ديوتا | خليل جبران/ م. ن. محزون | 30/- |
| 37. | پهاڙن ۾ پڪار | خليل جبران/ نجم عباسي | 35/- |
| 38. | اڳواڻ | خليل جبران/ م. ن. محزون | 30/- |
| 39. | بلنديون | نجم عباسي | 40/- |
| 40. | سڏن مٿي سڏڙا | علي احمد بروهي | 70/- |
| 41. | پيار ڪهاڻي | نجم عباسي | 100/- |
| 42. | هڪ اداس ڇوڪري | امرتا پريتم/ عرفان مهدي | 40/- |
| 43. | تلاش | نجم عباسي | 60/- |
| 44. | ماسترياڻي | نجم عباسي | 40/- |
| 45. | ٽارچر سيل جي شاعري | اديب انقلابي | 100/- |
| 46. | ڪک پن | علي احمد بروهي | 45/- |
| 47. | نہ ڪم نبيريو نہ غم نبيريو | استاد بخاري | 100/- |
| 48. | لهري لهري ۾ لالان | استاد بخاري | 125/- |
| 49. | نيڻ سفر ۾ | سعيد ميمڻ | 80/- |
| 50. | ڪن پل جو ڇانورو | ممتاز بخاري | 40/- |
| 51. | ڪبير- ميران | مرتب: ناز سنائي | 80/- |
| 52. | مان پڙاڏو سڏ جو | نازسنائي | 100/- |
| 53. | پياسي ساڀيان جل ٿل خواب | رخسانہ پريت چنڙ | 100/- |
| 54. | تو پچاڻان سپرين | ناز سنائي | 100/- |
| 55. | آخري پنا | مري موٽوائي سنڌي | 100/- |

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ڀَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺو، ياجوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگھجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪٽي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ٺاهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاري تحريڪ جي رستي تي آڻِڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ به مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ به ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَبِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَ ڪي ڪُليل اڪرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌِ ڪان وَڌِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن ڪي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ ڪي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ ڪي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، چاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ جڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڻڄاڻائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاڻي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ نادانيءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ بين

ڪتابن ڪي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَــنَ پَــنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)